ڇاپو: ________ ٻيو
ڇاپي جو سال: ________ 2009ء
ڇاپي جو تعداد: ________ 500
قيمت: ________ -/225 روپيا
ٽائيٽل: ________ محمود احمد قريشي
ٽائيٽل خطاطي: ________ شعيب خان
ڇپائيندڙ: ________ علامه اقبال اوپن يونيورسٽي، اسلام آباد
ڇاپيندڙ: ________ *صمر از پرنٽرز راولپنڊي*
ڪمپوزر: ________ معظم ٻبر

## اڳوڻي ڪورس ٽيم حصو سنڌي

چيئرمين: نظير صديقي

فاصلاتي تشڪيل : ڊاڪٽر حيدر سنڌي

نظرثاني: پروفيسر ڊاڪٽر اياز قادري

## اڳوڻي ڪورس ٽيم حصو اردو

چيئرمين: نظير صديقي

فاصلاتي تشڪيل : ڊاڪٽر محسنہ نقوي

نظرثاني: ڊاڪٽر نثار احمد قريشي

ايڊيٽر: عفت ياسمين

## موجوده ڪورس ٽيم براءِ نظر ثاني حصو سنڌي ۽ اردو

چيئرمين: پروفيسر ڊاڪٽر انعام الحق جاويد

ميمبر: محترمہ ثمينہ امان، عبدالله جان عابد،
منظور علي ويسريو ، حاڪم علي برڙو،
ضياءُ الرحمان بلوچ، محمد قاسم

ايڊيٽر: دائود رضوان

پروگرام پروڊيوسر: عبدالقادر سهتو

ڪورس رابطہ ڪار: حاڪم علي برڙو

# فهرست

# (نظم جو حصو)

# حصہ اُردو

# پیش گفتار

عزیز طلبہ و طالبات! میں آپ کو علامہ اقبال اوپن یونیورسٹی کے انٹرمیڈیٹ کے کورس ''سندھی لازمی اور آسان اردو'' میں داخلہ نے پر خوش آمدید کہتا ہوں اور دُعا کرتا ہوں کہ خداوند تعالیٰ آپ کو اپنے تعلیمی ارادوں میں کامیاب کرے۔

یہ کورس پہلی مرتبہ 1986ء میں شروع کیا گیا تھا اور یونیورسٹی قواعد کے مطابق اس پر نظر ثانی ضروری تھی۔ میرا خیال ہے کہ تی ہوئی دُنیا کے جدید تقاضوں کو پیش نظر رکھتے ہوئے تعلیمی نصابات پر ایک خاص مدت کے بعد نظر ثانی ہوتی رہنی چاہیے۔ اسی رورت کے تحت اب یہ نظر ثانی شدہ ایڈیشن پیش کیا جا رہا ہے، جس میں اس کورس کی دونوں جلدوں کو یکجا کر کے شائع کیا ر ہا ہے۔ اُمید ہے آپ اب اس کورس کو پہلے سے بہتر پائیں گے۔

عزیز طلبہ و طالبات! سندھی آپ کی مادری زبان ہے، اس لیے اس کورس کے سندھی کے حصے میں آپ کو کم مشکلات درپیش ں گی۔ تاہم تمام اسباق میں شامل مشکل الفاظ کے معانی و مفاہیم ہر یونٹ کے اختتام پر دیے گئے ہیں اور ساتھ ہی تشریح طلب ملوں کی آسان اور سلیس عبارت میں تشریح بھی کر دی گئی ہے، تاکہ آپ کو ان کی تفہیم میں کسی قسم کی کوئی دقت درپیش نہ ہو۔

مجھے قوی اُمید ہے کہ سندھ کے وہ طلبہ و طالبات، جو اپنے حالات کی بناء پر باقاعدہ طور پر کسی کالج میں داخلہ نہیں لے سکے، وہ ں پروگرام کے کورسوں کے ساتھ ساتھ اس کورس سے بھی بھرپور استفادہ کریں گے اور علامہ اقبال اوپن یونیورسٹی کے فاصلاتی ظام تعلیم اور اس کی فراہم کردہ سہولتوں سے حتی المقدور فائدہ اٹھائیں گے تاکہ ان سہولتوں کا خاطر خواہ نتیجہ نکل سکے۔

پروفیسر ڈاکٹر محمود الحسن بٹ

(وائس چانسلر)

# مهاڳ

سنڌ ۾ انٽرميڊيٽ جي شاگردن لاءِ جيڪو سنڌي لازمي ڪورس رکيل آهي. تنهن جا ٻه حصا آهن. هڪ حصي ۾ نظم ۽ نثر تي مشتمل هڪ ڪتاب پڙهڻو پوي ٿو ۽ ٻئي حصي ۾ آسان "اردو" جي نالي سان ڪتاب پڙهائجي ٿو. جنهن ۾ پهرين حصي جي پيٽ ۾ مختلف قسمن جا مضمون ۽ شاعري شامل آهي.

اهو ڪورس نه رڳو ڪاليجن ۾ پڙهندڙن لاءِ رکيل آهي ، پر جيڪي شاگرد ميٽرڪ پاس ڪرڻ ڪانپوءِ ذاتي مجبورين ۽ مشغولين سبب اڳتي تعليم حاصل ڪرڻ چاهين ٿا . تن کي پنهنجو تعليمي مستقبل بهتر بنائڻ لاءِ ٻه صورتون آهن. هڪڙي صورت ته ذاتي طور تي استاد جي مدد ڪانسواءِ. پرائيويٽ طور تي تياري ڪري امتحان ڏيڻ جي آهي ۽ ٻي صورت علامه اقبال اوپن يونيورسٽي ۾ داخلا وٺي تعليم کي اڳتي وڌائڻ جي آهي.

سنڌ جي اهڙن شاگردن جي تعليمي ضرورتن کي سامهون رکندي "سنڌي لازمي ۽ آسان اردو" جو ڪورس پيش ڪيو پيو وڃي. جنهن لاءِ انهي ٻنهي ڪتابن کي هڪ ڪتابي شڪل ۾ گڏ ڪيو ويو آهي، جيڪي سنڌ ۾ انٽر ميڊيٽ تي رکيل آهن. جيئن ته انهن ٻنهي ڪتابن کي علامه اقبال اوپن يونيورسٽي جي فاصلاتي تعليمي سرشتي مطابق آڻڻ. "سنڌي لازمي" کي 14 يونٽن ۽ "آسان اردو" کي 4 يونٽن ۾ ورهائي يڪو هڪ ڪورس تيار ڪيو ويو آهي. انٽرميڊيٽ جي سند حاصل ڪرڻ لاءِ شاگردن کي اٺ (8) ڪريڊٽ مڪمل ڪرڻا پوندا. انهن مان ٽي ڪريڊٽ لازمي ڪورس جا آهن. باقي پنجن ڪريڊٽن جي لاءِ مختلف اختياري مضمونن يا ڪورسن جي چونڊ ڪرڻي پوندي. هر هڪ مڪمل ڪريڊٽ 18 يونٽن تي مشتمل آهي ۽ نصف ڪريڊٽ 9 يونٽن تي مشتمل آهي. اوهان جو هي ڪورس مڪمل ڪريڊٽ ڪورس آهي.

ڪورس کي سولو ۽ آسان بڻائڻ لاءِ ڏکين لفظن جي معنيٰ ڏني وئي آهي ۽ ڏکين جملن جي تشريح بہ ڪئي وئي آهي. ان جي باوجود جيڪڏهن شاگردن کي ڪٿي بہ ڏکيائي محسوس ٿئي تہ پنهنجي ويجهي مطالعاتي مرڪز ۾ مقرر وقت تي پهچي پنهنجي ٽيوٽر کان مدد وٺي سگهن ٿا

پروفيسر ڊاڪٽر انعام الحق جاويد

چيئرمين

شعبو: پاڪستاني زبانون

## ڪورس جو تعارف

اوهان هن ڪورس ۾ داخلا وٺي پنهنجي قابليت بهتر بڻائڻ جو جيڪو فيصلو ڪيو آهي، ان تي اسان توهان کي مبارڪباد ڏيون ٿا ۽ دعا ڪريون ٿا ته الله تعاليٰ اوهان کي بهتر تعليمي ارادن ۾ ڪامياب بڻائي.

انٽرميڊيئيٽ جي هر ڪورس ۾ ڪل ارڙهن يونٽ شامل آهن. جنهن ۾ چوڏهن يونٽ سنڌي لازمي جا آهن ۽ چار يونٽ آسان اردو جا آهن. جن جا عنوان فهرست ۾ ڏنل هوندا. هن ڪورس جو عرصو ڇهه مهينا آهي.

اسان جي يونيورسٽي ۾ لفظ يونٽ مان مراد آهي: جنهن هڪ موضوع بابت لکيل هڪ مڪمل سبق يا باب. جنهن ۾ ان موضوع بابت سبق يا متن به شامل هوندو آهي. هن ڪورس جو بنيادي مقصد هو آهي ته اوهان سنڌي ۽ اردو چڱيءَ طرح پڙهي ۽ لکي سگهو.

هر يونٽ جي شروع ۾ سڀ کان اڳ ۾ يونٽ جو مقصد ڏنل هوندو آهي. ان کانپوءِ اصل سبق پڙهڻ جو طريقو ۽ ان کانپوءِ سبق ڏنو ويو آهي. پوءِ سبق ۾ آيل ڏکين لفظن جي معنيٰ ۽ ڏکين جملن جي سمجهاڻي ڏني وئي آهي. آخر ۾ خود آزمائيءَ جا سوال ۽ انهن جا جواب ڏنل آهن.

## نصاب ۽ ان جو تفصيل

اوهان جي هن ڪورس جا هيٺيان حصا آهن:

(1) درسي مواد يعني ڪتاب

(2) مطالعاتي مرڪز

(1) درسي مواد يعني ڪتاب

اوهان جي درسي مواد ۾ چوڏهن يونٽ سنڌي جا ۽ چار يونٽ اردو جا رکيا ويا آهن. هر هڪ يونٽ ۾ ايترو درسي مواد آهي جو اوهان ان کي هڪ هفتي ۾ سولائي سان ختم ڪري سگهندا. جاڪاڻ جو سڀني يونٽن جي ڊيگهه هڪ جيتري نه آهي انهيءَ ڪري ڪي يونٽ

هفتي کان ٻه اڳ ۾ ختم ڪري سگهجن ٿا.

**(2) مطالعاتي مرڪز.**

ملڪ جي مختلف هنڌن تي يونيورسٽي جا مطالعاتي مرڪز ڪم ڪري رهيا آهن. انهن مرڪزن ۾ هڪ خاص پروگرام مطابق مهيني ۾ ٻه ٽيرا ڪلاس ٿين ٿا. اوهان انهن ۾ شريڪ ٿي پنهنجي مشڪلاتن ۾ استاد کان مدد وٺي سگهو ٿا. ان سان گڏ ساڳيو ڪورس پڙهندڙ شاگردن سان ملاقات به ڪري سگهو ٿا ۽ صلاح مشورو به ڪري سگهو ٿا.

## امتحان

اوپن يونيورسٽي جي تعليمي نظام مطابق امتحان ٻن حصن ۾ ورتو ويندو آهي:

(1) امتحاني مشقون (2) آخري امتحان

**(1) امتحاني مشقون:**

هن ڪورس جي دوران شاگرد مقرر تاريخ تائين چار امتحاني مشقون حل ڪري مطالعاتي مرڪز ۾ استاد جي حوالي ڪن يا ٽپال رستي موڪلي ڏين.

استاد جي راءِ مان اوهان کي پنهنجي ڪارڪردگي جي خبر پوندي. اهڙي طرح اوهان پنهنجي تعليمي حالت بهتر بڻائي سگهندا.

اوهان پنهنجون امتحاني مشقون مقرر تاريخن تائين جيڪي امتحاني شيڊول ۾ درج آهن پنهنجي استادن کي موڪليندا.

**(2) آخري امتحان:**

ڪورس پوري ڪرڻ تي اوهان آخري امتحان ۾ شريڪ ٿيندا. امتحاني مرڪز ۽ پروگرام جو اطلاع اوهان کي مناسب وقت تي ڏنو ويندو.

ڪورس ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ امتحاني مشقن ۽ آخري امتحان ٻنهي ۾ جدا جدا پاس ٿيڻ ضروري آهي. اميد ته اوهان هن ڪورس مان پورو پورو فائدو حاصل ڪندا. پنهنجي مشڪلاتن ۾ مطالعاتي مرڪز جي استاد کان رهنمائي حاصل ڪندا. ان هوندي به جيڪڏهن ڪا ڏکيائي ٿئي ته اوهان شعبي سان رابطو قائم ڪريو. هيءُ ڪورس اوهان لاءِ لکيو ويو آهي. ان کي بهتر بڻائڻ لاءِ پنهنجون تجويزون اسان کي ضرور موڪليو.

**حاڪم علي برڙو**

**رابطه ڪار**

# يونٽ جو تعارف

**شاگرد ساٿيو!**

سنڌي نصاب (لازمي) جو هيءُ پهريون يونٽ اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن يونٽ ۾ ٻه سبق توهان کي پڙهڻا آهن. پهرئين سبق جو عنوان "قومي جذبو ۽ قومي اخلاق" آهي. ٻيو سبق "پاڪستاني قوميت جو مقصد" جي سري سان شامل ڪيل آهي. هن يونٽ جي پڙهڻ کانپوءِ اوهين انهيءَ لائق ٿيندا جو:

## يونٽ جو مقصد

(1) قومي جذبي جي اهميت ۽ قومي اخلاق کي سمجهي ۽ ان تي عمل ڪري سگهندا.

(2) قومي جذبي ۽ قومي اخلاق بابت اظهار ڪري سگهندا.

(3) قومي جذبي ۽ قومي اخلاق جي اجتماعي اهميت کي محسوس ڪري سگهندا.

(4) پاڪستان حاصل ڪرڻ واري مقصد کان باخبر ٿي سگهندا.

(5) قوميت ۽ خاص ڪري پاڪستاني قوميت کي سمجهي سگهندا.

(6) پاڪستان کي حاصل ڪرڻ واري جدوجهد کان واقف ٿي سگهندا.

# فهرست

# 1. قومي جذبو ۽ قومي اخلاق

## 1.1 ليکڪ جو تعارف

هيٺ ڏنل مضمون مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي ڪتاب "ڪمال ۽ زوال" تان ورتو ويو آهي. ان مضمون ۾ حڪيم صاحب، قومن جي ترقي ۽ تنزلي جا سبب، هڪ تاريخي ڪتاب "مقدمہ ابن خلدون" تان ترجمو ڪري لکيا آهن.

حڪيم صاحب جي پيدائش چوڏهين صدي هجريءَ جي آغاز ۾ سيوهڻ ۾ ٿي. سيوهڻ ۾ پيدا ٿيڻ ۽ اتي ئي رهڻ ڪهڻ سبب ڪيس سيوهاڻي ڪري سڏين ٿا. وفات ڊسمبر 1942ع ۾ ٿي. پاڻ، سنڌي زبان ۾ نثر ۽ نظم ۾ وڏو ادبي ذخيرو ڏيئي، ادبي تاريخ ۾ اهم جاءِ والاري ڇڏي اٿائون.

سندن اهم ڪتابن جا نالا هن ريت آهن.

(1) ميرن جي صاحبي.

(2) ابوالفضل ۽ فيضي.

(3) نورالايمان.

(4) حيات النبي.

(5) بهار اخلاق.

(6) آفتاب ادب.

## 1.2 مضمون جو خلاصو

"قومي جذبو ۽ قومي اخلاق" جي سري واري هن مضمون ۾ مصنف سمجهايو آهي ته سڄي دنيا ۾ مشڪل سان ڪو اهڙو ماڻهو ملندو. جنهن ۾ پنهنجي قوم لاءِ عزت ۽ قوميت لاءِ جوش نه هجي. ڇاڪاڻ ته اهو جوش ۽ جذبو. جيڪو مٽي ماڻٽيءَ يا گهٽين قومن جي بڌي ۽ ايڪي مان فطري طور ڦٽي ٿو ۽ هر ڪنهن فرد جي پيدا ٿيڻ سان گڏ پيدا ٿئي ٿو. اهو جذبو اهڙي طرح ڏسي سگهجي ٿو. جڏهن ڪنهن شخص جو ڪو عزيز يا مِٽ مائٽ ڪنهن مشڪل يا مصيبت ۾ وڪوڙيل هوندو ته اهو خودبخود ان جي مدد لاءِ اچي رسندو ۽ پنهنجي ان عزيز قريب کي ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ سواءِ ڪنهن نفعي نقصان واري سوچ جي، ٻي ڏڙڪ اچي ان جي واهر ٿيندو.

جيترو اها مٽي مائٽي ويجهي هوندي، اوترو اهو جذبو به گهرو ۽ جذبي جي ڪري لوڇ ۾ واڌارو نظر ايندو. اهڙيءَ طرح مٽي ماڻٽيءَ کان مٽي ٿي جڏهن اهو جذبو هڪ قوم جي. ٻيءَ قوم سان همدردي ۽ خيرخواهيءَ ۾ مٽجڻ لڳي ٿو. تڏهن اها قوم پنهنجي همدرد قوم کي مشڪلات ۽ تڪليف ۾ ڏسي ۽ سهي نٿي سگهي

ميٺ محبت ۽ هڪ ٻئي لاءِ همدرديءَ وارو اهو جذبو ڪيترين قومن ۾ ته پڪو ۽ پختو پيدا ٿئي ٿو. جو اهي الڳ قومون نه. پر مٽن مائٽن جو ڪو وڏو ڪيڙ پيو ڀانئبو. جيڪو ڪنهن به اوکي وقت ۾ اچيو هڪ ٻئي جو ڀرجهلو ٿئجي. جڏهن به ڪن قومن ۾ اهو جذبو جاڳيو. تڏهن انهن جو آئيندو روشن رهندو ۽ سدائين فتح ۽ ڪامراني نصيب ٿيندي اٿن. اهي ئي قومون اڳتي وڌي اهڙين ٻين قومن مٿان حاڪم ٿئجنديون آهن، جن مان قومي جوش ۽ قوميت وارو جذبو عيش ۽ آرام ۾ مٽجي يا گهٽجي ويندو آهي.

مصنف. هن مختصر مضمون ۾ انهن سمورن انفرادي توڙي اجتماعي نقصانن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي قومي جذبي جي گهٽجڻ ۽ قومي اخلاق ۽ ڪمي يا ڪوتاهي اچڻ سبب قومن کي اڳيان ايندا آهن. ان سان گڏوگڏ مضمون جي ليکڪ قومي جوش ۽ جذبي کي نه رڳو برقرار رکڻ، پر ان ۾ اڃا به پختگي ۽ مضبوطي آڻڻ لاءِ ڪجهه هدايتون به ڏنيون آهن.

## 1.3 مضمون جو متن

قوميت ۽ قومي جوش انسانن لاءِ قدرتي ۽ بيحد ضروري آهي، جو يا تہ مٽي ماٽيءَ مان پيدا ٿيندو آهي يا گهڻين قومن جي هڏي ۽ محبت مان.

اهڙو نرالو يا نڪ ٻرجو انسان ڪو مشڪل سان ملندو، جنهن کي مٽي ماٽيءَ ۽ قرب قرابت جو جذبو هوندو، ڇو تہ اهو جذبو انسان جي پيدائشي خاصيت آهي. انهيءَ قدرتي جذبي جي ڪري، پنهنجي ڪنهن عزيز ۽ مائٽ کي ظلم ۽ مصيبت، عذاب ۽ عقوبت ۾ ڏسي، بي اختيار انسانن جو رت جوش ۾ اچي ويندو آهي ۽ غيرت ۽ مائٽي جو جذبو اندر مان اُڀامڻ کانسواءِ نہ رهندو آهي. جڏهن ڪوڙو انسان پنهنجي ڪنهن عزيز کي بيڪس ۽ بيوس، ستايل ۽ مظلوم ڏسندو آهي ۽ ڏسندو آهي تہ هن تي بيجا ۽ بيواجبي، ظلم ۽ عذاب ٿي رهيا آهن، تہ قدرتي طرح هن جي دل کي ڌڪ ايندو ۽ ساهہ کي صدمو پهچندو آهي، جنهن ڪري هن مظلوم مائٽ کي بچائڻ لاءِ، مصيبت جي منجهہ ۾ ٽپي پوندو آهي سر ۽ ساهہ جو سانگو ڪو نہ ڪندو آهي.

ايترو تہ سپ ڪنهن عزيز کي جذبو جاڳندو، جو پنهنجي مظلوم عزيز کي عذاب ۽ عقوبت ۾ ڦاٿل ڏسي، بي اختيار دل ۾ ڪڙهندو ۽ خواهش ڪندو تہ هاءِ! جو هيءَ منهنجو عزيز هن مصيبت ۾ مبتلا آهي. هاءِ ! ڪنهن بہ طرح شل قادر ڪريم هن مصيبت کان هن کي ڇڏائي.

پر جيڪڏهن ويجهي مائٽي آهي ۽ ٻنهي جو رت هڪڙو ٿي آهي تہ پوءِ پنهنجي مظلوم ڀاءُ کي بچائڻ وارو جذبو گهڻي جوش سان جاڳڻ لڳندو ۽ رت وڏيڪ ٿهڪندو. اهڙيءَ طرح گهڻين قومن يا گهڻن فرقن جي هڪٻئي سان هڏي، محبت ۽ حال ڀائي ٿي رهڻ سان بہ ساڳئي قسم جو جذبو پيدا ٿئي ٿو ۽ هڪٻئي سان همدردي ۽ خير خواهي وڏي وجهي ماٽي ماٽيءَ جهڙي ٿئي ٿي. انهيءَ صورت ۾ هڪ قوم کي مصيبت ۽

تڪليف، ظلم ۽ زبردستي هيٺ نپوڙيو ڏسي، بي اختيار ٻي قوم جوش ۾ اچي ٿي ۽ منجهس همدردي جو جذبو جاڳي ٿو. پوءِ هڪڙي قوم پنهنجي ٻي قوم کي ظلمن هيٺ رهندو ڏسي، ڪڏهن ڪين سهندي ۽ ضرور هن جي مدد ۽ بچاءُ ڪندي. يعني پوءِ سڀئي اهڙيون قومون گڏجي، جڻ هڪڙي قوم ٿيو پون ۽ انهن گڏيل قومن جي گلدستي ۾ اها ئي ماٺناڻي ۽ عزيزاڻي خوشبو پيدا ٿي و ٻي ٿي ۽ انهن گڏيل قومن واري قوم ۾ به ساڳيو جذبو ۽ جوش موجود رهي ٿو، جهڙو هڪڙيءَ قوم ۾.

قوميت ۽ قومي جذبي واريءَ قوم تي ڪو ڏاريو حڪومت ڪري نه سگهندو. ابن خلدون انهيءَ بابت هڪ وڏو بيان لکيو آهي، جنهن منجهان وٺندڙ نڪتو ۽ حاصل مطلب هيءُ آهي ته "قوميت ۽ قومي جذبو قومن لاءِ هڪ وڏي عزت ۽ انهن جي بچاءُ لاءِ هڪ محڪم قلعو آهي جنهن قوم ۾ قوميت ۽ قومي جذبو قوي موجود آهي، اها ئي قوم ٻين تي حڪم هلائي به سگهندي. انهيءَ تي ٻي ڏاري قوم ڪڏهن به حڪم هلائي نه سگهندي. البت، جيڪڏهن قوميت ناس ٿي وڃي ، قومي جوش ۽ جذبو سنا ٿي پيا گهٽجي ويو ته پوءِ اها قوم ضرور ٻيءَ غالب قوم جي حڪم هيٺ رهندي. انهي ڪري لازم آهي ته قوميت ۽ قومي جذبي کي ناس ٿيڻ کان بچائجي ۽ پاڻ قوميت کي مضبوط رکجي ته ڏاري قوم جي حڪومت هيٺ گذارڻ ۽ غلامي کان پاڻ بچائي سگهجي".

جڏهن ڪا قوم، ٻيءَ قوم جي حڪومت هيٺ رهي، عيش ۽ آرام سان گذارڻ لڳي ٿي ۽ ملڪي معاملن ۾ دخل ڇڏي ڏئي ٿي، فقط نڪن ڪمائڻ کي لڳي وڃي ٿي، ماڻهو ڏن ۽ دولت، مال ۽ مايا جي زور تي وڏيون محلاتون ۽ عمارتون ٺهرائڻ لڳن ٿا ۽ فقط ڏنڌن کي وڌائڻ ۾ جنبي وڃن ٿا تڏهن انهيءَ حال ۾ رهڻ مان نتيجو اهو ٿو نڪري، جو هنن مان اها قوميت ۽ قومي جذبو، جنهن سان هو پنهنجا حق گهري سگهن ۽ اها جرئت ۽ بهادري، جنهن سان هو پاڻ کي ۽ پنهنجن حقن کي بچائي سگهن، سڀ ڪجهه فنا ٿيو وڃي. هو فقط ناهه نوهه ۽ ناز نخري سان گذارڻ جا عادي ٿيو وڃن. حڪومت پاران جيڪا هنن کي هڙٻهلڻ پوي

تنهن کي نعمت ۽ غنيمت سمجهڻ لڳن ٿا ۽ ملڪ جي هلائڻ چلائڻ جي سڄي واڳ ڌارين غالب قوم، يعني حڪومت جي حوالي ڪري ڇڏين. اهڙيءَ حالت ۽ وقت ۾ جيڪو اولاد ڄمي ٿو، سو آرام ۽ ناز سان پلجڻ ۽ پنهنجن وڏن جي غلامي کي ڏسڻ سببان، بلڪل بزدل رهي ٿو. نه منجهس ڪا غيرت ۽ جذبو ۽ نه منجهس جرئت ۽ جوش موجود رهي ٿو. قوميت جي انگ ۽ ننگ مان نڪتل ۽ غلاميءَ جي رنگ ۾ رتل رهي ٿو. ٿيندي ٿيندي، هڪ ٻن پيڙهين کانپوءِ ته اهڙي قوم جا مرد زالن جهڙا ۽ زالون جنازن جهڙيون ٿي پون. نه انهيءَ ملڪ جي قوم جو اهو نشان رهي ٿو ۽ نه جرئت. پوءِ حال هيءُ ٿو وڃي ٿئي، جو حڪومت جو موچڙو ۽ قوم جو مٿو! نه اهڙي آرام طلب ۽ عياش قوم ظلم کان پاڻ بچائي سگهي ٿي ۽ نه منجهس اهڙي ڪا طاقت ئي رهي ٿي. اهڙيءَ عياش قوم ظاهري اگرچه ڏسڻ ۾ جيئري هجي ٿي. پر حقيقت ۾ هو صفا مئل سمجهڻ گهرجي.

انهيءَ ڪري لازم آهي ته اهڙن عيشن ۽ آرامن، سُکن سهنجن کي صفا ترڪ ڪرڻ گهرجي، جن سان انسان بلڪل بيڪار ۽ ردي ٿيو پوي ۽ جيئري هوندي مئل گذاري ٿو. جو ته عيش عشرت قومي جذبي لاءِ اهو قاتل زهر آهي. جيڪو انسانن کي پنهنجي انساني ۽ قومي حقن کان ته بلڪل غافل ڪري ڇڏي، بلڪه ان جي ڪري روحانيت مريو فنا ٿيو وڃي ۽ اندر ۾ روشني ۽ نور بدران ظلمات ۽ انڌوڪار اچيو وڃي جنهن ڪري ڪين سدائين ذليل ۽ هٿين ٻڌو ٻانهو ٿي گذارڻو پوي ٿو.

دنيا جي ڪاروبار کي انتظام سان هلائڻ ۽ دنيا تي حڪومت ڪرڻ انسان لاءِ ضروري آهي ۽ نيڪ عادتون ۽ چڱا اخلاق پڻ انسانيت جي نشاني آهن. جيڪڏهن ڪنهن انسان ۾ نيڪ اخلاق کان بد اخلاق وڌيڪ هوندا ته هو انسان نه چئبو! هن کي وحشي ۽ حيوان سڏبو ۽ سمجهبو. انسان، انسانيت جي ڪري هميشه نيڪ عادتن ڏي لاڙو ڪندڙ ۽ چڱن اخلاقن کي وڻندڙ آهي، انهي ڪري حڪومت هلائڻ لاءِ انساني خاصيت موجب لازم آهي ته انسان نيڪ اخلاق وارو هجي ۽ حڪومت هلائڻ ۽ دنيا جي انتظام رکڻ ۾ عدل ۽ انصاف،

نيڪي ۽ انسانيت جو لحاظ رکي. انسانيت ۽ قوميت حڪومت جا ٿنڀ آهن ۽ نيڪ اخلاق انهن جون ٿاريون، جي ڳُڻي انساني شرافت جي وڻندڙ وڻ کي سرسبز ۽ آباد ڪن ٿا. جيڪڏهن ڪنهن حاڪم ۾ اخلاق نيڪ نه هوندو ته هو هڪ اهڙو انسان چئبو، جنهن جي ڌڙ آهي، پر هٿ پير نه آهن. يا هيئن چئجي ته هو هڪ اڻ وڻندڙ وڻ جي مثال آهي. جنهن جي ٿڙ جو سند ته آهي، پر ٿاريون ڪينهن. هاڻ ڏسڻ گهرجي ته جڏهن ڪنهن قوميت واري شريف خاندان ۾ به نيڪ اخلاق هوندا ئي ڪينهن ته هو به ناقص ۽ نالائق خاندان سڏبو آهي. ته پوءِ ڀلا حڪومت هلائيندڙ ۾ چڱن اخلاقن ۽ نيڪ عادتن جو نه هجڻ ان جي نالائقيءَ جي نشاني ٿي نٿي سگهي ڇا؟ پڪ سمجهڻ گهرجي ته جنهن قوم ۾ نيڪ اخلاق نه هوندا اها قوم حڪومت هلائڻ جي حقدار ٿي نه چئبي.

حڪومت هلائڻ ۽ دنيا جو انتظام رکڻ آهي ئي الله جي مخلوق جي خدمت ڪرڻ جو ذمو کڻڻ ۽ خلافت الاهيءَ جا فرض بجا آڻڻ. ان لاءِ ته الله جي ٻانهن ۾ الله جا موڪليل ڪم جاري رهن. مطلب ته قوم ۾، قوميت ۽ قومي جذبي سان نيڪ عادت ۽ چڱن اخلاقن جو هجڻ انهيءَ کي حڪومت ڪرڻ جي لائق بڻائي ٿو. الله پاڪ جنهن قوم کي حڪومت ڏيڻ گهري ٿو، ته پهرين انهيءَ جي عادتن ۽ لڇڻن کي سڌاري سنواري ٿو ۽ منجهس ڳڻ ۽ موچاريون صفتون پيدا ڪري ٿو، ان کي انسانيت جي اوج تي پهچائي ٿو' پر جنهن قوم کان قادر مطلق حڪومت جي واڳ کسڻ گهري ٿو ته انهيءَ قوم جي راجداريءَ جي اخلاقي حالت خراب ٿئي ٿي ۽ اها بڇڙائين ۾ ڦاهي پوي ٿي. آخر انهيءَ نالائق قوم جي هٿان حڪومت جي واڳ نڪري، ٻين لائقن جي هٿن ۾ وڃي ٿي. تان ته دنيا کي صاف معلوم ٿئي ته انهي قومن جي ڪُڌن ڪمن ۽ ڪنن ڪرتوتن کان ناراض ٿي، قادر قهار پنهنجي برڪت جو پاڇو ۽ پنهنجي مهرباني جي ڇانو، هنن جي مٿان هٽائي ڇڏي

گذريل قومن ۽ اُمتن جي تاريخ تي نظر ڪبي، ته اهو ئي خدائي قانون ڦرندڙ ۽ هلندڙ ڏسبو. ڄاڻڻ گهرجي ته ڪنهن قوم جي اقبال ۽ عزت جو وقت ويجهو اچي ٿو ۽ الله

تعالىٰ انهيءَ قوم جي هٿن ۾ حڪومت ڏيڻ گهري ٿو، تہ انهي قوم ۾ قدرتي طرح نيڪ صفتون پيدا ٿيڻ لڳن ٿيون ۽ انهيءَ قوم جو هر هڪ شخص شريفن ۽ عزت وارن جي پوري عزت ۽ احترام ڪري ٿو، عالم ۽ صالحن کي تعظيم ڏيئي ٿو، مسافرن ۽ واپارين سان چڱي هلت ڪري ٿو. جنهن قوم ۾ قومي جذبو موجود هجي ۽ اها قوم شان ۽ عزت واري هجي، تنهن قوم جي ماڻهن کي عزت ڏيڻ ۽ انهن سان چڱو ٿي هلڻ ڪا وڏي ڳالهہ ڪانهي جو تہ اها تعظيم پوليٽيڪل يعني سياسي فرض آهي البت ضعيف قوم جي ماڻهن کي بنا ڪنهن غرض جي مان ڏيڻ، خاص اخلاقي فضيلت مندي جي ڪري، ڪماليت جي نشاني آهي. اهڙيءَ طرح عدل ۽ انصاف بہ سڀ ڪنهن شخص جي مان مرتبي جي حفاظت ڪري ٿو. جڏهن اهڙيون فضيلتون ۽ خاصيتون، ڪنهن جذبي واريءَ قوم ۾ پيدا ٿينديون ڏسو، تڏهن يقين ڄاڻو تہ اها قوم جلدي ملڪي انتظام هلائڻ واري ٿيندي جو تہ اهوئي قانون آهي.

## 1.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| جهپو اچڻ | روح کي ڇڪ اچڻ |
| مبتلا | ڦاٿل، وڪوڙيل |
| بي واجبي | ناجائزي، ناانصافي |
| سانگو | پرواهه، اونو |
| محڪم | پڪو، پختو |
| ناس ٿيڻ | فنا ٿيڻ، ختم ٿيڻ |
| عادي | هيراڪ |
| قربت | ويجهڙائي |
| خيرخواهي | ڀلائي، چڱائي |
| ترڪ ڪرڻ | ڇڏي ڏيڻ، رد ڪرڻ |
| سهنجو | سولو، آسان |
| ڪمال | ترقيءَ جي آخري حد، چوٽي، عروج |
| زوال | ڪمال جو ضد |
| مظلوم | جنهن تي ظلم ٿئي، بي ڏوهي |
| ظالم | ظلم ڪندڙ، جابر |

# 1.5 خود آزمائشي نمبر 1

## سوال نمبر (1)

هيٺ لکيل سوالن جا مختصر جواب ڏيو.

(1) قومن جي ترقي يا تنزل جا سبب ڪهڙي تاريخي ڪتاب تان ورتا ويا آهن؟

(2) ليکڪ جي ڪن به پنجن مشهور ڪتابن جا نالا ٻڌايو.

(3) قومن جي مٿان تباهي ڪڏهن ايندي آهي؟

(4) ڪهڙي قوم، ٻين قومن مٿان حڪمراني ڪندي آهي؟

(5) قومي جذبي وارو مضمون، ليکڪ جي ڪهڙي ڪتاب تان ورتل آهي؟

## سوال نمبر (2)

هيٺ لکيل جملا غلط آهن يا درست؟

(1) اهڙن ماڻهن تي هر هڪ کي ناز رهي ٿو، جن ۾ قوم لاءِ عزت ۽ قوميت لاءِ احترام ناهي.

(2) هڪ ٻه شخص، ڪنهن مٺ ماڻٺ جي مدد لاءِ ان وقت اچي ٿو، جڏهن ان کي ٻڪاريو وڃي ٿو.

(3) جيترو منڍي ماڻٺي پري هوندي، اوتري لوچ ۽ تڙپ وڌيڪ هوندي.

(4) اهي ئي قومون فتح ۽ ڪامراني حاصل ڪن ٿيون، جن ۾ هڪٻئي جي لاءِ ميٺ محبت ۽ همدرديءَ وارو جذبو پڪو ۽ پختو آهي.

(5) هڪ انسان ٻئي انسان کي مصيبت ۾ مبتلا ڏسي جوش ۾ اچي ٿو ۽ منجهس همدردي جو جذبو جاڳي ٿو.

# 2. پاڪستاني قوميت جو مقصد

### 2.1 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون پاڪستان جي پهرين وزيراعظم لياقت علي خان جي هڪ تقرير جو ترجمو آهي. هن تقرير جو ترجمو علي نواز جتوئي ڪيو آهي. لياقت علي خان آڪٽوبر 1895ع ۾ پنجاب جي شهر ڪرنال ۾ ڄائو هو. سندس اصل نسل، نوشيروان عادل بادشاهه سان وڃي ملي ٿو.

هن 1919ع ۾ علي ڳڙهه مان بي اي پاس ڪئي ۽ 1922ع ۾ بئريسٽر بڻيو. 1926ع ۾ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو ۽ 1940ع ۾ ڊپٽي ليڊر ۽ حي مرڪزي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. آگسٽ 1947ع ۾ پاڪستان جو پايو پيو ته کيس ان جو پهريون وزيراعظم بڻايو ويو.

سياست ۾ هيءُ صاحب، قائداعظم محمد علي جناح جو ساڄو هٿ سمجهيو ويندو هو. 16 آڪٽوبر 1951ع تي راولپنڊي ۾ عام جلسي کي خطاب ڪندي کيس ڳولي هڻي شهيد ڪيو ويو

## 2.2 مضمون جو خلاصو

شهيد لياقت علي خان ڪليل لفظن ۾ پاڪستان قائم ٿيڻ جو سبب ٻڌائيندي چيو آهي ته مسلمانن ۷۰ سال ملڪ جي گهران لاءِ ڪا نه ڪئي وتي هئي ته ملڪي دولت ۽ ملڪي ترقي وارن ذريعن تي رڳو ٿورڙن ماڻهن جو قبضو هجي ۽ عوام ظلم جي چڪي ۾ هميشه مصيبت ۾ ماريو رهي. هن چيو ته ملڪ لاءِ سرشتو اهڙو هجڻ کپي، جنهن ۾ عام ماڻهو بک ۽ غريبيءَ جي زندگي گذارڻ جي بجاءِ، هر هڪ کي برابريءَ جي بنياد تي جيئڻ جو حق هجڻ گهرجي. ان ڪانسواءِ عدل ۽ انصاف به هر ڪنهن لاءِ هڪ جهڙو هجي ته جيئن ڪير به ڪنهن جا حق لتاڙي ۽ ڦري نه سگهي.

سياسي سرشتي بابت هن جيڪا تقرير ڪئي، تنهن جو خلاصو هيءُ ٿو ٿئي ته اهو نظام ماڻهن جي مرضيءَ مطابق هجي ۽ ڪنهن به عهدي ۽ رتبي کي اهڙي اجازت نه هجي، جو ڪنهن شهريءَ جي آزاديءَ ۾ رڪاوٽ بڻجي. اها آزادي جتي سياسي حق جي هجي، اتي سماجي پابندين کان به آجي هجي ته مذهبي فرضن جي بجا آوري ۽ ثقافتي رسمن جي پوراڻيءَ کان ڪير به ڪنهن کي روڪڻ وارو نه هجي

هيءُ مدبر چاهي ٿو ته اهو سڀ ڪجهه ان وقت حاصل ٿي سگهندو، جنهن وقت پاڪستان جا سهڻي شهري، پنهنجا ويچا وساري، پاڻ ۾ ٻڌي ۽ ايڪو قائم ڪندا ۽ نفرت جي جاءِ تي محبت کي پنهنجو ڪندا. هر هڪ شخص اخلاق جو مجسمو ٿيندو. جنهن جو اجتماعي اولڙو پوري پاڪستان جي اخلاق مان جرڪڻ لڳندو. تقرير ڪندڙ انهن سمورين ڳالهين جي اوٽ مان هڪ اهڙو پاڪستان جرڪندو ڏسي ٿو. جنهن کي سهڻي شهري پنهنجو سڏڻ ۾ فخر محسوس ڪندا.

## 2.3 مضمون جو متن

اسان پاڪستان جو مطالبو ڇو ڪيو هو؟ ڇا اهو مطالبو انهيءَ لاءِ ڪيو سين تہ چند افراد، دولت، اقتدار ۽ اختيار حاصل ڪن؟ يا هڪ گروهہ ٻين تي غلبو حاصل ڪري، سمورا فائدا حاصل ڪري؟ يا عام ماڻهن جي زندگي هميشہ لاءِ مفلسي ۽ بک ۾ بسر ٿئي ۽ مهد کان لحد تائين ناڪامي ۽ نامراديءَ جو شڪار ٿين؟ جيڪڏهن ائين آهي تہ اسان بيڪار قربانيون ڏنيون، ليڪن ائين نہ آهي.

يونيورسٽين ۽ ڪاليجن مان نڪرڻ کانپوءِ ڏکڻ ايشيا جا شاگرد انهيءَ دور ۾ داخل ٿيندا هئا، جنهن ۾ سياسي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندا هئا ۽ اهڙن سخت اندروني جهڳڙن سان سندن واسطو پوندو هو، جي مختلف تهذيبن جي ٽڪر سببان لازمي طرح وجود ۾ ايندا هئا. هيءُ اندروني اختلاف ۽ جهڳڙا نہ صرف آزادي جي راهہ ۾ رڪاوٽ هئا، بلڪ هيءُ خطرو بہ پيدا ٿي چڪو هو تہ جڏهن بہ آزادي ملندي، تڏهن تلخ نتيجا نڪرندا، ڇو تہ آزاديءَ جو اصل مفهوم هيءُ آهي تہ پنهنجي مرضيءَ پٽاندر رهڻي ڪهڻي اختيار ڪجي ۽ غور و فڪر جي آزادي هجي، ثقافتي ۽ اقتصادي آزادي کانسواءِ صرف سياسي آزادي بي معنيٰ آهي.

انهيءَ ثقافتي آزادي حاصل ڪرڻ خاطر هن ملڪ جي مسلمانن، پنهنجي سياسي تحريڪ جو نصب العين "پاڪستان" کي قرار ڏنو. سندن نظر ۾ پاڪستان جي حيثيت هڪ تخيل، هڪ مذهب ۽ هڪ سهڻي زندگيءَ جي برابر هئي. اسان پاڪستان وٺڻ جي ڪوشش ان لاءِ ڪئي تہ اسان لاءِ هڪ اهڙو قومي وطن هجي، جنهن کي اسان "پنهنجو" چئي سگهون ۽ جنهن ۾ رهي اسان پنهنجون تقديرون پاڻ ٺاهي سگهون ۽ پنهنجي قسمت جو فيصلو پاڻ ڪري سگهون، جنهن ۾ اسان کي پنهنجي مذهب جي پيروي ڪرڻ جي پوري پوري آزادي هجي ۽ پنهنجون روايتون قائم ڪري سگهون. رڳو اهڙيءَ طرح اسين هڪ قوم جي حيثيت ۾ پنهنجي صلاحيتن کان واقف ٿي سگهنداسون.

پاڪستان هن ڪري ب وجود ۾ آيو، جو اسان هڪ اهڙو سماجي نظام قائم ڪرڻ ٿي چاهيو، جو انصاف، مساوات ۽ انساني اخوت تي قائم هجي. يعني هڪ اهڙو سماجي نظام، جنهن ۾ اندروني جهڳڙا نه هجن. هر هڪ شخص کي پنهنجي محنت جو پورو پورو اجرو ملي، ٻين جي محنت تي مزي ماڻڻ وارا مفت خور نه هجن ۽ خدا خواهندي، ٻنهي جي نظر ۾ مقبول هجي.

اسان جي سالن جي جدوجهد ان ڪري ڪامياب ٿي، جو اسان جي قوم جو متحد عزم ڪارفرما هو ۽ ان جي پٺيان اسان جون گڏيل قربانيون هيون. هاڻي جڏهن اسان جو سياسي نصب العين مقرر ٿي چڪو آهي، تڏهن اسان جو فرض آهي ته انهيءَ تخيل کي عملي جامو پهرايون، جنهن جو خواب اسين ورهين کان وٺي ڏسي رهيا هئاسون. انهيءَ تخيل جو اسلامي نالو معاشرت يا سماج آهي. پر سوال هيءُ آهي ته اسلامي سماج جنجي چاکي ٿو؟ هي زندگيءَ جي انهيءَ ڍنگ جو نالو آهي، جنهن ۾ هڪ طرف خدا تعالى تي ايمان هجي ۽ ٻئي طرف هيءُ تسليم ڪيو وڃي ته تمدن جو بنياد عدل ۽ مساوات تي هجي. انساني معاملن ۾ عقل ۽ عرفان جو حڪم هجي ۽ روحاني ترقيءَ جو بنياد سيڪو ڪاريءَ تي هجي. هيءُ اهڙو سماج آهي، جنهن ۾ سدائين نفس جي پاڪائي، جسماني صفائي ۽ سماجي سڌاري جو امڪان آهي ۽ جنهن ۾ تمام وڏيڪ ماديت ۽ تمام وڏيڪ روحانيت جون خرابيون ڪونهن.

هيءُ آهن اسان جون روايتون ۽ اسان جي بزرگن جو ورثو، جنهن کان اسان جي موجوده تاريخ اسان کي الڳ ڪري ڇڏيو آهي. اسان جي سياسي غلامي، روحاني لحاظ کان اسان کي غلام بنائڻ واري هئي، پر افڪار جو موت مشڪل سان ٿيندو آهي. هيءَ ڳالهه چڱيءَ طرح ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته اسان هڪ نئين زندگي شروع ڪري رهيا آهيون، جنهن ۾ اسان کي ڪيتري خرابيون نمودار ٿينديون نظر اينديون، مثلاً: صدين جي غلاميءَ، ڪاهليءَ، لالچ ۽ خودغرضيءَ کي جنم ڏنو. بزدليءَ، بيرحميءَ، جهالت ۽ بي انصافيءَ به پنهنجا مٿا کڻڻ شروع ڪري ڏنا آهن. پر اسان کي بزدل ٿيڻ نه گهرجي. اهي ماضيءَ وارن

مرضن جا نتيجا آهن. جي جلد ئي ختم ٿي ويندا. اسان کي گهرجي ته صبر ڇڏي نه ڏيون ۽ نااميد نه ٿيون، ڇو ته جنهن زندگي ۾ اوهان داخل ٿي رهيا آهيو، تنهن ۾ روشن مستقبل جا آثار ظاهر آهن.

اوهان پنهنجي من جي مرادن پٽاندر پنهنجي دنيا نئين سر جوڙي سگهو ٿا، هاڻي غلاميءَ جي لعنت دور ٿي چڪي آهي، پاڪستان جي صاف صفحي تي توهان نوان نقش چٽي سگهو ٿا، پر انهن جي تڪميل لاءِ، اوهان کي ڪافي محنت ڪرڻي پوندي. بيمار دنيا کي همت ۽ اميد جو پيغام پهچائي سگهو ٿا. جنگ ۽ خون جي عالمگير بيماريءَ جي دوا، انساني اخوت ۽ سماجي ڀائپيءَ ۾ رکيل آهي، جي اسلام جا اصول آهن. اوهان جو ڪم هي آهي ته انهن اصولن کي عملي جامو پهرائي پيش ڪريو.

اوهان جي پيو به نيڪ ڪم ڪرڻو آهي، جن مائٽن پڙهڻ پڙهائڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيو آهي، تن کي آءٌ مبارڪباد ڏيان ٿو. اهي ئي شخص قوم جي مستقبل جا معمار آهن ڇو ته آئينده جي اديبن، شاعرن، ججن، سائنسدانن، فنڪارن، انجنيئرن، آفيسرن ۽ سپاهين جي دماغن ۽ سيرتن جا ٺاهيندڙ آهن. اڄ جو نوجوان شاگرد سڀاڻي جو شهري شخص ٿيڻ وارو آهي، تنهن ڪري استادن تي وڏي ذميواري عائد ٿئي ٿي. اسان جي روايتي زندگي ۾ هيءَ ڳالهه داخل آهي ته عالمن، فاضلن، مفڪرن ۽ معلمن جي عزت ڪئي وڃي. اسان جي تازي گذريل دور ۾ ائين نه هو. اسان جا اسڪول ۽ يونيورسٽيون انهن خصوصيتن کان خالي هيون جي هڪ آزاد قوم جي علمي ادارن ۾ هئڻ گهرجن.

نتيجو سو نڪتو، جو اسان جا استاد خواه شاگرد سالم ذهنيت کان اڪثر ڪورا هئا. اميد آهي ته مستقبل ۾ اسان جا علمي ادارا پنهنجا فرض پوريءَ طرح پورا ڪندا، جيئن اسان جو مستقبل شاندار ٿئي.

## 2.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| نصب العين | بنيادي مقصد |
| مدبر | تدبر وارو |
| مساوات | برابري |
| مهد کان لحد تائين | پينگهي کان قبر تائين |
| مفلسي | غربت |
| نامرادي | مايوسي، يا مراد جو حاصل نه ٿيڻ |
| اُخوت | ڀائپي |
| معمار | جوڙيندڙ، اڏيندڙ |
| گروهه | ٽولو يا چند ماڻهن جو مجموعو |
| غلبو | حاوي ٿي وڃڻ، حملو |
| بي معنيٰ | بي مقصد |
| پيروي | نقش قدم تي هلڻ |
| عزم | ارادو، پختو ارادو |
| ڍنگ | طريقو يا انداز |
| نمودار | ظاهر ٿيڻ، پڌرو ٿيڻ |
| آثار | نشان |

# 2.5 خود آزمائشي نمبر 2

### سوال نمبر (1)

**هيٺ لکيل سوالن جا مختصر جواب ڏيو.**

(1) لياقت علي خان کي ڪڏهن شهيد ڪيو ويو؟

(2) سياست ۾ لياقت علي خان جو معيار ڪهڙو هو؟

(3) مضمون ۾ پاڪستان جو مقصد ڇا ٻڌايو ويو آهي؟

(4) ليکڪ مسلمانن جي سياسي تحريڪ جو مقصد ڪهڙو ڄاڻايو آهي؟

(5) اسلامي سماج جا ڪي ٿنڀ ڪهڙا آهن؟

### سوال نمبر (2)

**هيٺ لکيل جملا غلط آهن يا درست؟**

(1) مسلمان جي سياسي تحريڪ جو نصب العين گڏيل هندوستان هو.

(2) سياستدانن پنهنجي سياست هلائڻ لاءِ جدا ملڪ جي گُهر ڪئي هئي.

(3) اسان کي موجوده تاريخ پنهنجي بزرگن جي ورثي ڪان پري ڪري ڇڏيو آهي.

(4) ليکڪ چيو آهي ته پاڪستاني ٿيڻ کان پوءِ صبر نه ڇڏيون ۽ نا اميديءَ کي قبول ڪيون.

### سوال نمبر (3)

ليکڪ جي نظر ۾ ملڪ جي چٽيل تصور کي مختصر ڪري لکو.

**سوال نمبر (4)**

سبق پڙهي، اهڙي ملڪي نظام جو مختصر احوال لکو، جنهن سان ملڪ جا سمورا شهري ان ملڪ کي "پنهنجو" سمجهڻ لڳن ٿا.

**سوال نمبر (5)**

**هيٺين ڏنل عنوانن تي مختصر نوٽ لکو.**

(1) پاڪستان جي پهرين وزيراعظم جي پاڪستان بابت سوچ.

(2) قومي ايڪتا ۽ ٻڌيءَ جي اهميت.

# 3. خود آزمائشين جا جواب

## خود آزمائشي (1)

### سوال نمبر (1)

(1) مقدمہ ابن خلدون

(2) ميرن جي صاحبي، نورالاسلام، حيات النبي، بهار اخلاق ۽ آفتاب ادب.

(3) قومن مٿان تباهي ان وقت ايندي آهي، جڏهن وقت اهي قومي جذبي ۽ قومي اخلاق کي درگذر ڪري، لالچ ۾ اچي ڌن ۽ دولت ميڙن، عيش ۽ عشرت ۾ ڪاهي پونديون آهن

(4) جيڪا قوم، قومي جذبي ۽ قومي اخلاق سان سرشار آهي ۽ هڪ ٻئي لاءِ عزت ۽ احترام سان گڏ هڪٻئي لاءِ همدردي موجود آهي، تنهن کي ئي قوم مٿان حڪومت هلائڻ جو حق آهي.

(5) ڪمال ۽ زوال تان.

### سوال نمبر (2)

(1) غلط (2) غلط (3) غلط (4) درست (5) درست

### سوال نمبر (3)

خود لکڻو آهي.

### سوال نمبر (4)

خود لکڻو آهي.

# خود آزمائي (2)

## سوال نمبر (1)

(1) لياقت علي خان کي راولپنڊي ۾ عام جلسي ۾ تقرير ڪندي شهيد ڪيو ويو هو.

(2) سياست ۾ سندس هميشه معيار بلند رهيو، جنهن ڪري کيس "قائد اعظم جو ساڄو هٿ" ڪري سمجهيو ويندو هو.

(3) مضمون ۾ پاڪستان جو مقصد اهو هو ته ان ۾ رهندڙ عوام پنهنجي تقدير جو مالڪ پاڻ ۽ پنهنجي قسمت جا فيصلا خود ڪرڻ جي لائق هجي.

(4) ليڪڪ آزادي واري سياسي تحريڪ جو مقصد اهو ڄاڻايو آهي ته اهڙو ملڪ حاصل ڪجي، جتي پنهنجي مرضي مطابق رهڻي ڪهڻي اختيار ڪجي ۽ غور ۽ فڪر جي آزادي هجي.

(5) اسلامي سماج، زندگيءَ جي انهيءَ ڍنگ جو نالو آهي، جنهن ۾ هڪ طرف الله تعاليٰ تي ايمان هجي ۽ ٻئي طرف تمدن جو بنياد عدل ۽ مساوات تي هجي.

## سوال نمبر (2)

(1) غلط (2) غلط (3) درست (4) غلط

## سوال نمبر (3)

خود لکڻو آهي.

# يونٽ جو تعارف

**شاگرد ساٿيو!**

هيءُ يونٽ اوهان جي اڳيان آهي. هيءُ يونٽ ٻہ ٻن حصن تي مشتمل آهي. پهرين سبق جي حصي جو عنوان "تمدن جي ماهيت" آهي، جڏهن تہ ٻئي حصي جو موضوع "ڪامياب زندگيءَ جو ڪارگر قاعدو" آهي. هن يونٽ کي اهڙيءَ طرح مڪمل ڪيو ويو آهي تہ جيئن اوهين ان جو مطالعو مڪمل ڪرڻ کانپوءِ، هي مقصد خود حاصل ڪري سگهو.

## يونٽ جو مقصد

(1) تمدن جي وصف ۽ اهميت کان آگاهہ ٿي سگهو.

(2) ڪنهن بہ معاشري جي جوڙجڪ کان واقف ٿي سگهو.

(3) مضمون نگارن جي علمي فضيلت کان خبردار ٿي سگهو.

(4) شهريت جي اصولن کان باخبر بڻجي سگهو

(5) ڪارگر زندگيءَ گذارڻ لاءِ هت ڏسيل قاعدن کي رهنما اصول بڻائي سگهو.

# فهرست

# 1. تمدن جي ماهيت

## 1.1 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون مسٽر ڪريم بخش چنا لکيو آهي. چنا صاحب جو جنم 1916ع ۾، دادو ضلعي جي ننڍڙي ڳوٺ "ڀان" جي ويجهو ڳوٺ "ڪلري" ۾ ٿيو هو. هن صاحب 1935ع ۾ ميٽرڪ، 1939ع ۾ بي اي ۽ 1941ع ۾ ايم اي پاس ڪئي.

تعليم کاتي سان سندس تعلق رهيو ۽ رٽائرڊ به ان کاتي جي هڪ آفيسر جي حيثيت ۾ ڪيائين.لکڻ پڙهڻ جو شوق ڪيس ننڍپڻ کان رهيو. "تاريخ تمدن اسلام" سندن بهترين ڪتابن مان هڪ آهي. هيءُ مضمون به سندس انهيءَ ڪتاب تان ورتل آهي.

## 1.2 مضمون جو خلاصو

انساني معاشرو جن ڳالهين جي ڪري وجود ۾ آيو هو، تن ڪي ٻن اهم حصن ۾ ورهچي سگهجي ٿو. هڪڙي حصي کي ضرورتون ۽ ٻئي کي خوف چئي سگهجي ٿو.

ضرورتن جي دائرو انسان جي زندگي گهارڻ وارن طور طريقن ۾، سڌاري ۽ واڌاري اچڻ سان وڌندو رهيو. جيئن جيئن هڪڙو گروهه ڪوشش سان پنهنجون گهرجون ۽ ضرورتون پوريون ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو ته ٻيا گروهه وقت سر ڪوشش نه ڪرڻ، جهيڙن جهڳڙن ۾ وقت گذري وڃڻ، بيمار رهڻ، سستي ۽ ڪاهليءَ ۾ رهڻ يا ڪن ٻين سببن جي ڪري پنهنجون گهرجون ۽ ضرورتون پوريون ڪرڻ ۾ ناڪام رهيو. ضرورتون ته هر صورت ۾ پوراءُ چاهين ٿيون، تنهن ڪري ناڪام گروهه گهرجن جي پوراءِ لاءِ ڦر، چوري ۽ ڌاڙي جهڙيون ڪارروايون ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويو.

انساني معاشري کي جتي بيمارين، قدرتي آفتن، دشمن جي حملن ۽ ڪن ٻين ڳالهين جو خوف هو، اتي زبردستيءَ پنهنجون گهرجون پوريون ڪندڙ گروهه واري خطري جو اضافو ٿيو ۽ اڪيلي سر يا ڇڙوڇڙ گهر ڪاهي رهڻ مشڪل بنجي پيو ۽ گڏجي رهڻ وارو رستو ورتو ويو.

جن قومن سڀ کان پهرياڻين پاڻ ۾ گڏجي رهڻ سکيو، اتي تمدن جي شروعات اڳ ۾ ٿي ۽ شهر ٻڌڻ جو شعور پهرياڻين جاڳيو ۽ ضرورتن جي پوراءِ خواهه خوف خطري کان بچاءُ لاءِ گڏجي اُپاءَ ورتا ويا ۽ گڏ رهڻ لاءِ ضابطي اصول ۽ طريقا تلاش ڪيا ويا.

تمدن جي پيڙهه پوڻ کانپوءِ، تمدن جي وارثن ان کي بهتر کان بهتر ۽ پختي کان وڌيڪ پختو بنائڻ طرف توجهه ڏيڻ شروع ڪيو. اسان يونٽ جي هن حصي ۾ معاشري جي ڦهلاءَ، گهرجن جي پوراءِ، خوف ۽ خطري کان بچڻ لاءِ قومن جي ڪيل ڪوششن ۽ گڏجي سڌريل زندگي گذارڻ لاءِ اهي اصول بيان ڪيا آهن، جن تي ڪاربند رهڻ واريون قومون تمدن جي بلندي کي وڃي رسيون ۽ اڄ تاريخ ۾ اهي مهذب ۽ متمدن قومون ڪوٺجن ٿيون.

## 1.3 مضمون جو متن

انسان اشرف المخلوقات آهي. هن جي زندگيءَ جو لطف ٻين جي اشتراڪ عمل تي منحصر آهي. جيتريقدر ڪنهن انسان جي زندگيءَ ۾ گهڻن ماڻهن جو عمل آهي، اوتريقدر اها زندگي پُرلطف آهي. دنيا ۾ ڪي اهڙا انسان بيشڪ موجود آهن، جن جو روزمره جي زندگيءَ ۾ بلڪل گهٽ ماڻهن سان تعلق رهي ٿو. پر تڏهن به گهڻي غور بعد ڏسڻ ۾ ايندو ته هو به انساني سوسائٽي کان گهڻو پري ڪو نه آهي. مثلاً هڪڙو هاري آهي، جو پنهنجي محدود ڪٽنب سان اڪيلو ڪنهن جهنگل ۾ رهي ٿو. هن جي ٻنيءَ ٻاري جو مدار برسات يا ڪنهن نهر جي پاڻي تي آهي. هو ڪاٺ مان پنهنجو هر پاڻ تيار ڪري ٿو ۽ جهنگل مان ڪانيون وڍي، پنهنجي جهوپڙي تيار ڪري ٿو، پنهنجي ٻڪرين ۽ رڍن مان اُن ڪتري، پنهنجو لباس تيار ڪري ٿو ۽ ٻني ڪيڙي پنهنجو فصل به پاڻ تيار ڪري ٿو. مطلب ته هر ممڪن حيلو هلائي. هو پنهنجي همر جنس جي مدد کان بي نياز رهڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. تڏهن به ڏسو ته هن ماڻهو جي زندگيءَ ۾ ڪيتريون ڳالهيون آهن جن ۾ هن کي ٻين جي مدد جي گهرج رهي ٿي. جيڪڏهن اهو انهن جي مدد نه وٺندو ته سندس حياتي خطري ۾ پئجي ويندي يا ته هو ٻنهه جهنگلي ليکجڻ ۾ ايندو. جنهن سان انسانيت جو ڪو به شرط لاڳو ڪري ڪو نه سگهبو.

(1) ڌاڙيلن ۽ چورن کان بچڻ لاءِ هن کي حڪومتي انتظام جي پناهه جي ضرورت آهي

(2) ٻوڙ ٻاڙيءَ ۽ ڪاڻي ڪليءَ حاصل ڪرڻ لاءِ هن کي ٻين سان وڻج واپار جي ضرورت پوندي آهي.

(3) هن کي جيڪڏهن ڪو مذهب هوندو ته جمر، شاديءَ ۽ موت تي هن کي مُلي ۽ پاڙيسرين جي مدد جي ضرورت درپيش ايندي.

(4) بيماري جي وقت ۾ ڪنهن حڪيم يا ڏاهي جي يادگيري پوندي.

(5) فصل جي پچڻ وقت حد جو تپيدار سندس ڳاٽي تي چڙهي اچي ويهندو.

(6) بدن جي صفائي ۽ ستائيءَ لاءِ، هن کي اوزارن جي صابڻ يا کار ۽ تيل ميٽ جي ضرورت پوندي، جي ضرور ڪن ماڻهن جي معرفت هن کي ميسر ٿينديون.

اسان ڏٺو ته جيڪڏهن هڪ بلڪل سادي ۽ نيم وحشي زندگي بسر ڪرڻ لاءِ به، انسان کي هيترن ماڻهن جي مدد جي ضرورت ٿئي ٿي، ته پوءِ هيءُ جيڪو تمدن جو جنسار، انسان، دنيا ۾ صدين جي اشتراڪ عمل سان تيار ڪيو آهي، سو ڪيئن بغير اشتراڪ عمل جي هلي سگهندو؟

هاڻي اسم ڏسون ته تمدن ڇا آهي؟ تمدن، عربيءَ جي لفظ "مدينه" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي شهر ۽ تمدن جي معنيٰ آهي پاڻ کي شهري بنائڻ يا شهري زندگي بسر ڪرڻ. ان جو سنسڪرت ٻوليءَ ۾ بدل آهي "سڀيتا" يعني جماعتي زندگي ۽ انگريزي ۾ ان جو بدل آهي سولیزيشن (Civilization)، جنهن جي معنيٰ آهي "شهريت". تمدن انسان جي "اُنس" واري خصلت جي سڀاويڪ پيدائش آهي. اُنس جي معنيٰ آهي قرب، تعلق يا لاڳاپو.

تمدن جي خصلت هر هڪ انسان جي فطري طبع جو مکيه حصو آهي، جا ان کان ڪڏهن به ڌار ڪري ڪا نه ٿي سگهجي. تمدن، انساني فطرت جي ٽن مکيه جبلتن (قدرتي خصلتن يا خواهشن) سان تعلق رکي ٿو.

(1) پنهنجو بچاءُ ڪرڻ

(2) هم جنس سان جماعت ۾ رهڻ

(3) اولاد جي پيدائش، پالنا ۽ پرورش ڪري، انساني نسل کي بقا ڏيڻ

مٿيون ٽي جبلتون، فقط انسان سان لاڳو ڪو نه آهن، پر هر هڪ ساهواري شيءِ سان لاڳو آهن. رڳو ڪوليون ۽ ماڪوڙيون به انهن کان ڇڙيل ڪو نه آهن. اُهي به جماعتن ۾ رهن ٿيون. ماڪيءَ جي مکين جو تمدن ته بنهه پيچيدو ۽ نرالو آهي.

جهنگلي جانورن ۾ سواءِ شينهن جي، ٻيا سڀ جانور جماعتن ۾ رهن ٿا، يا رهڻ جي صلاحيت رکن ٿا. پر شينهن به ٻيلي ۾ شينهن کان هرويرو ڇڄي ڌار ڪو نه ٿيندو آهي،

جيتوڻيڪ هڪ سنڌي پهاڪي ۾ آهي تہ "ٻہ شينهن ٻيلي ۾ رهي ڪو نہ ٿا سگهن" پر آفريڪا ۾ هلندڙ يورپي سياحن جو مشاهدو آهي تہ خود شينهن بہ جماعتن ۾ رهن ٿا ۽ گجگوڙن ڪرڻ ۽ ڏڪن پاڻ ۾ ڏاڍي چٽاڀيٽي لڳندي اٿن. جهنگل ۾ هاٿي بہ جماعت ۾ رهن ٿا. هنن کي باقاعدي پنهنجو ليڊر هوندو آهي. مرڻ جي وقت پنهنجي خاص قبرستان ڏانهن ڌڪي وڃي مرندا آهن ۽ پنهنجي مئن جي هڏن بچائڻ لاءِ جاءِ گيرن سان پنهنجي مقام واري هنڌ تي سخت ويڙهہ ڪندا آهن. هاٿي جڏهن تہ جانورن ۾ بہ مختلف درجن تي گڏ رهڻ جي خصلت آهي تہ پوءِ انسان، جو اشرف المخلوقات آهي، تنهن جي معنيٰ ئي آهي "اُنس رکندڙ جانور".

پر سڀني انسانن ۾ اُنس رکڻ جي خاصيت ساڳئي درجي تي ڪا نہ آهي. ڪن ۾ اها وڌيڪ درجي تي آهي تہ ڪن ۾ گهٽ درجي تي آهي. خود ساڳئي شخص ۾ بہ اها خصلت مختلف هنڌن تي، ڌار حالتن هيٺ جدا جدا هنڌن تي بيٺل هوندي آهي ۽ نرالن نمونن ۾ ظاهر ٿيندي آهي. مثال جي طور تي هڪ ٻهراڙي جو ماڻهو آهي، هن کي نہ ايتري سمجهہ آهي، نہ علم آهي ۽ نہ پئسو آهي. جو شهر ۾ رهڻ جي خواهش ڪري يا شهر ۾ رهي، ان جي مختلف سهولتن کان پوري طرح فائدو وٺي. هاڻي انهيءَ ساڳئي ماڻهو کي تعليم ڏيو، صحيح نموني جي تربيت ڏيو ۽ ڪافي انداز ۾ پئسو ۽ ٻيون مناسب حالتون پيدا ڪري ڏيوس، پوءِ ڏسو تہ ڪيئن نہ هو شهري زندگيءَ ۾ پوري طرح پارٽ ادا ڪري ٿو ۽ هن کان جيڪڏهن اوهان پڇندوَ تہ ادا، ٻهراڙي ڇڏي تون وڃي شهر ۾ ڇو ويٺين؟ تہ هو اوهان کي ڪجهہ اهڙي نموني جواب ڏيندو.

(1) شهر ۾ بچاءُ جو بندوبست سٺو آهي، گهٽ ۾ گهٽ جان جو گهڻو خطرو ڪو نہ آهي.

(2) اُتي مختلف ماڻهن سان، ميل جول ۾ رهڻ ۽ ڪين جاچڻ جو عمدو موقعو آهي.

(3) اُتي انساني زندگي کي پر لطف بنائڻ لاءِ، سڀ سهولتون ۽ رونقون موجود آهن.

انهيءَ مان اسان ڏٺو تہ شهرن ۾ انسانن جي تمدن سان تعلق رکندڙ جبلتن جو بهتر نموني ۾ پورائو ٿي سگهي ٿو، بنسبت ٻهراڙيءَ جي. حقيقت ۾ ڏسبو تہ انساني تمدن جي تاريخ ۾ ٻهراڙيءَ

جي زندگي شهري زندگيءَ تائين پهچڻ لاءِ هڪ ڏاڪو يا منزل آهي. شهري زندگي تائين پهچڻ ۾ انسان کي هيٺ ڏيکاريل ڏاڪن کان مٿي چڙهڻو پيو آهي.

(1) ڪٽنب

(2) قبيلو

(3) ڳوٺ

(4) ڳوٺ جي پسگردائي

(5) ملڪ

مٿين منزلن مان ڏسبو تہ هر هڪ منزل کي پنهنجو پنهنجو اڳوان آهي ۽ هر هڪ مٿاهين منزل، پنهنجي هيٺاهينءَ منزل کان، انساني تمدن جون وڌيڪ سهولتون مهيا ڪري ڏئي ٿي.

تمدني زندگي ۾ رهڻ ڪري، هر هڪ انسان کي پنهنجن پاڙيسرين، شهر پاڻ ۽ ملڪ پاڻ وٽان ڪي حق ملن ٿا. جن جي ڪري هو پنهنجي زندگيءَ جو بچاءُ خيرخوبي سان ڪري سگهي ٿو ۽ ان کي وڌيڪ پر لطف ۽ پر رونق بنائي سگهي ٿو ۽ پنهنجي ٻچن جي خوشحالي ۽ تربيت جو بندوبست ڪري سگهي ٿو. ساڳئيءَ طرح، هن جي مٿان پنهنجي پاڙيسرين، شهرپاڻ ۽ ملڪ پاڻ جي طرفان، جن سڀني کي گڏي، هاڻي "قوم" جو نالو ڏنو ويو آهي. هن تي ڪي ذميواريون لاڳو ٿين ٿيون، جن جي پوري نہ ڪرڻ ڪري يا پنهنجي حقن جي حد اورانگهڻ ڪري، هن کي قوم جي طرفان سزا جو لائق سمجهيو وڃي ٿو. فردن جي حقن جي حفاظت ڪرڻ، حدن اورانگهيندڙن کي سزا ڏيڻ ۽ ساري قوم جي خوشحاليءَ لاءِ اُپاءُ وٺڻ لاءِ انساني جماعت ۾، حڪومت جو بنياد پيو. ساڳئي طرح انساني فرضن، حقن ۽ ذميوارين کي خدائي سند ڏيڻ ۽ انسان جي باهمي تعلقات کي، خدائي خوشنوديءَ مواقف هلائڻ ۾ انساني دل جي عميق روحاني ولولن کي پوري ڪرڻ لاءِ خدا جي طرفان ڪن نيڪ مردن هٿان مذهبن جو بنياد وڌو ويو.

حڪومت ۽ مذهب ٻنهي فردن ۽ جماعتن کي ڪنهن مقرر ڪيل عمل جي راهہ تي هلائي، سڄي قومي زندگيءَ ۾ اتحاد ۽ نظم قائم ڪن ٿا. زماني جي شروعات کان وٺي دنيا جي مختلف

ملڪن ۾ حڪومتي نظام جا مختلف نمونا پيش رهيا آهن. حڪومتي نظام جي ارتقا جي تاريخ، انساني فطرت جي ڪمزورين ۽ قوتن جو عبرت خيز داستان آهي.

دنيا جي مختلف ملڪن ۾، حڪومتي نظام جا ڪهڙا مختلف طريقا آهن، تن تي بحث ڪرڻ جي هتي ضرورت ڪا نہ آهي، پر اختصار جي طور تي، حڪومت جي سڀني دستورن کي هيٺين ٻن مختلف قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

(1) شخصي يا استبدادي حڪومت

(2) جمهوري يا عوامي حڪومت

موجوده زماني ۾ انساني فطرت جي هيٺين ضرورتن جي پوراءِ کي، حڪومت جي فرائض ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

(1) **بچاءُ:** هن جا ٽي قسم آهن.

(الف) قومي بچاءُ ــ هن جي لاءِ فوج رکيل هوندي آهي.

(ب) شخصي بچاءُ ــ هن جي لاءِ پوليس رکيل هوندي آهي.

(ج) حقن جي بچاءُ ــ هن جو تعلق عدالت کاتي سان آهي.

(2) **عام ڀلائي:** هن کي پنجن مکيہ قسمن ۾ ورهايو ويو آهي.

(الف) تندرستي ۽ صحت.

(ب) تعليم ۽ سکيا.

(ج) ٽپال، تار ۽ ريلوي کاتا.

(د) نهرن، جاين ۽ رستن جو کاتو.

(هـ) زرعي ۽ خوراڪ کاتو.

حڪومت ۽ مذهبن کي ڀلائي لاءِ، وري سياسي ۽ مذهبي جماعتون ٺهن ٿيون، جن کي پنهنجا پنهنجا ادارا ۽ پروگرام آهن. ان ڪانسواءِ هر ڪنهن شهر ۽ ملڪ ۾، مختلف طبعي لاڙن جا انسان رهن ٿا، جي انهن پنهنجن لاڙن کي پوري ڪرڻ لاءِ پنهنجين طبيعتن وارا ٻيا شخص

ڳوٺن، انجمنون ۽ مجلسون قائم ڪن ٿا. جن کي علم ادب جو شوق آهي ادبي ادارا، لئبررريون، اسڪول ۽ ڪاليج برپا ڪن ٿا. اهڙيءَ طرح راڳ، ناچ، نقاشي ۽ تصويرون ڪڍڻ وارن شوقن جا ماڻهو پنهنجون پنهنجون مجلسون ۽ ادارا قائم ڪن ٿا. انهيءَ طبعي لاڙن وارين مجلسن ڪانسواءِ هڪ ٻئي قسم جون انجمنون بہ آهن، جن ۾ ساڳين ڌنڌن ۽ هنرن وارا ماڻهو گڏجي، پنهنجن حقن جو بچاءُ ڪندا آهن، جيئن تہ انجمن قصابان، انجمن خياطين، انجمن محرران وغيره وغيره.

مٿئين سموري تفصيل مان معلوم ٿيو تہ مدنيت يا شهريت ڪهڙو نہ پيچيدو مسئلو آهي ۽ تمدن کي ڳاهڻ ۾ ڪيترن نہ ڪروڙن ماڻهن جون ڪوششون سون ورهين تائين صرف ٿيون هونديون.

اختصار جي غرض سان تمدن جي تعريف هن ريت ڪري سگهجي ٿي. "هر هڪ قوم کي پنهنجون پنهنجون مخصوص، تاريخي ۽ مذهبي روايتون، طبعي ضرورتون، مساوي ۽ روحاني تمنائون آهن، جن جي تڪميل لاءِ اها قوم انفرادي ۽ اجتماعي نموني ۾ پنهنجي روحاني، دماغي ۽ جسماني صلاحيتن موجب ڪوشش ۽ سعيي ۾ لڳي، مختلف قسمن جون سياسي، مذهبي ۽ معاشرتي جماعتون ۽ ادارا، فن معماري، نقاشي، شعر، راڳ ۽ ناچ جا طور طريقا مختلف قسمن جا رواج، خيال، عقيدا، مذهبي فلسفا ۽ روزمره جي ضرورتن ۽ رفاهہ عام جون شيون ۽ رسمون ايجاد ڪري ٿي ۽ انهن ڳالهين کي گڏي، اُن قوم جو تمدن چئي سگهجي ٿو.

تمدن ۽ تهذيب کي گهڻن معاملن ۾ هڪٻئي سان گڏيو ۽ منجهايو ويندو آهي. هن معاملي کي صاف ڪرڻ لاءِ اهو چوڻ ڪافي آهي تہ "تهذيب اصل ۾ تمدن جي پيدائش آهي. تمدن سڄي قوم جي رسمن، رواجن، هلتن ۽ ادارن جو نالو آهي ۽ تهذيب فقط هڪ شخص جي رسمن، عادتن، هلتن، خيالن، قولن ۽ ڌنڌن جو نالو آهي. تهذيب هڪ فرد سان تعلق رکي ٿي ۽ تمدن جو واسطو سڄي قوم سان آهي".

## 1.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| ماهيت | اهميت ۽ دائرو |
| منحصر | دارومدار |
| شراڪت | گڏجي، گڏجڻ، شريڪ ٿيڻ |
| اَٽلُ | اڻ ٽر، پڪو ارادو |
| محدود | حدن اندر، مخصوص |
| ماتحت | حڪم هيٺ |
| حيلو | ڪوشش، بهانو |
| بي نياز | بي پرواهه |
| بجا آوري | حڪم جو پورائو، پيروي |
| تمدن | پاڻ کي شهري بنائڻ |
| سهيتا | جماعتي زندگي |
| مکيه | اهم، خاص |
| جبلت | لاڙو، عادت |
| اُنس | قرب، تعلق، لاڳاپو |
| بقاءُ | جٽاءُ |
| جاءِگير | جاءِ والارڻ |
| اشرف المخلوقات | سڀني مخلوق ۾ ممتاز |
| پيچيدو | منجهيل، مشڪل |

## 1.5 خود آزمائي (1)

### سوال نمبر (1)

**هيٺ ڏنل سوالن جا مختصر جواب ڏيو.**

(الف) ماڻهو، ٻهراڙي ڇڏي شهر وڃڻ لاءِ ڪهڙا دليل ڏين ٿا؟

(ب) شهري زندگيءَ تائين پهچڻ ۾ "اُنس" ڪي ڪهڙا ڏاڪا مٿي چڙهندا پون ٿا؟

### سوال نمبر (2)

**هيٺ ڏنل خال مڪمل ڪريو.**

(الف) تمدني زندگيءَ ۾ رهڻ ڪري، هر هڪ انسان ڪي پنهنجن ........ ........

................. ۽ ................. وٽان ڪي حق ملن ٿا.

(ب) ................. ۽ ............... ٻئي، فردن ۽ جماعتن ڪي ڪنهن مقرر ڪيل

عمل جي راه تي هلائن ٿا.

### سوال نمبر (3)

**هيٺ لکيل جزن ڪي هت ڏنل ٻن شعبن ۾ ترتيب سان رکو.**

(1) قومي بچاءُ (2) تندرستي ۽ صحت (3) زرعي ۽ خوراڪ کاتو (4) شخصي بچاءُ

(5) تعليم ۽ سکيا (6) ٽپال، تار ۽ ريلوي (7) حقن جو بچاءُ (الف) عام ڀلائي (ب) بچاءُ

### سوال نمبر (4)

تمدن ۽ تهذيب ۾ مختصر طور تي فرق بيان ڪريو.

# 2 . ڪامياب زندگيءَ جو ڪارگر قاعدو

## 2.1 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون علامہ آءِ آءِ قاضي جي تقرير تان ورتل آهي. سندس پ. و نالو امداد علي ۽ سندس والد جو نالو امام علي هو. پاڻ 1886ع ۾ دادو ضلعي جي تاريخي ڳوٺ ـاٽ شريف ۾ ڄاوا. 1905ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪري ڪانپور ۽ 1910ع ۾ لنڊن مان قانون جي اعا . ڊگري بئريسٽري جو امتحان پاس ڪيائون. ان دوران کين اتي فلسفي ۽ مختلف علمن ۾ داخلا وٺي پڙهڻ جو بہ موقعو مليو. واپس سنڌ اچڻ تي، ڪجهہ عرصي لاءِ کين خيرپور رياست ۾ ڊسٽرڪٽ جج ۽ هوم ميمبر بڻايو ويو. پر پنهنجو گهڻو وقت اسلام جي اشاعت لاءِ لنڊن ۾ گذاريائون. 1923ع ۾ هڪ بهترين مضمون لکڻ تي کين لنڊن جي هڪ اداري (Poetry Society) جو نائب صدر مقرر ڪيو ويو. 1928ع ۾ هڪ ٻئي بهترين مقالي لکڻ تي کين ٻ ئي اداري (Philosophical Society) جو تاحيات فيلو بڻايو ويو. 1943ع ۾ جڳ مشهور انگـ يز اديب برنارڊشا جي مشهور ۽ معروف ڪتاب براﺅن گرل (Brown girl) جي جواب ۾ ڪا ـ ي نينگر (Black girl) لکيائون، جنهن سندس شهرت ۾ اڃا بہ اضافو آندو.

پاڻ، 1938ع کان 1946ع تائين ڪراچي ۾ لڳاتار تقريرن وسيلي نوجوانن کي اسلام جي عظمت کان آگاهہ ڪندا رهيا. پاڻ 1951ع کان 1959ع تائين سنڌ يونيو . سٽيءَ جا وائس چانسلر ٿي رهيا. 13 اپريل 1968ع تي هن جهان مان لاڏاڻو ڪيائون. سندس مـزار . سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ موجود آهي. پنهنجيءَ آخري عمر ۾ ، شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جي انگريزي ۾ شرح لکيائون، اها شرح بعد ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪئي.

## 2.2 مضمون جو خلاصو

جيئن تہ هن ڪائنات جي تخليق ۾ هر شيءِ ڪارائتي نظر اچي ٿي تہ پوءِ انسان ڪي بہ ڪو اجايو تہ ڪو نہ خلقيو ويو هوندو. هن مضمون ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ انسان رڳو جانورن جيان پنهنجي حياتي پوري ڪرڻ لاءِ پيدا ڪو نہ ڪيو ويو آهي، پر ان حياتيءَ کي پنهنجي ۽ ٻين انسانن جي حياتيءَ کي ڪارگر ۽ ڪارائتي نموني گهارڻ لاءِ اصول مقرر ڪرڻ جو ڏانءُ ڏسيو ويو آهي. مضمون نگار ان شخص کي ڪامياب ۽ آبروءِ جي لائق ڪوٺيو آهي، جيڪو نيڪيءَ جي ڪمن ۾ مڙني کان اڳڀري ڪوشش ڪندڙ هجي. جيڪڏهن ائين نہ ٿيو ۽ معاشري جو هر هڪ شخص رڳو پنهنجي ڀلائي سوچڻ لڳو تہ پوءِ اهو سمورو سماج مفاد پرستن جو مرڪز بڻجي پوندو. پوءِ ڪير بہ ڪنهن ٻئي جي ڀلائي سوچڻ جي بجاءِ پنهنجي خوشيءَ لاءِ هر جائز ۽ ناجائز ڪم ڪرڻ کان ڪو نہ ڪيٻائيندو. اهڙيءَ حالت ۾ ڪير بہ ڪنهن جي حقن جي حفاظت ڪو نہ ڪندو ۽ پنهنجي فرض جي پورائيءَ کان پري ڀڄندو ويندو ۽ پوءِ پورو معاشرو برائين ۾ وڪوڙجي ويندو نيڪي ڪٿي بہ نظر نہ ايندي. مقالي نويس اهڙين نشانين کي معاشري جي زوال جون علامتون ٿو سڏي. پنهنجي مقالي جي پڄاڻي ڪرڻ کان اڳ ڪيترائي ڪارائتا قاعدا ڏسيا اٿس، جن تي عمل ڪرڻ سان ڪو بہ معاشرو برائين کان پاڻ بچائي، نيڪين ڏي وک وڌائي، پاڻ کي ڪامياب معاشرو بڻائي گهي ٿو. جتان قومن کي نہ رڳو بقاءُ ملندو پر کين فتح و ڪامراني ۽ شادمانيون نصيب ٿينديون آهن.

## 2.3 مضمون جو متن

غور ڪري ڏسبو تہ نہ فقط انسان، پر ساري ڪائنات بہ پابنديءَ مان ڦل پائي ٿي. اسان مان سڀ کان اول اهڙي بندش حضرت آدم عليہ سلام ۽ بيبي حوا تي عائد ٿي، جڏهن کين حڪم ڪيو ويو تہ هن خاص وڻ جي ويجها نہ وڃجو. مول مقصد هيءُ هو تہ کين پنهنجي خواهشن تي ضابطو رکڻ سيکاريو وڃي. جيڪڏهن اسان الله جي فقط هن حڪم جي حقيقت سمجهي، پنهنجين خواهشن تي ضابطو رکڻ سکون تہ ڪامياب زندگي بسر ڪرڻ لاءِ اهو ئي هڪ عمل اسان لاءِ ڪافي آهي.

دراصل زندگيءَ جو بنياد ئي "تقويٰ" آهي. جڏهن اسين پوريءَ طرح سان پرهيزي نٿا سگهون، تہ اسان لاءِ ڇا چڱو ۽ مٺو آهي، تہ پوءِ اسان لاءِ اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو تہ ڪنهن رهنمائيءَ کان سواءِ پنهنجي لاءِ ڪا نئين راهہ مقرر ڪري سگهون!

بهتر ائين آهي تہ اسان پنهنجي عليم ۽ حڪيم خالق جي حڪمن جي اکيون پوري پابندي ڪريون، جنهن ۾ اسان سڀني جي چڱائي آهي، اهائي سچي انسانيت آهي. پنهنجي پالڻهار جي حڪم نہ مڃڻ سببان اجوڪو انسان حيوان جي درجي کان بہ هيٺ ڪري چڪو آهي. ڪتي جهڙو جانور بہ پنهنجي مالڪ جي مرضيءَ کان ٻاهر نٿو وڃي. ان کي بہ جڏهن وقتن تي کائڻ سيکاريو وڃي ٿو، تڏهن فقط انهن مقرر وقتن تي کائي ٿو، پر اسان مان ڪيترائي اهڙا بہ آهن جي هميشہ پيا کائين. کائڻ کانسواءِ ٻيو کين ڪم بہ ڪونهي پوءِ بہ "انسان" پيا سڏجن! کائڻ پيئڻ تي بندش سيکارڻ وارو مهينو رمضان المبارڪ گذر ڪري وڃي ٿو، پر افسوس جو اسان ان جو پورو پورو قدر ڪو نہ ٿا ڪريون. البت عيد زور شور سان ملهايون ٿا. ڇاڪاڻ تہ عيد اسان تي کائڻ پيئڻ جي بندش نٿي وجهي. محض کائڻ ۽ خوشيون ملهائڻ زندگي نہ آهي، اها ٻي زندگي آهي، جا خيرواري ۽ بقا

واري آهي. انهيءَ زندگيءَ جو دارومدار آهي مقصد مقرر ڪرڻ ۽ ان مقصد کي بلند پايي تي پهچائڻ.

انسان اشرف المخلوقات تڏهن ٿئي ٿو جڏهن هو زندگيءَ جو مقصد مقرر ڪري ٿو. ان مقصد لاءِ پنهنجي زندگي وقف ڪري، نشين اعلىٰ زندگي هٿ ڪجي.

اسان مان هر هڪ جي آڏو ڪو نہ ڪو مقصد هئڻ گهرجي، جنهن ڏانهن ان وقت تائين وڌندا رهون، جيستائين احسن طريقي سان اسان اُن کي حاصل ڪريون. هر هڪ ڳالهہ جو ڪو نہ ڪو مقصد ضرور هوندو آهي ۽ مقصد کانسواءِ ڪا بہ ڪوشش ڪامياب نہ ٿيندي آهي. ٿيندي بہ ڪيئن جو ان جو ڪو نتيجو نڪرڻو نہ آهي.

مثلاً اسان جيڪڏهن ڪنهن اداري يا ڪارخاني ۾ ڪم ڪريون ٿا تہ آخر ڇا لاءِ اسان جو ڪو تہ مقصد هوندو يا بس اٿين پيا اچون وڃون. اسان جي آڏو يقيناً هڪ عظيم الشان مقصد هوندو آهي ۽ اسين اٽل عزم سان ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشان هوندا آهيون.

ايترو ضرور آهي تہ توهين ۽ اسين سڀ پنهنجي پنهنجي انفراديت وساري، هڪ مقصد لاءِ هڪ مرڪزي خيال ماتحت ڪم ڪريون.

جيڪڏهن ان جماعتي نظريي جي بجاءِ اسان مان هر هڪ اٿين سمجهڻ شروع ڪري تہ آءٌ فقط پٽيوالو آهيان يا فقط ڪلارڪ آهيان يا فقط رجسٽرار آهيان يا فقط گورنر آهيان وغيره، تہ پوءِ بنهہ ڪم هلي نہ سگهندو. اسان سڀئي هڪ ساڳيءَ مشين جا پرزا آهيون ۽ سڀني کي گڏجي هڪ ئي مقصد حاصل ڪرڻو آهي، اهو آهي انسان ذات يا قوم جي بقا ۽ بهبودي.

جنهن وقت اسان جي گڏيل ڪوششن سان ڪاميابي حاصل ٿيندي، تنهن وقت اسان پنهنجي صالح عملن جي انعام جا حقدار ٿينداسين. اهڙو انعام هر بامقصد ڪم ڪندڙ کي فطرتي طور سان عطا ٿيندو آهي، پوءِ ان جو ڪم ڪيترو بہ خسيس ۽ معمولي ڇو نہ هجي، اهو ملازم، جيڪو پنهنجي ڊيوٽي چڱيءَ طرح ادا ڪري ٿو، سو پنهنجي انهيءَ

عملدار کان هزار ڀيرا بهتر آهي، جو پنهنجي فرض جي بجا آوريءَ ۾ ڪوتاهي ڪري ٿو. پنهنجي ڪم ۾ ڪوتاهي نه ڪندڙ نوڪر، الله تعالیٰ جي اڳيان وڌيڪ معزز آهي. بنسبت انهيءَ آفيسر جي، جو پنهنجو فرض پوري طرح سان پورو نٿو ڪري.

دنيا جي تاريخ شاهد آهي ته ڪيترائي معمولي حيثيت رکندڙ ماڻهو، پنهنجي فرض شناسيءَ سببان اعلیٰ عهدن تي وڃي پهتا. انهن کي قدرت جي هن اٽل قانون جي فيصلي موجب اهو انعام مليو. ارمان فقط اهو آهي ته اڄ اسان وٽان اسلامي روايتون ختم ٿينديون وڃن ٿيون. صحيح اسلامي سماج اهو هو جو هڪ جيد عالم، پنهنجي روزگار جو طريقو ڀاڻ ڳولي لهندو هو. هزارين اهڙا عالم هئا، جن ڪوريءَ، موچيءَ يا ڌوٻيءَ جو ڌنڌو اختيار ڪيو هو. اهو ئي سماج هو، جنهن ۾ هڪ شيدي هڪ طرف ٻانهو هو ته ٻئي طرف "طائوس الحرمين" هو. عطار، حلاج، سقه ۽ بجاج اسانجي اعلیٰ اڳواڻن مان آهن. اسان سڀني منجهان عزت جو حقدار اهو آهي، جو زياده نيڪي ڪندڙ آهي. نيڪيءَ جو مطلب اهو آهي ته سپرد ڪيل ڪم چڱيءَ طرح سان پورو ڪيو وڃي، پوءِ ڪٿي اهو ڪم اعلیٰ هجي خواه ادنیٰ. چاهي اهو ڪم حڪمرانن جو هجي يا ڌوٻيءَ جو. پٽيوالي جو هجي يا اعلیٰ عزت واري آفيسر جو. احترام جي لائق اهو ماڻهو آهي جيڪو پنهنجي لياقت آهر ۽ پابندي سان پنهنجو ڪم پورو ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪو چوي ته آءٌ هڪ معمولي ڪلارڪ آهيان ۽ وڌيڪ ڇا ٿو ڪري سگهان، ته هو غلطيءَ تي آهي. حقيقت ۾ هو هڪ نهايت ڪارگر رڪن آهي، بشرطيڪ هو پنهنجو فرض سچائي ۽ سمجهي ته آءٌ سماجي مشينريءَ جو هڪ اهڙو ضروري پرزو آهيان، جنهن کان سواءِ ڪو به ڪم هلي نه سگهندو!

اڄ ڏسو ته ملڪ جي حالت ڇوڏاري ڇا لڳي پيئي آهي، آهي ڪا انسانيت؟ هر هنڌ وٺ پڪڙ، ڦر مار لڳي پئي آهي. ننڍو خواه وڏو، ڪو به ايمانداري سان ڪم ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. بجليءَ واري کي ڪنهن ڪم لاءِ وٺي اچو ته هو ايمانداري سان ڪم ڪرڻ جي بدران ٺڳي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ چاهيندو ته ڪجهه ناجائز فائدو ڪمائي سگهيءَ

طرح سان توهان جنهن شخص کي ڪنهن ڪاروبار هلائڻ لاءِ مئنيجر مقرر ڪريو ٿا. سو به جي ڪا ٺڳي ڪري ڪجهه ناجائز نفعي ڪمائڻ جي ڪوشش ڪري ته پوءِ هنهي ٺڳن جي وچ ۾ ڪهڙو تفاوت رهيو؟ جهڙو بجليءَ وارو ٺڳ. اهڙو اوهان جو مقرر ڪيل مئنيجر ٺڳ. اهڙي طرح جيڪڏهن ڪو بادشاهه هين کان پئسا وٺي گذارو ڪندو ته پوءِ بادشاهه ۽ گدا جي وچ ۾ ڪهڙو فرق وڃي رهندو؟

بنيادي نڪتو هيءُ آهي ته اسان مان جو به ڪنهن ڪم تي معمور هجي پنگي کان وٺي ويندي حاڪم تائين، سو پنهنجي سونهيل ڪم کي سهڻي نموني ۾ سرانجام ڪري. تيستائين ڪو به مان ملڻ جي لائق نه آهي، جيستائين هو پنهنجو ڪم سچائي، اخلاص ۽ صلاحيت سان نٿو ڪري. جيڪڏهن ڪنهن حاڪم بد ديانتي ڪئي يا پنهنجي نا اهليءَ سببان ڪنهن فرض ادائگي ۾ ڪوتاهي ڪئي ته ان مهل اهو حاڪم انهيءَ پنگيءَ کان به بدتر آهي، جو پهنجو پورهيو ايمانداري سان ڪري ٿو. انهيءَ مقصد خاطر ئي هر مسلمان تي حلال جي روزيءَ جي ڳولا فرض ٿي. حلال جي ڪمائي اها آهي، جا پنهنجي صلاحيت مطابق سچائيءَ سان ڪمائجي. اسان کي گهرجي ته جيڪي ڪجهه ڪريون، سو الله خاطر ڪريون. حلال جي ڪمائيءَ ۾ به الله تعالىٰ جي خوشنودي آهي ۽ جنهن ڪم ۾ الله تعالىٰ جي خوشنودي آهي، سو عبادت ۾ شامل آهي. هڪ ڏينهن حضرت عمر رضہ جن خطاب ڪري رهيا هئا، ته اذان جي آواز جو پڙلاءُ ڪنن تي پيو. هڪ بدوءَ عرض ڪيو ته "يا اميرالمومنين، عبادت جو سڏ ٿيو آهي." حضرت عمر رضہ کي جلال اچي ويو ۽ فرمايائين ته "اسين هت ڇا ويٺا ڪريون؟" حقيقت ۾ عبادت اها ئي آهي ته جيڪي ڪجي، سو الله تعالىٰ جي رضامنديءَ خاطر ڪجي تڏهن ته شاهه ڀٽائي رحہ فرمايو آهي ته:

"سُتا سي سونهن، ننڊ عبادت جن جي"

## 2.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

صالح — نيڪ، چڱو

صلاحيت — لياقت، اهليت، قابليت

باهمي — گڏجي

عليم — ڄاڻ رکندڙ، باخبر

عميق — گهرو، اُونهو

عزم — پختو ارادو

نظم — ضابطي يا قاعدي قانون هيٺ

ارتقا — نشونما، واڌارو، ترقيءَ جو جمع

تڪميل — پورائو

اختصار — مختصر ڪيل، تت، خلاصو

انفرادي — اڪيلي سر، ڌار ڌار

انفراديت — انوکو، نرالو، عليحده خاصيت

سعي — ڪوشش، حيلو

معمور — مقرر

سونپيل — حوالي ڪيل

اخلاص — خلوص، سچائي

بشرطيڪ — شرط اهو آهي ته

## 2.5 خود آزمائي (2)

هيٺ ڏنل سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(1) زندگيءَ جو مقصد ڇا هجڻ گهرجي؟

(2) سچي انسانيت ڇا آهي؟

(3) ليکڪ، عيد جو ڏڻ زور شور سان ملهائڻ جو ڪهڙو سبب ٻڌايو آهي؟

(4) ليکڪ جي نظر ۾ اسين صالح عملن جا حقدار ڪيئن ٿي سگهون ٿا؟

(5) ليکڪ تاريخ جي ڪهڙي شاهدي پيش ڪئي آهي؟

(6) ليکڪ ڪهڙي ڳالهه جو ارمان ڪيو آهي؟

(7) صحيح اسلامي سماج ڇا آهي؟

(8) مضمون نويس، ملڪ جي حالت جا بيان ڪئي آهي؟

(9) انسان کي اشرف المخلوقات ڇو ڪوٺيو ويو آهي؟

(10) سڀ کان وڌيڪ عزت ۽ احترام لائق ڪهڙو انسان آهي؟

# 3. خود آزمائشن جا جواب

## خود آزمائي (1)

### سوال نمبر (1)

الف: ماڻهو سهاري جڏي. شهر وڃڻ لاءِ چوندا آهن ته:

(1) شهر ۾ بچاءُ آهي ۽ جان جو گهڻو خطرو ناهي

(2) ماڻهن سان ميل جول وڌي ٿو.

(3) انساني زندگيءَ کي پر لطف بڻائڻ لاءِ سڀ سهولتون ۽ رونقون موجود آهن.

ب: شهري زندگي: تانين پهچڻ ۾ "اُنس" کي هيءَ ڏاڪا مٿي چڙهڻا پون ٿا.

(1) ڪٽنب. (2) قبيلو. (3) ڳوٺ. (4) ڳوٺ جي پسگردائي (5) ملڪ

### سوال نمبر (2)

خال مڪمل ڪريو:

(الف) تمدني زندگيءَ ۾ رهڻ ڪري. هر هڪ انسان کي پنهنجن پاڙيسرين، شهرپاين ۽ ملڪ پاين وٽان ڪي حق ملن ٿا.

(ب) حڪومت ۽ مذهب بڻي. فردن ۽ جماعتن کي ڪنهن مقرر ڪيل عمل جي راهه تي هلائن ٿا.

:

## سوال نمبر (3)

ٻـ اهم شعبا:

(الف) بچاءُ: ٽي قسم،

1. قومي بچاءُ. 2. شخصي بچاءُ. 3. حقن جو بچاءُ

(ب) عام ڀلائي جا چار جزا:

تندرستي ۽ صحت. زرعي ۽ خوراڪ کاتو. تعليم ۽ سکيا. ٽپال. تار ۽ ريلوي کاتو.

## سوال نمبر (4)

خود لکڻو آهي.

## خود آزمائي (2)

(1) زندگيءَ جو مقصد تقويٰ آهي.

(2) انسان کي پنهنجي عليم ۽ حڪيم خالق جي حڪمن جي، اڪيون پوري پابندي ڪرڻ سچي انسانيت آهي.

(3) ليڪڪ، عيد جو ڏينهن زور شور سان ملهائڻ جو سبب اهو ڄاڻايو آهي، جو عيد، اسان تي ڪائڻ پيئڻ جي ڪا به بندش نٿي وجهي.

(4) ليکڪ ڄاڻايو آهي ته جڏهن اسان کي ڳڏيل ڪوشش سان ڪاميابي حاصل ٿيندي، تڏهن صالح عملن جا حقدار ٿي سگهون.

(5) تاريخ مان شاهدي ملي ٿي ته ڪيترائي معمولي حيثيت رکندڙ ماڻهو، پنهنجي فرض شناسيءَ سببان اعليٰ عهدن تي پهتا آهن.

(6) ليکڪ کي ان ڳالهه جو ارمان آهي ته هن دور ۾ اسان وٽان اسلامي روايتون ختم ٿينديون پيون وڃن.

(7) صحيح اسلامي سماج اهو آهي، جو ڪو به شخص روزيءَ لاءِ ٻئي تي ڀروسو نه ڪري، بلڪ هڪ مجيل عالم به پنهنجي روزگار جو طريقو خود ڳولهي لهي.

(8) مضمون نويس لکي ٿو ته ملڪ ۾ ڪا به انسانيت نه رهي آهي، هر هنڌ وٺ پڪڙ ۽ مار لڳي پئي آهي ۽ ننڍو توڙي وڏو، ڪو به ايمانداريءَ سان ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ناهي.

(9) انسان کي اشرف المخلوقات ان ڪري چيو وڃي ٿو جو انسان پنهنجي زندگيءَ جو مقصد مقرر ڪري، ان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندو رهي ٿو.

(10) سڀ کان وڌيڪ عزت ۽ احترام جي لائق اهو شخص آهي جيڪو پنهنجي لياقت آهر ۽ پابنديءَ سان پنهنجو ڪم پورو ڪري ٿو.

# يونٽ جو تعارف

شاگرد ساٿيو!

توهان هن وقت ٽيون يونٽ پڙهڻ شروع ڪيو آهي. هن يونٽ کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. پهريون حصو سنڌ جي اڳوڻين روايتن، علم ادب ۽ سنڌي ٻوليءَ تي روشني وجهي ٿو. ٻئي حصي ۾ "ڪوهستاني ڪچهري" جي عنوان سان لکيل مضمون ۾، اسان جي قديم ڳوٺاڻي اداري ڪچهريءَ جي حوالي سان ٻڌايو ويو آهي ته ڪهڙيءَ طرح اهو ادارو صدين کان وٺي پنهنجي علمي، ادبي ۽ اخلاقي قدارن جي لاشعوريءَ طور تي تربيت ۽ معاشرتي اصولن تي پختي رهڻ جي سکيا ڏيندو رهيو آهي.

اسان کي يقين آهي ته هن يونٽ جي ابياس ڪرڻ کانپوءِ هيٺ ڏنل مقصد حاصل ٿي ويندا.

## يونٽ جو مقصد

(1) توهان سنڌ جي ريتن ۽ رسمن بابت ڄاڻي سگهندا.

(2) سنڌي زبان جي اصل نسل ۽ ارتقائي مرحلن کان خبردار ٿي سگهندا.

(3) سنڌي علم ادب ۽ ان جي ترقي ۽ ان جي باري ۾ ڪم ڪندڙن بابت معلوم ڪري سگهندو.

(4) ڳوٺاڻي ڪچهريءَ جي اهميت کان واقف ٿي سگهندو.

(5) ڳوٺاڻن جي علمي ڄاڻ ۽ ٻوليءَ جي وسعت کان واقف ٿي سگهندا.

(6) قديم لوڪ صنفن جي علمي ۽ سماجي اهميت کان واقف ٿي سگهندا.

# فهرست

# 1. سنڌ جون اڳوڻيون روايتون ۽ علم ادب

## 1.1 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون ڊاڪٽر شمس العلماء عمر بن محمد دائود پوٽي مرحوم جي مختلف مضمونن کي گڏي تيار ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر موصوف جا اهي مضمون "سرها گل" ۽ "مهراڻ" نالي رسالن ۾ ڇپيل آهن. ڊاڪٽر مرحوم 1896ع ۾ دادو ضلعي جي هڪ تاريخي شهر "تلٽيءَ" ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڳوٺ جي اسڪول مان پوري ڪرڻ کانپوءِ ميٽرڪ جو امتحان سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي مان پاس ڪيو ۽ تنهن کانپوءِ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچي مان بي اي جو امتحان امتيازي حيثيت سان پاس ڪيائين. ان کانپوءِ ايم . اي جي ڊگري حاصل ڪرڻ لاءِ ممبئي ويو ۽ 1923ع ۾ اتان نهايت ڪاميابي سان ايم . اي پاس ڪيائين. علامه صاحب 1927ع ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري حاصل ڪئي جنهن جو موضوع "عربي شاعري جو فارسي شاعري تي اثر" هو. پاڻ پهريون سنڌي هو جنهن اها اعليٰ ڊگري حاصل ڪئي

سندس زندگيءَ جو وڏو حصو تعليم کاتي ۾ گذريو. سنڌي علم ۽ ادب ۾ سندس سرانجام ڏنل خدمتون ساراهه جوڳيون آهن. مخدوم محمد زمان (لنواري شريف) جي شاعري "ابيات سنڌي" ۽ شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جو ڪلام "بيان العارفين"، "منهاج العاشقين" (ترجمو)، "سرها گل" ۽ ڪلام گرهوڙي" نالي مشهور ڪتاب سندس ترتيب ڏنل آهن. علامه صاحب 22 نومبر 1958ع ۾ ڪراچي ۾ وفات ڪئي سندس مزار ڀٽ شاهه ۾ آهي.

## 1.2 مضمون جو خلاصو

هن مضمون ۾ سنڌ جي ريتن ۽ رسمن بابت ٻڌايو ويو آهي ته اهي پيار، محبت ڀائپي ۽ هڪ ٻئي سان همدردي ۽ ڏک سک ۾ شريڪ ٿيڻ تي ٻڌل آهن. مضمون جي ليکڪ، انهن ريتن ۽ رسمن جي خوبين جو ذڪر ڪندي ٻڌايو آهي ته انهن جي ڪري ئي سنڌي سماج هڪ مضبوط ٻنڌڻ ۾ ٻڌل آهي. ريتن ۽ رسمن سان جيڪو دائرو ٺهيو آهي، تنهن ۾ رهي ڪري، جتي پاڙي ٻٽي ۽ ڳوٺ راڄ جي لاءِ همدردي ۽ احساس هوندو آهي. اتي سڄي سنڌي سماج لاءِ به ساڳيو ئي جذبو ڀريل ڏسڻ ۾ ٿو.

هتي سنڌي وڏي جي عزت ڪئي وڃي ٿي. سنگت ۾ سلوڪ ۽ وفاداري آهي ۽ هڪ ٻئي جي لاءِ عزت ۽ احترام رهي ٿو. ماڻهپي ۽ خلوص جي پيڪر انهن ريتن ۽ رسمن کي مضمون جي ليکڪ سنڌي سماج جون املهه وٿون ڪوٺيو آهي.

مضمون ۾، سنڌ جي ماضي ۽ تاريخ کي اهڙي ته اثرائتي انداز سان پيش ڪيو ويو آهي، جو ڄڻ ته سڄيءَ سنڌ جا سڀئي ماڻهو اڳيان اچي ڪٺا ٿيا آهن ۽ انهن جي اها چرپر اکين آڏو پئي ٿئي. لکڻ جي اهڙي انداز جي ڪري پڙهندڙ کي مضمون، بيان جي بدران اٿين ٿو لڳي، ڄڻ ته ڳالهين ئي ڳالهين ۾ سڄي سنڌ پيو ڏسي ـــ ليکڪ جي لکڻ ۾ اهڙي ته رس ۽ چس ڀريل آهي، جنو هر ڪو سنڌي پنهنجي سرزمين ۽ ان مٿان آباد باشندن جون اهي ريتون رسمون، راندير روند يون، ونڊر ۽ ورونهن بابت ڳالهيون ٻڌڻ ۾ خوشي پيو محسوس ڪري.

سنڌ جي عظمت جا اهي گڻ، نه رڳو تاريخ ۽ ميڄنا وارن ڪتابن تان ورتا ويا آهن، پر انهن جي آڌار تي ليکڪ پنهنجي ساڃهه ۾ به ماڻهن منجهه جيڪي خوشين جا خزانا ڏٺا، ميلن ملاکڙن ۽ عيدن براتن تي سادگي هوندي به سرهائي محسوس ڪئي تنهن جو ڀيرائتو احوال پيش ڪرڻ سان گڏوگڏ هن، سنڌي سماج جي اعليٰ قدرن، لباس کاڌي خوراڪ، تازگي توانائي ۽ تندرستي کي به سڄو سربستو بيان ڪيو آهي.

انهن سمورين ڳالهين جو دارومدار ٻوليءَ تي آهي، تنهن ڪري مقالي نگار سنڌي ٻوليءَ ان جي اصل نسل ۽ نشونما جو مرحليوار ذڪر ڪرڻ مناسب سمجهيو آهي اهو ذڪر پڻ اهڙي ته اثرائتي ۽ انوکي انداز سان ڪيو اٿائين، جو نه رڳو سنڌي ٻولي پر ان جي ادب جي مرحليوار ڪيل ترقي ۽ هر مرحلي تي ان جي ترقيءَ لاءِ ڪوششون ڪندڙن جي بابت پڻ ڄاڻ ملندي رهي ٿي.

## 1.3 مضمون جو متن

ڪنهن زماني ۾ اسان جو ديس آريہ ۽ اسلامي تهذيبن جو مرڪز هو، جتي مسلم ۽ هندو پياري وطن جي اکين جا تارا. ريجهہ رهاڻ ۾ رهندا هئا ۽ جڳ کي وحدانيت ۽ ايڪتا جو سبق سيکاريندا هئا. هينئر تہ اهڙو ڪو هير گنبذ جو واءُ لڳو آهي، جو ماڻهو ٿي مئجي ويا آهن وڏڙا ويچارا پنهنجو منهن چپائي، مقامن ۽ مسائن مان شوم بختيءَ جو نظارو ڪري رهيا آهن. انهن جا روح تاٿي رهيا آهن تہ آهي ڪو جو، سڪل ڪسيءَ ۾ ٻاٿي آٿي ۽ وچايل وٿون وري هٿ ڪري!

اهي متيادار مرڪز، جن جي صحبت رس ڀري هوندي هئي، جن جي وات مان ٻلبل سياڻپ جا سندر سخن نڪرندا هئا، جي ڇهي ڇهي تي پهاڪا، چوٽيون ۽ سگهڙن جا قول مثال طور آڻيندا هئا، جن جي ٻاجهاري ٻوليءَ ۾ نڪي عربي ۽ فارسيءَ جا اڻانگا لفظ هوندا هئا، نڪي سنسڪرت جا ڳاٽي ٻڳا شبد، جن جي زبان ۾ عجيب قسم جي روحاني شستگي هوندي هئي، تن جا پويان اڄ اڪثر رڳو شيڪسپيئر ۽ شيليءَ جا شيدائي ٿي، پنهنجو ورثوساري ٻراون دهلن تي احمق وانگر نچي رهيا آهن. نڪي مغربي تهذيب مان هڙ حاصل ٿي اٿن ۽ نڪي پنهنجن جي رٿ مان، ڪو حصو ٻڙ پيو اٿن. ڪان ۽ وانگر مور جي رفتار تي موهت ٿي، پنهنجو چلڻ بہ ڪاري ڇڏيو اٿن. اها سڀ اسان جي بي ٻرواهيءَ جي شامت آهي. هينئر بہ جيڪڏهن ڪوشش ڪئي ۽ هر هڪ ننڍو وڏو پڪو پهہ ڪري، پنهنجي اباڻي ميراث لاءِ ڪجهہ واجهہ وجهي، تہ هوند تاريخ، علم ۽ ادب جو چڱو سرمايو موجود ٿي پوي. اڃا بہ ويل ڪانہ ويئي آهي، ڪنهن نہ ڪنهن قبيلي ۾ وڏا حيات هوندا، جن وٽان اڳين جا سخن سکڻ گهرجن. جيڪڏهن وڌيڪ غفلت ڪئي سون ۽ وڏڙا سفر سڌاري ويا، تہ پوءِ ارمان ۽ پڇتاءَ جون ترڻيون مهٽيون پونديون.

منهنجي ڪنا وڏي جمار نہ آهي پر پنهنجي ٿي سانپر ۾ سنڌ جي حالت اور هئي.
ماڻهو زياده خوش ۽ آسودا هوندا هئا ۽ ان ڀاڻي آجڪر هوندو هو. عيدن براتن ۽ ميڙن ملاکڙن تي هو پنهنجي سرهائيءَ جو اظهار ڪندا هئا. ملهہ وڙهن ۽ ڪشتي کيڏن ڪري، سندس فوت ڪراڙي رهندي هئي. مردانيون ڪسرتون جهڙوڪ: بيلهاڙو ۽ ونجهوني، ڪين لڳن مروڙ ۾ مضبوط رکنديون هيون. اهڙيءَ طرح سندس زالون بہ ربرزنگ هونديون هيون. عيد ايندي هئي تہ صبح جو جماعتون ۽ ماڻهن جا ٽولا مولود چوندا، زيلون ڏيندا، ميدان تي نڪرندا هئا. نماز بعد سماع ٿيندو هو ۽ حلقا لڳندا هئا. جماعتن جي سماع وقت پان ۾ چنابيٺي لڳندي هئي. اوليائن جي درگاهن تي ساليانو ۽ ماهون ۾ پهرين جمعي، تي مداحين ۽ معجزاين جو مقابلو ٿيندو هو. خود شاعر بہ حاضر ٿي، پنهنجي هنرمنديءَ جو داد حاصل ڪندا هئا هينئر ڏسندا تہ اها سُرهائي ۽ خوشي ماڻهن ۾ ڪانهي، سڀ ڪنهن تي ڳڻتين جو بار آهي. آرام ۽ ايڪانت جو مرو نڪري ويو آهي. سڀ ڪو دنيا جي چڪر ۾ اچي، پنهنجون شاندار اڳوڻيون روايتون وساري ويهي رهيو آهي. تان جو اج عيد تي سماع جو نالو بہ ڪو نہ ٿو ٻڌجي ۽ هر ڪو ڪنن پوسانيو گهر هليو وڃي. سڀني کي هڪ قسم جي مايوسي ۽ غمگيني گهيري ويٺي آهي. ازان سواءِ ورهيارو ڀٽ فقير، دف هٿن ۾ کڻي وڏا ڀهراڻ ڀهري، اڇيون پڳون ٻڌي، ملائڪن وانگر سفيد لباس ۾ گهوڙن تي چڙهي سڀ ڪنهن در تي ايندا هئا ۽ گذريل زماني جون تاريخي ڪهاڻيون ۽ قصا نهايت خوش اسلوبي سان بيان ڪندا هئا. هاڻي تہ اهي بہ ويچارا هاڻيءَ ۾ هجي ريا، سندن ناخلف پوين ڀونو ڪو نہ ڀاريو ۽ وڏن جو نالو ۽ نشان گم ٿي ويو. اڳوڻي تاريخ معلوم ڪرڻ لاءِ ڀٽن جي هستي بہ هڪ ڪارگر طريقو هو. اسان کي گهرجي تہ جي اهي ڀٽ فقير ملن، اتان ڪين هٿ آئي، سندن تربيت ڪريون ۽ وڃايل تاريخ کي نئين سر لهون وڏن جي روايتن کي هڪ واريءَ برقرار رکون.

سنڌي هڪ جهوني ۾ جهوني زبان آهي، جنهنجو سنتون سڏو لاڳاپو پراڪرت ٻوليءَ جي "وراچڊا" نالي شاخ سان وڃي ٿو ٿئي. اهو يقين سان چئي نٿو سگهجي تہ سنڌي ٻولي ڳالهائڻ ٻولهائن جي صورت ۾ ڪڏهن آئي پر ڪن عرب سياحن جهڙوڪ: اصطخري ۽

المقدسي جي ب:رهين صدي ڌاري سنڌ ۾ آيا هئا، تن جي بيانن مان ايترو معلوم ٿئي ٿو ته ديبل منصوره ۽ ملتان ۾ عربي ۽ سنڌي ٻوليون ڳالهيون ويندڙيون هيون

جيستائين سنڌ جي قديم رسم الخط جو تعلق آهي، تنهن جي باري ۾ البيروني (973 1048) پنهنجي ڪتاب "الهند" ۾ لکي ٿو ته "ڏکڻ سنڌ جي دريائي ڪناري جي ويجهو ملباري رسم الخط مستعمل هو ۽ ڪن هنڌن تي ارڌناگري پڻ استعمال ڪندا هئا". جيتوڻيڪ اها خبر پنجي نٿي سگهي ته اهي ٻئي رسم الخط، عربي رسم الخط ۾ ڪڏهن تبديل ٿيا، پر اها تبديلي لازمي طور درجي بدرجي عمل ۾ آئي هوندي.

اهيجانن مان اثين معلوم ٿئي ٿو ته مسلمان جڏهن سنڌ ملڪ ۾ آيا، تڏهن جهونو رسم الخط متروڪ ٿي چڪو هو ۽ ان جي جڳهه قرآن پاڪ جي زبان (عربي) والاري، سنڌي ٻولي؛ جي عربي رسم الخط جو جهونو ۾ جهونو نمونو شاهه عبدالڪريم بلڙي واري (1537. 1622ع) جي ڪلام ۾ ملي ٿو، جنهن جو ترجمو سندس مريد، محمد رضا 1629ع ۾ فارسي ۾ ڪيو. سنڌ جا قديم عالم پڻ عربي ۽ فارسي زبان جو مطالعو ڪندا هئا، جا پندرهين صدي؛ تائين ادب ۽ انشا جي زبان هئي ۽ پنهنجي ٻولي؛ ڏانهن ڪو به توجهه ڪو نه ڪيائون. نه وري ان وقت ڪي راوي، ڀٽ يا رجز گو قبيلي جا ماڻهو موجود هئا. اهوئي سبب آهي، جو قديم سنڌي شاعرن جو ڪو به ڏس پتو ڪو نه ٿو ملي. رڳو اهي هٿرادو ۽ غير معتبر بيت، جي ساموئي درويشن جي سٽن بي ڏڙ سسين ڏانهن منسوب آهن (جن سا ونئي؛ ۾ سمن جي صاحبي؛ جي پڄاڻي؛ ۽ ايندڙ زماني جي مشهور واقعن جي باري ۾ پيشن گوئي ڪيل هئي). سي به اڄ به موجود آهن ۽ برلن ۽ هيگ جي ڪتابن ۾ محفوظ آهن پر شيخ حماد جمالي (وفات 1362ع)، شيخ ڀريو، اسحاق آهنگر، راڄي درويش ۽ عامل مجذوب وغيره جهڙن شاعرن جو ڪلام زماني جي لاهين چاڙهين جي نذر ٿي ويو ۽ اسحاق جو رڳو هڪڙو شعر محفوظ آهي.

حقيقت ۾ سنڌي شاعري جي شروعات هالاڪندي جي ٻن شعرن سان ٿئي ٿي. جي مخدوم احمد ڀٽي، جي موت سان تعلق رکن ٿا. اهي شعر حيدرآباد ۾ هڪڙي سماع جي

محفل ۾ ڳايا ويا هئا. جا سنه 1528ع ۾ منعقد ٿي هئي. تنهن کانپوءِ قاضي قاضن (وفات 1551ع) جا ست شعر ملن ٿا. جي شاه ڪريم جدا جدا موقعن تي پڙهيا هئا ۽ سندس ملفوظات ۾ محفوظ آهن. اهي سڀئي شعر تصوف جي رنگ ۾ آهن. جن مان معلوم ٿئي ٿو ته قاضي قاضن جو پنهنجي وقت جو هڪ زبردست عالم ۽ وڏو صوفي هو. سندس اهڙي قسم جا ٻيا به ڪيترائي شعر چيا هوندا. جيئن ۾ اچي ٿو ته مخدوم نوح (1505. 1590ع) جنهن جي ملفوظات جو سنڌي ۾ ترجمو ٿيو آهي تنهن پڻ ڪيترائي شعر چيا آهن. جن مان هينئر رڳو ڪي ٻه ٽي محفوظ رهجي ويا آهن. لڳ ڀڳ اهو زمانو پير محمد لکوي (وفات 1590ع) جو آهي. جو هڪ وڏو شاعر ۽ خدا رسيده بزرگ هو. سندس هڪ مدح "بياض خادمي" ۾ موجود آهي جنهن ۾ هن صبح جي ٿڌي هير کي خطاب ڪيو آهي ۽ کيس سندس محبوب جو قاصد ۽ پيغام پهچائيندڙ ڪري سمجهيو اٿس. مدح سنڌي شاعري جو هڪ اهڙو قسم آهي. جنهن کي بعد ۾ مخدوم محمد هاشم. ميان عبدالله مندري ۽ پير محمد اشرف ڪماري واري ڪمال درجي تائين پهچايو. اهي سڀئي شاعر مدح ۽ ابن العزيد ۽ البوصيري جي "قصيده برده" کان متاثر آهن. جنهن جو اثر قديم مذهبي صوفيانه شاعري تي تمام گهڻو آهي. خود "قصيده برده" جو ترجمو سنڌي نظم ۾ ڀان جي مولوي شفيع محمد. مولوي علي محمد مهيري ۽ عبدالله "اثر" ڪيو آهي. سيد شاه عبدالڪريم بلڙي واري جي شاعري جو دامن ايترو وسيع نه آهي رڳو ايڪانوي بيت. ٻه مثلث ۽ هڪ نظم آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ سڀني جا موضوع محدود آهن. پر اڪثر جڳهين تي لطافت کان خالي نه آهن منجهن جذبات. خوبصورتي ۽ صوفيانه رنگ جون سڀ شيون موجود آهن. انهن مان بيت يا ڏوهيڙا. جن جي ماڏيڪ ترقي ۽ تڪميل هڪ سئو سالن کانپوءِ شاه عبداللطيف ڀٽائي جي هٿان ٿي. سي پنهنجي ڪامل صورت ۾ ملن ٿا. ڏوهيڙن جي ٻولي نج سنڌي آهي ۽ منجهن عربي فارسي لفظن جو ميلاپ ڪو به ڪونهي.

شاه ڪريم جي وفات کانپوءِ سنڌي ادب ۾ هڪ قسم جو خال نظر اچي ٿو ۽ انهيءَ وچ ۾ ڪو به وڏو شاعر پيدا ڪو نه ٿيو آهي. جيتوڻيڪ اها هڪ مجيل حقيقت آهي ته شاه

عبداللطيف ڀٽائي جي ولادت سن 1689ع ۾ ٿي ۽ ڀان هن دور سان لاڳاپو رکندڙ بزرگن وٽان گهڻو ڪجهه پرايائون خاص ڪري شاهه عنايت نصرپوري وٽان. شاهه لطيف جو ڪلام اهڙو همه گير آهي جو ڪيس عظيم شاعر چئي سگهجي ٿو ۽ سندس شعر هڪ قسم جي روحاني سڪونت ۽ اطميناان سان ڀرپور آهي.

"بيت مَ ڀانيو ماڻهئا، آيتون آهين

سگر سهائين، پريان سندي پار جو."

شاهه جو ڪلام هزارين رنگن واري هيري مثل آهي ۽ سندس موضوع پڻ هر طرح رنگارنگي آهن يعني ڪٿي صوفيانه ته ڪٿي روحاني، ڪٿي ناصحانه ته ڪٿي روماني عشقيه پر انهن سڀني ۾ شاعر جي دل پنهنجي خالق جي قول سان هم آواز آهي، جنهن ڏانهن هر شيءِ کي واپس ورڻو آهي. منجهس سنڌ جي زمين ۽ آسمان جو قدرتي حسن چمڪي ٿو ۽ پڻ سرزمين جا چلڪندڙ درياءَ موجون ماريندا نظر اچن ٿا، يعني منجهس سنڌ وندي جو جلال ۽ عظمت بيان ڪيل آهي. شاهه جي شاعري اخلاقي آهي، پر سندس ترنم ۽ تشبيهات جو منجهان ذهني سرور به حاصل ٿئي ٿو. شاهه وٽ ڏوهيڙي جي صنف پنهنجي ڪمال درجي تائين پهتل آهي، ان کانپوءِ جن به شاعرن کي سندس رنگ نصيب ٿيو آهي. شاهه لطيف هڪ ٻي صنف به ايجاد ڪئي، جا آهي وائي يا ڪافي، جنهن کي ڪانئس پوءِ جي شاعرن، خاص ڪري رمضان ڪنڀر، احمد علي، نور محمد ۽ مصري شاهه وڏيڪ وسعت بخشي.

شاهه لطيف جو زمانو به انگلينڊ ۾ راڻي ايلزبيٿ جي زماني وانگر هڪ اهڙو زمانو هو، جنهن ۾ ماڻهن شعر جي ڪيترين جدا جدا صنفن ۾ نالو ڪڍيو. نظم معرا، جيڪو اشباع جو الف وارن مصرعن تي مدار رکي ٿو، سو پهريائين پهريائين پير محمد لکوي لکيو. مخدوم ابوالحسن (وفات 1165ھ) مخدوم محمد هاشم (وفات 1174ھ) ۽ مخدوم عبدالله مندري ڪيس وڏيڪ ترقي ڏئي مقبول بنايو. جيئن ته الف تي ختم ٿيندڙ مصرع ٺاهڻ آسان آهي. تنهن ڪري گهڻ درجي جي ڪيترن شاعرن سندس نقل ڪيو.

مخدوم ضياءُ الدين (وفات 1171هـ) جي مذهبي نيابيري. جا جدا جدا وزنن وارن گيتن تي مدار رکي ٿي. سا گهڻو خشڪ آهي. جيتوڻيڪ سندس مريد مخدوم محمد هاشم پنهنجي ڪتاب "قوت العاشقين" جي ديباچي ۾ سندس تعريف ڪئي آهي. پر قافيا بي مزه آهن.

خواجه محمد زمان لنواري وارو، جو شاهه عبداللطيف جو همعصر، پر عمر ۾ کانئس ننڍو هو ۽ شاهه صاحب آخر عمر ۾ کانئس فيض طلب ڪيو هو. سو پنهنجي صوفيانہ ڪلام "ابيات سنڌي" جي ڪري مشهور آهي. "ابيات سنڌي" جو ترجمو سندس مريد شيخ عبدالرحيم گرهوڙي (1739 . 1778ع) ۾ عربي زبان ۾ ڪيو. شيخ عبدالرحيم هڪ فاضل بزرگ ۽ شاعر هو. هن ڪيترائي طويل نظم لکيا آهن. جن کي "ڪلمات" ڪري ٿا ڪوٺين. ان سان گڏ شاهه عبداللطيف جي رنگ ۾ ڏوهيڙا به لکيا اٿس.

ان دور جي شاعرن منجهان ڪيترا شاعر ڪلهوڙا دور (1657 . 1783ع) سان تعلق رکن ٿا. اهو دور سنڌي شاعريءَ جو هڪ سونهري دور هو. جنهن ۾ عام طرح بيتن جو رواج گهڻو هو. انهيءَ خاندان جي هڪ حاڪم ميان سرفراز خان (دور حڪومت 1772 . 1775 ع) کي پاڻ به شعر گوئي جو ڏاڍو شوق هو ۽ هن پنهنجي لاءِ هڪ نئين اسلوب شاعري مدح جو بنياد قائم ڪيو. جنهن ۾ رسول اڪرمؐ ۽ سندس صحابن جا مناقب بيان ڪيل آهن. مدح کي وڌيڪ ترقي جمن چارڻ، صدرالدين، فتح فقير ۽ حافظ پنهنجي ڏني. جي ٽالپر دور (1783 ع .1843 ع) ۾ ٿيا. ڪلهوڙا دور مثنوين لاءِ ممتاز آهي. جنهن ۾ سڀ کان ممتاز داستان "ليلىٰ مجنون" آهي. جنهن کي "فاضل" ۽ خليفي عبدالله نظاماڻي ڏاڍيءَ خوبي سان نڀايو آهي. ٽالپر حاڪم شيعا هئا. پر رواداري کان ڪم وٺندا هئا ۽ ڪنهن به عقيدي ۾ دست اندازي نہ ڪندا هئا. هو امامن ۽ اهلبيت جي مدح ۽ توصيف ڪندا هئا. جتان مرثين جو رواج پيو.

ٽالپر دور جو سڀ کان وڌيڪ مقبول ۽ عظيم شاعر، سچل سرمست (سنہ 1739 . 1829ع) هو. جيتوڻيڪ سندس شاعري جا موضوع وسيع آهن ۽ سندس هڪ خاص

طرز آهي، پر شاهه جي درجي کي نٿو پهچي سگهي. تنهن هوندي به سچل سرمست جون ڪافيون ۽ عربي ۾ هڪ انفرادي حيثيت رکن ٿا. هو قرآن پاڪ جو حافظ ۽ اسلامي علوم جو فاضل هو پر ڪي ماڻهو ان کي سند ڪري ڪندا هئا آهي ته ڪٽي جو سندس مذهبي خيالات عام ماڻهن کان الڳ هئا. چيو وڃي ٿو ته هو اجا ننڍو ڇوڪرو هو ته شاهه صاحب جي مٿس نگاهه پئجي ويئي. پاڻ فرمايائون ته "اسان جيڪو ڪنو چاڙهيو آهي تنهن جو ڍڪڻ هيءُ ڇوڪرو لاهيندو"

سچل کانسواءِ انهيءَ ميدان ۾ ٻين وڏن شاعرن جا نالا نٿا ملن. البت ڪي هندو شاعر سامي، آسو ۽ دليپت وغيره آهن، جن جو ڪلام ويدانيت جي رنگ سان ڀرپور آهي. تنهن کانپوءِ وري مسلمانن مان خليفو گل محمد، پير علي گوهر شاهه راشدي، تخلص "اصغر" (سن 1816 . 1837ع)، سيد خير شاهه ۽ حمل لغاري (1226هه) جا نالا وٺي سگهجن ٿا. خليفو گل محمد (1811 .1856ع)، سنڌي زبان جو اهو پهريون شاعر ڪري ليکيو وڃي ٿو. جنهن علم عروض جي قاعدن مطابق پهريون ديوان مرتب ڪيو. سندس شاعري اسلوب، بيان جي لحاظ سان دقيق آهي ۽ سادگيءَ جواهه لطف کان خالي آهي.

سيد خير شاهه، هڪ نظم لکيو. جنهن ۾ ٽوپيءَ ۽ پڳ جو جهيڙو آهي. ان منجهان عربي ۽ فارسي جي انهن نظمن جي ياد تازي ٿيني ٿي. جن کي "مناظرو" چوندا آهن.

انگريزي دور (1843 . 1947ع) ۾ سنڌي ۽ فارسي شاعريءَ جي صنفن جو رواج وڌندو ويو ۽ منجهس اها پهرين ڳالهه نه رهي. تنهن هوندي به، ان دور ۾ ڪي شاعر پنهنجو چڱو ڪلام ڇڏي ويا آهن جن مان رمضان ڪنڀر جو نالو وٺي سگهجي ٿو. جنهن معجزات نبوي جي متعلق نظمن. مولودن ۽ ڪافين ۾ پنهنجي آسپاس جي ماحول مان استعارا اخذ ڪيا آهن.

مولوي الهه بخش "ابوجهي" جو نالو به ذڪر جي قابل آهي. جنهن سنه 1894ع ۾ مسدس لکيو. جو سنڌي ۾ پنهنجي نوع جو پهريون نظم آهي. شاعرن جي نئين نسل جيتوڻيڪ فارسي شاعري جي صنفن جي تتبع ڪري ٿو. پر تنهن هوندي به انهن پنهنجون سيون هينئون.

جهڙوڪ مسبع، مخمس، مسدس ۽ مثمن وغيره کي رواج ۾ آندو آهي ۽ لطف الله "بدوي"، غلام محمد "گرامي"، حافظ "احسن، عبدالله "اثر" ۽ رشيد احمد لاشاري جا نالا قابل ذڪر آهن.

سنڌي نثر جي حالت نظم کان بلڪل مختلف آهي ڪيس. اڄا حال ۾ ترقي ٿي آهي ۽ منجهس انگريزي نثر جهڙي صفائي ۽ بي تڪلفي پيدا ڪا نه ٿي آهي ڇاڪاڻ ته سٺن سٺن لکندڙن سادي ۽ بي تڪلف نثر لکڻ کان احتراز ڪيو ۽ پنهنجي سڄي طاقت اهڙي مذهبي شاعري ۾ ضايع ڪيائون جا زبان جي خوبي ۽ لطافت کان خالي آهي.

سنڌي نثر جا جهوني ۾ جهونا نمونا عبدالرحيم گرهوڙي جي "ملفوظات" ۾ ملن ٿا. شاهه ڪريم ۽ خواجه محمد زمان جي تعليمات ٻـ اصل سنڌي نثر ۾ آهي، پر پوءِ مريدن انهن کي ترتيبوار عربي ۽ فارسي ۾ منتقل ڪيو. قديم نثر جا ڪتاب عربي ۽ فارسي جي لفظن تي مدار رکن ٿا ۽ سنڌس فقرن جي بيهڪ ٻـ اصل جي مطابق رکي وئي آهي. انهيءَ سلسلي ۾ اسان تائين سنڌي زبان ۾ قرآن پاڪ جو هڪ ترجمو پهتو آهي، جو مٽيارين جي آخوند عزيز الله (1746. 1824ع) جو ڪيل آهي ۽ ٻيو ديوان ننديرام سيوهاڻي جو ڪيل "تاريخ معصومي" جو ترجمو آهي.

البت مٽيارين جي سيد ميران محمد شاهه جا لکيل "مفيدالصبيان" ۽ "سدا توري" جا قصا پڻ آهن. "سدا توري" ۽ غلام حسين جي داستان ۾ تـ زبان نهايت مزيدار استعمال ڪئي وئي آهي.

سنڌي ادب جو بهترين اديب مرزا قليچ بيگ (1853 . 1929ع) هو، جنهن جي جهوني ۾ جهوني نثر جا نمونا شاهه لطيف جي سوانح ۾ ملن ٿا. "خورشيد ۽ "زينت" جي ڪيترين تمثيلن ۾ پڻ بهترين نثر آهي.

رنگين ۽ پر تڪلف سنڌيءَ جو سڀ کان وڏو مصنف، قاضي هدايت الله "مشتاق" هو، جنهن جو ڪمال سنڌس "هدايت الانشاءَ" (جا انشاءَ پردازيءَ جي فن تي لکيل آهي)

"مصباح العاشقين" ۽ "حضرت العاشقين" ۾ ڏسي سگهجي ٿو. ٻوين ٻنهي ڪتابن ۾ نهايت رنگين انداز ۾ حضرت محمد ﷺ جن جي ولادت جي باري ۾ روايتون قلمبند ڪيون ويون آهن.

مولوي عبدالخالق "خليق" (موراڻي)، جنهن ڀرپور جواني جي زماني ۾ وفات ڪئي، سو پڻ نهايت صاف ۽ دلچسپ نثر لکندو هو. هن محمد بخش "واصف" سان گڏجي، هندن جي ويدن جو خاص طرح سان مطالعو ڪيو ۽ ٻنهي ڄڻن مناظري جا ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن.

مولوي حڪيم فتح محمد سيوهاڻي (وفات 1942ع)، جو هڪ مشهور نثر نگار هو ۽ "نورالايمان"، (جنهن ۾ قرآن پاڪ بابت سمجهاڻيون آهن)، "حيات النبي"، يعني رسول اڪرم ﷺ جي سيرت، "ابوالفضل ۽ فيضي"، "ميرن جي صاحبي"، "ڪمال ۽ زوال" وغيره، ڪتابن جي مصنف پڻ هو. تنهن جي نثر جو نمونو به سادو ۽ وڻندڙ آهي. البت ڪٿي ڪٿي ٿوري لفاظيءَ کان ڪم ورتو ويو آهي.

گذريل ٻن ٽن سالن ۾ گهڻن ئي ماڻهن سنڌي نثر تي تحقيقاتي ڪم ڪيو آهي ۽ ڪري رهيا آهن، جن مان آنجهاني ڊاڪٽر گربخشاڻي جو ڪتاب "نورجهان" ۽ "مقدمه لطيفي" (شاه جي رسالي جو مقدمو)، هڪ تاريخي حيثيت اختيار ڪري چڪا آهن.

ڀيرو مل مهرچند آڏواڻيءَ جي طرز تحرير ۾ هندو ۽ مسلمانن جي گڏيل ناثر جو هڪ دلچسپ ميلاپ نظر اچي ٿو. اهڙيءَ طرح منوهرداس ڪلناڻي ۽ آسانند جا نالا قابل ذڪر آهن.

سنڌيءَ جي نوجوانن اديبن، جهڙوڪ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ وغيره جي ادبي ڪارنامن جي باري ۾ ڪجهه چوڻ، وقت کان اڳ جي ڳالهه ٿيندي پر تنهن هوندي به ائين نظر اچي ٿو ته سندس هٿان سنڌي نثر ۾ هڪ قسم جي سگهه ۽ قدرتي رنگ پيدا ٿي رهيو آهي، جو اڳتي هلي ڏينهون ڏينهن وڌيڪ دلڪش ۽ وڻندڙ صورت اختيار ڪندو ويندو.

## 1.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| وينجهار | موتي ونڌي هار ٺاهيندڙ |
| ڪراهت | نفرت |
| بحر بي ڪران | اهڙو سمنڊ يا درياهه، جنهن جو ڪو ڪنارو نظر نه اچي |
| تمتار | ٻريل |
| معذور | لاچار، بي وس |
| ڪشالا | تڪليفون |
| وندر، هاڙهو، پٻ ۽ هنگور | سنڌ جي جبلن جا نالا |
| اڙڏايون | ڏاڍايون |
| ترنم | سُرسان |
| ٻريتڻون | پيار جو ٻنڌڻ، ڳانڍاپو |
| تنوار | آلاپ، صدا |
| آري | آرياڻي نسل جو، آري جام. پنهون ڏانهن اشارو آهي، جيڪو بلوچ هو ۽ بلوچ اصلاً آرياڻي آهن. |
| مُنڌ | عورت |
| اٿاٿو يا اٿانگو | ڏکيو |
| ٻاٻاڻا | مت يا مائٽ |
| سنجهو | رات جو پهريون پهر |
| سارڻ | ياد ڪرڻ |

وصل — ميلاپ ، ملاقات

ڪانڌ — ٿر جي هڪ حصي جو نالو

چاري — پهريدار، محافظ

ڳچ ڳرڻ — تمام گهڻو ڏک ٿيڻ

ڪوسي ٿڌي مان گذرڻ — ڏک سک ڏسڻ

اجهاڳ — جهاڳڻ کان مٿي، جنهن مان پار پئجي نه سگهجي.

بي انت — جنهن جو پاتال يا ترو نه ڏسجي

محبوب — شرميلو، حجاب وارو

سنسار — جڳ، جهان

سڳنڌ — سُرهاڻ

سمو — وقت، زمانو

غواص — ٽوٻير، ٽٻيون هڻڻ، موتي ميڙڻ وارا

جوت — روشني

ڪانگيرو — ڪانون جي ويهڻ واري جاءِ

آلَ — ڪانگن جا ٻچا

الماس — موتي

مساڻ — مردن کي ساڙڻ واري جاءِ، (هندو مت وارن جو قبرستان)

شوم بختي — بدبختي، ڦٽل قسمت

وٿ — قيمتي شيون

شبد — ٻول

## 1.5 خود آزمائي (1)

### سوال نمبر (1)

**هيٺ ڏنل خالي جايون ڀريو.**

1) عربي رسم الخط ۾ سنڌي جو جهوني ۾ جهونو نمونو ......... ......... ... ڪلام ۾ مليو ٿو.

2) سنڌي شاعري جي شروعات ......... ... ... جي بيتن شعرن سان ٿئي ٿي جيڪي سماع ۾ پڙهيا ويا هئا.

3) پير محمد لکوئيءَ جي هڪ مدح ۾ ......... .........موجود آهي.

4) شاهه ڪريم جي شاعريءَ جي ڪلام جو نالو ..............آهي.

5) مخدوم محمد زمان لنواري شريف جي سنڌي شاعري..............۾ جمع ڪيل آهي.

### سوال نمبر (2)

**هيٺ ڏنل سوالن جا مختصر جواب ڏيو:**

1) ڊاڪٽر دائود پوٽي (مرحوم) جي ڪن ڇهن ڪتابن جا نالا لکو.

2) ڊاڪٽر دائود پوٽي پنهنجي سانبر ۾ سنڌ جي حالت ڪهڙي ٻڌائي آهي؟

3) ڊاڪٽر دائود پوٽي (مرحوم) ڇهن جي ڪهڙي تاريخي اهميت لکي آهي؟

4) البيرونيءَ سنڌي رسم الخط بابت ڇا لکيو آهي؟

## سوال نمبر (3)

ڊاڪٽر داؤد پوٽي (مرحوم) سنڌ جي ماڻهن جا جيڪي ڪجهه خصوصيتون لکيون آهن، اهي مختصر طور تي بيان ڪريو.

## سوال نمبر (4)

ڊاڪٽر داؤد پوٽي سنڌي ٻوليءَ بابت جيڪي ڪجهه لکيو آهي، ان جو اختصار لکو.

# 2. ڪوهستاني ڪچهري

## 2.1 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون مسٽر الله بچائي ولد محمد سمي، جي مشهور ڪتاب "سير ڪوهستان"، تان ورتل آهي مرحوم سمو، مئي 1912ع ۾ ڪراچي جي مشهور علائقي ملير ۾ پيدا ٿيو. سنڌي پرائمري ماستر ٿيو ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد مان سنڌي ماستريءَ جي ٽن سال جي تربيت ورتائين، سنڌي ادب ۾ سندس ڪتاب "سير ڪوهستان" ۽ "لاڙ جو سير" نمايان حيثيت رکن ٿا. هن صاحب، ڊسمبر 1958ع ۾ وفات ڪئي

## 2.2 مضمون جو خلاصو

سنڌ ۾ ڪچهريءَ جو رواج ڪيتري ئي زماني کان جاري آهي. اهي ڪچهريون سنڌ ۾ پنهنجي طبعي حالتن مطابق معمولي ردوبدل سان، ہر هڪ ئي مقصد خاطر ورهين کان وٺي هلنديون اچن ٿيون. اهي اهڙا ادارا آهن، جتي هڪ ٻاسي اٿڻ ويهڻ، گڏجي گهارڻ، هڪٻئي جي ڏک درد ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو سبق ملي ٿو ته ٻئي پاسي لاشعوري طور تي سنڌي سماج ۾ شادي مرادي ۽ موت فوت وارين ريتن ۽ رواجن کان وٺي، ننڍ وڏائي ۽ عزت احترام ڪرڻ تائين، گڏن کي هڪ پيڙهيءَ کان ٻي پيڙهيءَ تائين پهچائڻ وارو ڪم به ٿيندو رهي ٿو. اهڙيءَ طرح انهن ادارن ۾ جتي ادب جي اُپٽار ٿيندي رهي ٿي، اتي رواج ۾ رهڻ وارين علمي ۽ ادبي صنفن ۾ پختگي ۽ نواڻ به ايندي رهي ٿي.

اهو سڀ ڪجهه ڏورن، بيتن، پرولين، گجهارتن، ڪافين ۽ ڪلامن وسيلي ورهائبو رهي ٿو. اهو علم ۽ ادب نه رڳو انهن ڪچهرين ۾ موجود علم حاصل ڪرڻ جا شيدائي ۽ شوقين، عالمن جي گفتن، سخنورن جي سخنن، بزرگن جي نصيحتن ۽ اڪابرن جي قولن مان فيض وٺندا ويندا آهن، پر حاصل ڪيل علم کي ڪنهن حد تائين پنهنجي گهرن ۽ ماحول ۾ به ورهائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

مطلب ته هتي انهن ڪچهرين جي علمي ۽ ادبي اهميت ٻڌائڻ سان گڏوگڏ سنڌي سماج جي اعلىٰ قدرن کي برقرار رکڻ ۽ ترقي ڏيارڻ جا اهم ذريعا ثابت ڪرڻ لاءِ مقالي جي مصنف جتي سنڌي ٻوليءَ جي سونهن کي يڪجا ڪري پيش ڪيو آهي اتي هن پنهنجي علميت، اڪابري ۽ عبارت آرائيءَ جي قابليت کي به ظاهر ڪيو آهي.

## 2.3 مضمون جو متن

اوهان سوين سينيمائن ۾ شغل ڏٺا هوندا، ڪيترين محفلن ۾ شريڪ ٿيا هوندا، هزارين پروفيسرن جون علم ادب تي تقريرون ٻڌيون هونديون، ڪيترن ئي سالڪن جي صحبت اختيار ڪئي هوندي ۽ گهڻيئي تعليمي نماءَ ڏٺا هوندا، پر آءٌ دعويٰ سان چوندس ته انهن سڀني مشغولين ۽ تماشن کان پر اثر ۽ بامعنيٰ مشغولي آهي ڪوهستاني وينجهارن جي ڪچهري، ماڻهو ڏسو ته صفا ڇٽ، لڳن تي پورو لٽو نه جڙين، ميرا ۽ گدلا، جن سان ماني کائڻ به ڪراهت، پر هو جيڪي ٻولين ٿا، سو اسان نه پڙهيو ۽ نه ٻڌو، اسان جا سنڌي مصنف، شاهه صاحب ۽ سامي صاحب جي رسالن مان چند بيت لکيو، ڪتاب تيار ڪري ڪٿي اسان جي اڳيان رکن، اسين به هر هر ساڳي ڳالهه پيا پڙهون، پر هُنن وٽ اهو قصو ڪونهي، نئين سج نئون سبق، مهمان سان ڪچهري ته ڪن پر وقت ڪيئن گذري، ڪچهري ڪيئن رونق آفروز ٿئي، تنهن لاءِ جيڪي ڪن ٿا سو سراپا عام جو بحر بيڪران آهي، لٽريچر تي ليڪچر آهي، ڪُهني ۽ وساريل تعليم آهي.

ڪچهريءَ جا گهڻيئي رنگ بدلائين، جو ته هڪ رنگ هلڻ ڪري، وينل ڪڪ ٿيو پون، ڪوهستاني ماڻهو ساز سرود ۽ راڳجا ڏاڍا شوقين آهن، ڳوٺ ۾ ٻه - ٽي ٻنگا مڱڻهارن جا ضرور هوندا، مڱڻهار مٿل ڪچهريءَ ۾ ازخود اچيو حاضر ٿين، سرندا ساز ڪڏي وڃي وڃائين، ڪچهري جو رخ وڏڙن جي مرضيءَ موجب ڦري گهري، ماڻهن ۾ گهڻو رواج آهي ڙ تي بيتن چوڻ جو، وڏڙن ڪي گهڻو ڪري اچي شاهه صاحب جي بيتن مان مزو، شاهه جي رسالي کي بلڪل عزت جي نگاهه سان ڏسن، روحانيت ۽ وحدانيت جو ڪلام سمجهن، تنهن ڪري ان جا بيت گهڻي چاهه سان ٻڌن، جو ته شاهه صاحب جو رسالو سڄو آهي ٺمنار ٺيل جابلو ٻولي سان، ٻين سرن کان سسئي پنهونءَ جي سرن وارا بيت کين وڏيڪ رس ڏين، تنهن ڪري اهي ذوق شوق سان ياد ڪن، انهن سُرن ۾ جابلو سنڌي، شاهه صاحب خوب ڪم آندي آهي، جيئن ته:

"اڳي اِن هياس، جِن پنهونءَ ڏوتم ڪپڙا،
هاڻي اِن ٿياس، جِن جت نہ نيئم پاڻ سين."

هياس، ٿياس، نيئم: اهي لفظ ڪوهستاني ڙالون عام طرح ڳالهائينديون آهن. سنڌ ۾ ڪٿي بہ اهڙا لفظ استعمال ڪو نہ ٿين. جڏهن ڪچهري رس ۾ ايندي، تڏهن وڏڙا حڪم ڪندا تہ ادا، معذوريءَ جو سر وڃايو. معذوري شروع ٿيڻ سان درد ڀري سسئي ڳائبي. جهنگن جا پنڌ ڪشالا، جبلن جا لڪ لانگها، وندر جا ور وڪڙ، هاڙهي، پهب ۽ هنگورجون ارڏايون، واءُ ۽ سج جي بيوفائي، اٺن ۽ اوٺين جي دشمني، اهڙي تہ ترنم سان ادا ڪندا، جو جڻ تہ اجها پٿي سسئي ويچاري اکين آڏو واڪا ڪندي وڃي. هڪڙو تہ شاهہ صاحب جو ڪلام رسيلو ۽ پُر معنيٰ، ٻيو تہ موقعي مهل سان ٺهڪي اچي، تنهن ڪري ٻڌندڙن ۽ چوندڙن جا وچ ڪتايو ۽ ڳچ ڳاريو ڇڏي. دنيا جي ڪوسي ٿڌيءَ مان جيڪي لنگهيا آهن تن جا ستا سور جاڳائي. ڇاتيءَ وارا چيهہ ڏيو ڇڏي. هو جابلو ماڻهو، هنن کي جبل سان پياس. جن بيتن ۾ جبلن جو بيان ۽ نالا اچن، تن کي گهٽي غور ۽ خوض سان ٻڌن. سسئي ويچاريءَ جو بہ اچي جبلن سان ڪم ڦاٿو هو. تنهن تہ هر هر پٿي جبلن سان وندر ڪٿي.

"ڏونگر! ڏوراهو، پهريون چُنڊيس پرينءَ کي
پهڻ پير پٿون ڪيا، تريون ڇنيون تو
رحم نہ پيو ٿي روح ۾، قدر منهنجو ڪو
واڪو ڪنديس وو! مون سين جبل ٿو جاڙون ڪري."

پٿر بيجان، بي حس و حرڪت، سسئيءَ کي ڪهڙو جواب ڏين؟ هن جي اندر ۾ پنهونءَ جي سِڪ جا جيڪي اڌما اٿيا ٿي، سي دل ۾ سانڍي ڪين ٿي سگهي. مجبوراً ٻاهر ٻاڦ ڪڍڻي ٿي پيس. اهڙو درد جو اظهار ويو ٿي وڻ وڻ کي لوڻيندو ۽ لوساڻيندو.

"ڪي جو ڪڍيائون ٻار، ڏکيءَ ڏونگر پاڻ ۾
سٽي سا تنوار، مرون پيا مامري."

سسئي ويچاري، جنهن سان ههڙو هاڃو ٿيو، سا اورڻ پئي تہ مون سان ههڙي جاڙ ڪنهن ڪئي؟ ڪنهن کي ڏوهہ ڏيان؟ ڪنهن جي دشمني ظاهر ڪيان ۽ ڪنهن سان سور سليان؟ جڏهن هوءَ بلڪل تنگ ٿي ٿئي، تڏهن پٽ بہ ڏنائين.

ڪيس پيچاڙيءَ تائين پڪ ڪا نہ ٿي تہ، پنهونءَ کي ملڻ لاءِ، پنهنجي اڳيان ڪير ٿو رڪاوٽون وجهي! ڪڏهن ڏيرن کي پيئي ڏوهہ ڏئي تہ ڪڏهن اٺن کي ويٺي لوئي، رستي تي اٽانگائي ڏسندي، جبلن تي پيئي ڏمر ڪري ۽ ڪنهن مهل تہ ماڳهين سهني کي پيئي پنهنجو دشمن سمجهي. اهو چئي، وٺي سسئيءَ جي باري ۾ لاڳيتا بيت پڙهيائين. سسئيءَ جو سُر آهي سچو ڏک ۽ درد. ٻڌڻ وارن تي اهڙو ئي اثر ٿئي، جو اهي غائبانہ طور تي سسئيءَ سان همدرد ٿيا، اوچنگارون ڏيو ويٺا رڙئن.

نوجوانن کي وري اچي لوڙائو بيتن مان مزو، سي انهيءَ مهل سانوڻ فقير کي ياد ڪن. سانوڻ فقير، ناري ٻوري جو ويٺل، ذات جو خاصخيلي، پنهنجي وقت جو چڱو شاعر هو. هو قد جو بندرو ۽ بت جو ابرو هو. سندس شعر ۾ چستي، جوش ۽ جذبو تمام گهڻو ڀريل آهي. دينوي عشق جي چهاٽ ڪيس راهہ رد ڪري ڇڏيو. پر پوءِ اچي رستي تي پيو. هو ڀاڻ بہ ناڙي هو ۽ ڀاڻ سان هميشہ هڪڙو ناڙي همراهہ ڪٺندو هو. ميلن ملاکڙن تي ماڻهو دعوتون ڏئي گهرائيندا هئس. پنهنجا بيت ڀاڻ نڙ جي سر تي چوندو هو. هر هڪ بيت چوڻ بعد ڀاڻي جو گلاس پيئندو هو. جيئن تہ تخلص جو اثر شاعر تي گهڻو ٿيندو آهي. سانوڻ فقير هر هڪ بيت ۾ پنهنجو تخلص: سڙيو مران "سانوڻ" چئي، يا سورن ۾ آهيان "سانوڻ" چئي، ڪم آڻيندو هو. اٿين چوڻ سان سندس جسم کي گويا باهہ وٺي ويندي هئي ۽ سارو بدن جهنجهڪ ڪاٺي ويندو هوس، تنهن ڪري ڀاڻي پيئڻ جي سخت ضرورت محسوس ڪندو هو. بعضي تہ سچو مٽ ڀراڻي رکندو هو، جنهن مان لوٽا ڀري مٿان اوتيندو هو.

مثال خاطر، سندس شاعريءَ جو هڪ بند ڏجي ٿو.

سرتيون! پرتيون پير کي، آءُ جا هلڻ هاري
جيڏيون! منهنجي جيءَ تي، برهه لڳو باري
ساجن ستي سور جي، هڏن تي هاري
اڳيان پڻيون پنڌ جون، بيحد بيماري
اڳيان پڻيون پنڌ جون، بر سجڻ باري
اڳيان پڻيون پنڌ جون هي واٽن تي واري
سورن ۾ "سانوڻ" چئي، ڪندو پنهل پوئواري
لکشي جي لاري، پيئي پنهونءَ جام سين

اثين نه سمجهو ته انهيءَ ڪچهريءَ ۾ ڪي فقط ٻُڍيسر هوندا هئا، پر گهڻا جوان سالڪ، سگهڙ ۽ شاعر به هوندا هئا. جيئن جيئن بين شاعرن جا جوشيلا شعر ٻڌندا ويندا، تيئن تيئن سندن جذبات ۾ بجلي جون لهرون ڊوڙنديون رهنديون. نيٺ پاڻ جهلي ڪين سگهندا. ساز بند ڪرائي، ماٺيئي مجلس شروع ڪندا.

هوڏيل جوان آمهون سامهون ويهي بيت بازي ڪن. سندن وضع قطع ڏسندي، ڪو به اعتبار ڪري ڪو نه سگهندو ته هنن ۾ ڪا ايڏي مٺيا هوندي، پر جڏهن کلن، تڏهن ڏندين آڱريون اچيو وڃن.

آءٌ خوش قسمتيءَ سان هڪ اهڙي ڪچهري ۾ وڃي شريڪ ٿيس، جتي رڳو سياڻن جي سَٿَ هئي. ٻه جهونا جوڳي نڪري نروار ٿيا. اچي ٻڌائون هوڏ، ڪچهري جو رنگ ئي بدلائي ڇڏيائون. شورو وقت اڳ ٻڌل، شاعرن جا شعر ٻئي چيائون ۽ ٻڌائون. پر هاڻي ته اکين آڏو جوان گوڏا ڀڃي ويهي وندرائڻ لڳا. هڪڙي جو نالو ابراهيم ۽ ٻئي جو عبدالله. گهڻا ئي موتي ڇنڊيائون.

شيخ ابراهيم پنهنجو چوهه ڇنڊيو ۽ جوش ڀرو ڪيو ته يڪدم عبدالله خان پنهورو سرڪي اچي سوڙهو ٿيو. وارو خالي نٿي ڪيائين، جيئن پوءِ تيئن ويس ٿي جوش وڌندو.

نيٺ بيت بازي بند ٿي. چند منٽن لاءِ ڪچهري تي سناٽو ڇانئجي ويو. وري بہ دليون تحرڪ ۾ آيون. هڪڙي منجهائن هڪل ڪري چيو تہ "ياڙرو! اچيو ٿي سو ڪڙي." سڀني هڪ آواز ٿي چيو تہ "ڀلي ڪري اچي." مون تہ سمجهيو ٿي ڪين تہ ڪهڙو ٿو سوڪڙي پيش ڪري. خبر تڏهن پيئي، جڏهن سڄي ڪچهريءَ جو ڌيان ڀاڻ ڏي ڇڪائي ڳجهارت ڪٿي ڏنائين. ڳجهارت معنيٰ ڳُجهہ، سو بہ ڀراٺو ڳجهہ. خدا ڄاڻي تہ سالڪ جو خيال ڪهڙو؟ مراد ڪهڙي؟ هو تہ اڳيئي انهيءَ وٽج جا واپاري هئا، سي لڳي ويا ڳجهارت ڳولڻ ۾. ڳجهارت هن ريت هئي:

عورت نالي ڇا ڪريان؟ هو ويا نالو مرد ڇڏي

هنن هڏ ڪيو هڏو، مان نہ رهندي هڏي

ڳَهہ منهنجو ولايت ويو، مٿي لوهہ جن لڏي

دعا ڪريو، ڙي جيڏيون! مان عورت نالي سان ڳڏي

سالڪ ڳنجهارت ڏيئي خاموش ٿي ويهي رهيو، ٻيا سڀئي اچي ويچار ۾ پيا. اول فيصلو ڪيائون تہ سُر جاچجي. سر هٿ ڪرڻ ڪانهوءِ اوٺاڻتا ڏک هئا، سي ڪارگر ٿيندا. بي اونو جهنگر جهڳڻ مان هڙ نڪي حاصل. اهي ٻہ ٻچائي، ڀاڻ ۾ ٻهي، نيٺ انهيءَ خيال تي متفق ٿيا تہ هي سسئي جو سُر آهي. سُر هٿ ڪري، اچي ٻيا جُهن هٿڻ تي. ڳجهارت ۾ مکيہ بند ست آهن: عورت، نالو، هڏ، لوهہ، ڳهہ، ولايت ۽ عورت.

هاڻي ڪوشش ڪري انهن نالن ۽ بندن جا اصلي نالا ڳولڻ لڳا، جن ۾ سالڪ لڪ ڪري. راز رکيو آهي. ڳجهارت هئي سسئيءَ جي سر ۾، تنهن ڪري، سسئي جي روپ ۾ لڪي ويا اهڙيءَ معنيٰ وارا نالا وٺندا، جيئن اها مراد برصواب ٿئي. سوين نالا عورتن، هڏن، ڳهن، لوهن ۽ والايتن جا ساري ويا. نيٺ هڪڙي جُهور پوڙهي، عورت حليمان جو نالو ورتو. ڳجهارت ڏيندڙ يڪدم رڙ ڪري چيو، "بس! بس!" اتي چوڌاري واهہ واهہ! پئجي ويئي، چو تہ ڳجهارت ڀڄي پيئي. ڳجهارت جو هڪ بند ٽٽو تہ سڄي ڳجهارت ٽُٽي. چياڻونس تہ هاڻي حل ڪرينس. هُن هِن ريت ڳجهارت حل ڪئي.

عورت جو نالو حليمان، مرد جو نالو بيگ، هڏي جو سنڌو، ڳهه جو ورُّ، ولايت ڪيچ، لوھ جا
ڳُر، عورت سسئي ۽ نالو پنهون.

انهيءَ ريت سڀئي بند نروار ڇني، پوءِ سڄي ڳجهارت پڇي هڏاياڻين، جا هن ريت هئي:

هلي مان ڇا ڪريان؟ هو ويا بي ڳُرا ڇڏي
هُنن هڏ ڪيو سنڌو، مان ته رهندي سنڌي
ور منهنجو ڪيچ ويو، منئي ڳورن لڏي
دعا ڪريو اي جيڏيون! مان سسئي، پنهونءَ سان ڳڏي

حليمان مان مراد: هلي مان.
بيگ مان مراد: بي ڳُرا.

جڏهن ڳجهارت جو فيصلو ٿي ويو، تڏهن هٿي پاسي کان هڪڙي جوان رڙ ڪري چيو،
ته "ادا هيءَ به ونجو." انهيءَ به هڪ ڳجهارت ڪچهريءَ ۾ ڪٿي اڇلائي.
چيائين ته:

"جت اُٺ ڪاٺ جي اُٺان آڪ ڪيٺن ذات ڙي!"

ڪچهريءَ ۾ سڀئي سڏير ويٺل هئا. ڳجهارت جو اچڻ ۽ هنن جو سُر سڃاڻي ڪرڻ. ڇني
ڏناڻون ته اها ويچاري سهٺي آهي. ڳجهارت جا بند هئا ٽي. اُٺ، ڪاٺ ۽ ذات. سڀڪو پنهنجي
پنهنجي منهن ڳولڻ لڳو. مون کي ته وڏي ڪماليت ڳجهارت ڏيندڙ جي ڏسڻ ۾ آئي. بس،
هڪڙي ٽولي اُٺ وارو بند ڳولڻ لڳي ويٺي، جنهن ۾ چار - پنج ماڻهو شريڪ هئا. پر هر هڪ
ماڻهو پنهنجي پنهنجي خيال، ڄاڻ، سمجهه ۽ يادگيريءَ موجب نالا پئي ورتا. ٻي ٽولي ڪاٺ
جي ڳولا ۾ مشغول، ته ٽين ذات جي ظاهر ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهي هئي. اٽڪل ويهارو کن
ماڻهن انهيءَ شغل ۽ شغف ۾ ڀاڱو ورتو. هر هڪ کي ٻه بند جو نالو ونجي ويو، يا ان نالي جهڙو هم
آواز لفظ هيو ڪو ڇني ويو، تڏهن به ختم سمجهڻ گهرجي، اهڙي پختائيءَ رکڻ لاءِ دماغ کپي.

اٿين بہ نہ ٿئي، جيئن ڪو ماڻهو گهربل ناڻو وٺي وڃي ۽ ٻڌندڙن جي ڌيان ۾ ئي نہ اچي.
جيڪڏهن ائين ٿيو تہ اها ڪاريگر لاءِ عيب ڀري ڳالهہ ٿيندي.

نيٺ ڳجهارت جو ڳجهہ وجهي لڌائون. هڪڙو جوان، اُن جا قسم ۽ عضوا ڳوليندي ڳوليندي، اُٺ جو "تارون" چئي ويو. واهہ واهہ ٿي ويئي! چيائونس تہ هاٿي ڪولي ٻڌاءِ. چيائين تہ اُٺ جو تارون، ڪاٺ جي ڏڪر يا ڏاڪ، ۽ ذات جي لنگهي. سهڻي اسر ـ ڳنڍي، جملو هن ريت ٺاهي ويو.

"جت تارو ٿي ڏڪيا، اُتان آءٌ لنگهي ڙي!"

سهڻي پنهنجي ساهيڙين کي چئي رهي آهي تہ ميهار جي محبت مون تي اهڙي غالب آهي، جو سندس لاءِ اهڙي ڏکئي وقت، جڏهن درياهہ ۾ ترندڙ ماڻهو، درياهہ جي دهشت کان ڏڪيا ٿي، تڏهن بہ آءٌ اتان لنگهي ويس.

پوءِ تہ اچي ڳجهارتن جي پلٽ پلٽان شروع ٿي. هر ڪو واري سان چوندو ٿي ويو. ڳجهارتون بہ سڀ سراڻيئون. ٻي سري ڳجهارت غلط سمجهي ويندي آهي، تنهن ڪري اهڙي ڳجهارت پيش ڪا نہ ڪن.

سُروزي ويچارو، جو منهن مونن ۾ ڀايو ويٺو هو، تنهن کان بہ سٺو ڪين ٿيو. پڙڪو ڪاٺي اُٿيو. چيائين تہ "منهنجي بہ ٻڌي ڇڏيو." اڳيان بہ واڳون وات ڦاڙيو ويٺا هئا، چيائون تہ "ادا، تون بہ ٻڌائي ڇڏ." سروزيءَ ڪنگهڪار ڪري چيو تہ:

"وکر جنين سان هوم، سي ويا ڪاٺيءَ ڪوهيارا
ڪهڙي اولارا، رڃ نہ پيئس تن تي."

جيئن تہ هن ڳجهارت ۾ لفظ ڪوهيارو اڳيئي استعمال ٿيل آهي، تنهن ڪري سر سمجهڻ لاءِ جهوتن کائڻ جو ڪو ضرور ڪو نہ هو. ڪوهيارو معنيٰ پنهون. تنهن ڪري ڳجهارت سسئي پنهونءَ جي سر ۾ سمجهبي. ڳجهارت جا چار بند آهن. وکر، ڪاٺي، ڪهاڙو ۽ رڃ. دستور

موجب سڀ ڪو هڪ هڪ بند وٺي ڳوليندو ويو. گهڻن ڪنهي جبر بہ ڪجيو وڃي. ڳوليندي وڃي مٿان پيس. نيت ڳجهارت پڳي. هڪڙو بند پڳو، سڄي ڳجهارت چئي.

ڳجهارت کي وڌيڪ پائيدار ڪرڻ لاءِ، سالڪ جا منجهس لِڪَ رکن ٿا. سا هيءَ آهي. ٻہ اسم ساڳي معنيٰ وارا جيڪڏهن گهربل آهن تہ انهن مان اهو اسم ڪارائتو سمجهبو، جنهن سان ڳجهارت جو تعلق هوندو. مثلاً ڪڙ ڪي معنيٰ دري. پر جيڪڏهن ڳجهارت ۾ ڪڙڪي گهربل آهي تہ دري چوڻ سان ڳجهارت ڪا نہ پڄندي.

سُروزيءَ جي ڳجهارت ڪاٺ جي ڪڙڪي چوڻ سان ختم ٿي ويئي. تنهن ڪري ڪٿي پڌري ڪياٽين. وکر جو ڪيٽرو، ڪاٺيءَ جي ڪڙڪي، ڪپڙي جي لينگهہ. ليڙ يا اگڙي ۽ رڇ جو طباخ. طباخ عربي ٻولي جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي بورچي. سنڌي ٻولي ۾ لکر جي وڏي ٿالهہ کي بہ طباخ چون، جنهن ۾ بورچي اٽو ڳوهيندا آهن. جڏهن سڀئي بند ظاهر ٿيا، تڏهن سڀني کي گڏي، منجهائن هڪ غير موزون، پر بامعنيٰ ۽ آوازن تي پورو شعر چئي ويو، جو هن ريت هو:

"ڪن رس جنين سان هوم، سي ويا ڪڙڪي ڪوهيارا
لينگهي اولارا، طبع نہ پيس تن جي."

سسئي ٿي چوي تہ جن سان منهنجي من جو ٻانڌاڻ هو، سي ڪوهيارا لڪي ڇپي هليا ويا. آءٌ انهن جي ڏک ۾ ڪپڙن کي ڦاڙي چيري لينگهون ڪري ڇڏينديس. مون کي اهو بہ ارمان آهي، جو آءٌ جتن جي طبيعت تي پهچي ڪين سگهيس. جيڪڏهن مون کي هنن جي انهيءَ چوراتيءَ طبع جي خبر پهچي وڃي ها تہ هوند اٿين رهجي نہ وڃان ها.

آخر مهمان جي گڻ پرکڻ لاءِ کيس اشارو ڪياٿون. جي "حقوٿي خالي سکتا نهين. سڀ ڪي اندر لال."

مهمان، جنهن وٽ اچي ميڙو متو هو، سو بہ ڪو وڏو وينجهار ۽ جهانديدو ماڻهو هو. "ياران هي جهرمر لائي، ميڏا روح بہ نہ رهيا." اُن جي مصداق، هن جوان کان سلو ڪين ٿيو. ڇياٺين تہ هڪڙي هتان بہ اچيو ٿي. سهني ڇيو تہ پهلي ڪري اچي.

مهمان ڪچهريءَ ڏي منهن ڦيري،ارچي ڳاٽ هڪ ڳجهارت هن ريت ڏني.

نالن ۽ نرناٺن کان آيس مان تہ ڪال، ميان!

نالن ۽ نرناٺن لاءِ منهنجو جيءُ سڪي ٿو جال، ميان!

مٿيو بہ هيس مال ميان! پر نالن کٿي نانءُ ڪٿي آهيان.

مهمان ڳجهارت ڏني، ماٺ ڪري ويهي رهيو. جوان ڳجهہ ڳولڻ ۾ جنبي ويا. مهمان ٿيو ڏاريو، سو کٿي ڪر! انهي طعني تہ هيڪاري ماريا. جيڪو زور هئن، سو هنياٺون، نيٺ ڳجهارت ڀڳاٺون. ڳجهارت ۾ جي ساڻڪ لڪون ڪيون هيون، سي هن ريت پڌريون ٿيون:

نالن = ڪرڙن.   نرناٺن = ڪندن.  نالن = مينهن وساين.   نرناٺن = منگهن.

مٿيو= لعل.   مال = لڳ.   نالن = قيدين (قادن).   نانءُ = ڪارو.

نوٽ: ڪرڙ، ڪندا ۽ منگها وغيره ماڻهن جا نالا بہ آهن. جڏهن ڳجهارت جا بند ظاهر ٿيا، تڏهن سڄي ڳجهارت هڪ نئون روپ وٺي نروار ٿي.

ڪرڙن ۽ ڪندن کان آيس مان تہ ڪال، ميان!

مينهن وسي، منگها ٿيا. جن لئي جيءُ سڪي ٿو جال، ميان!

لڳ بہ هيس لال، ميان! پر قيدن کٽي ڪارا ڪيا.

جڏهن هڪڙي واهہ واهہ ٿي ويئي، تڏهن ڇياٺين اچيو ٿي هي. هاڻي گويا ڪچهريءَ جي سٽين سٽين شروع ٿي. جيڪي اوجهريا ٿي، سي بہ سجاڳ ٿيا. ڇياٺين تہ:

ڍنڍ نرنانءَ ڪي نہ وٺي، جنهن جا واڻن تي هشيار، ميان!

نار نرنانءَ سامٺي، جنهن ڪي مال جي ناهي ڀڄار، ميان!

سڻ تون آڳي جا اختيار، ميان! جو نالو وٺيو ٿي ذاتين ڪي.

ڳجهارت آئي ۽ لقمو ٿي ويئي. سنئين سرائتي ڳجهارت ڪٿان ٿي سٽ سهي؟ جنهن جا بند گهڻا، تنهن کي حل ڪرڻ ۾ ويرم ٿي ڪا نہ لڳي. ڳجهارت جڏهن ٻڌي، تڏهن هن ريت ٻڌري ڪئي.

ڍنڍ = مارئي. ٿرنانءُ = عمر. واءُ جي "هير." هشيار جان قربان. نار = سهڻي.

ٿرنان= ساهڙ. مال جو ڀوڻي. نالو = لاکو. ذات جو "اوڏ."

جڏهن بند سڀ. بيان ٿي ويا، تڏهن سڄي ڳجهارت هن نموني وڃي بيٺي.

مار ٿيءُ عمر نہ وٺي، هير رانجهي تان ٻلهار، ميان!

سهڻي ساهڙ سامهون، جنهن جي ٻنيان ناهي ويچار ميان!

سڻ تون آڳي جا اختيار ميان! جو لاکو وٺيو ٿي اوڏڻ کي.

نوٽ: لاکي ڦلاڻيءَ نالي هڪ ڪڇ جو حاڪم ٿي گذريو آهي. هن تي لکپ جي رهاڪو هر ميتني اوڏ جي ڌيءَ عاشق ٿي پيئي هئي.

هن ڳجهارت ۾ سالڪ عمر سومري تي ٺٺول ڪئي آهي. چوي ٿو تہ عمر مارئيءَ کي نٿو وٺي، پر ڏسو تہ هير، رانجهي تان ٻلهار پئي ٿئي. سهڻي بہ اهڙيائي عورت هئي، جا ساهڙ جي سامهون سدائين پئي ويئي. الله جي قدرت جو لاکي جهڙو ڪڇ جو حاڪم اوڏڻ کي وٺيو، پر مارئيءَ کي عمر سومرو سنڌ جو بادشاهہ ڪين وٺي، ڪين وٺيو.

آءٌ ڪچهريءَ جي رس ٻڌندو رهيس، پر منهنجي اندر جا ڪشمڪش پيدا ٿي، تنهن منهنجي طبع ۾ عجيب انقلاب آڻي ڇڏيو. آءٌ انهيءَ وقت پنهنجن خيالن ۾ محو ٿي ويس ۽ انئين ڀانيم تہ ڪنهن نئين دنيا ۾ اچي پهتو آهيان. ڪچهري ۾ ڇا هو؟ عجب فلسفو ۽ عجيب شاعري. نج سنڌيءَ ۾ اهڙو پيچيدو ۽ ڳوڙهي معنيٰ وارو شعر نہ اوهان اڳ ٻڌو هوندو ۽ نہ مون ئي سمجهيو هو. شعر ۾ اهڙو ڳجهہ رکي وڃڻ ڪا گهٽ ڪماليت ڪانهي. سنڌ جي سالڪن ۽ شاعرن کي جيڪڏهن ڳولي هٿ ڪبو ۽ سندن گوهر افشانيءَ کي ڪاغذ جي صفحي تي آڻي، عوام جي اڳيان پيش ڪبو، تہ آءٌ يقين سان چوان ٿو تہ دنيا جو ڪو بہ ملڪ ادب ۽ ساهت ۾ اسان

سان ڪلهي جوسي ڪو نہ ٿيندو. ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سوين ۽ ڪوهستاني دنيا ۾ هزارين، اهڙا اُملهہ موتي گوشہ نشين آهن، جي نہ پنهنجي پڌرائي پسند ڪن ٿا ۽ نہ ڪين ڪنهن پڌري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اوهين صرف چند منٽ مٿين ڳجهارتن تي ويچار ڪريو ۽ پاڻيهي نتيجي تي اچو. آءٌ تہ انهن اڻ پڙهيلن جا اهڙا ٻول ٻڌي، حيران ٿي ويس. اهڙي ڪيميا اٿين مٽيءَ ۾ پئي رهي ۽ ڪلر کائي وڃيس، تنهن مان ڪهڙو سود؟ اهي رهن ٿا جهوپڙين ۾، ڳوٺن ۾ ۽ جهنگلن ۾. اتي وڃڻ لاءِ نہ موٽر ڪم اچي ۽ نہ گاڏي پيرين پيادو سڄ جو سفر ڪجو. اهڙي تڪليف غريب گوارا ڪندا. باقي ساون کي سمرتي ڪا نہ ٿيندي. غريبن جي ٻڌي ڪير؟ انهن کي وسهي ڪير؟ جڏهن خوشامد ملڪ کي کائي ويئي، تڏهن تہ اهڙا ملهائتا موتي بيقدرن آڏو اچڻ کان آر پيا ڪن.

هيءَ بہ هڪ شاعري آهي، پر ڪجهني، دانائيءَ جا نڪتا آهن، پر اسان جي سمجهہ کان پري. اڄ بہ دنيا شاعرن کان خالي ڪانهي، پر اهڙو هڪڙو تہ مثال پيش ڪريو! اڳين ۽ پوين کي جاچي، پيٽي جي اندر جهاتي پائي ڏسو تہ دنيا شاهراهہ ترقي تي گامزن آهي، يا پويان پساهہ کڻي رهي آهي. ويچاري سنڌڙي جنهن جي ڪڇ ۾ اُها ڪوهستاني آبادي بہ آباد هئي، جا باب الاسلام سان گڏ دارالعلم والادب بہ هئي، پر اڄ ڇا آهي؟ "هنجهہ هلي ويا ملڪ مان، جاءِ جهلي زاغن."

مهمان بہ جڻ ڪا ڇور بلا هو – اهڙي تي وٺي پلٽ پلٽياٿين، جو ڪچهريءَ ۾ نئون روح ڦوڪجي ويو. هن سڀني ڏي منهن واري هام ٻري، اوچي ڳاٽ ٿي چيو تہ هڪڙو هنر ٻڌو:

آڙي چوءُ انهن کي، جي ٻولهاڙيون آهين
هنجهہ چوءُ انهن کي، جي منگهن ۾ پائين
ترڪي ڪانشيرا ڊاهين، تون نير ڳي ڏين ڦوتن کي

ويچارا واٽڙا ٿي ويا! هيءَ ڳجهارت تہ ڪين آهي، جنهن جا بند ويهي ڳرلين. هن کي چون هنر. تنهن کي اهو پهچي، جو سربستو سمجهي. ٿوري مشاڪت ڪرڻ بعد اجازت ڏنائونس تہ "ادا. انهيءَ واپار مان اڃان اسان ڪو نہ پرايو آهي. تنهن ڪري ڏي بہ تون ۽ وٺ بہ تون."

مھمان ھنن جو خيال لاھي، پاڻ ھنر حل ڪرڻ لڳو. ھدايائين تہ ھن نموني جي شعرن ۾ شاعر اصلي لفظ کان ٿورو ڦريل لفظ ڪم آڻي، پنھنجي شعر کي وڌيڪ ڳجھو ۽ اھميت وارو ڪندو آھي. وينجھار ڦريل لفظن کي ويچاري ۽ ھوش ھلائي، اصلي مدعا جي مدنظر لفظن کي بيھاري معنيٰ حاصل ڪندا آھن. ھي عمر مارئي جي ڪشمڪش ۽ سوالن جي پوشيده نقشو آھي، جنھن تي ٿورو ويچار ڪبو تہ ساري معما خودبخود کلي پوندي. ھتي مثنين ھنر کي بالترتيب سمجھايو وڃي ٿو.

آڙي پولھاڙي، ھنجھہ، منگھہ، ڪانيرا ۽ نيرڳي، اھي ڏار ڏار پکين جا 'لا آھن. سالڪ ھنر جو راز، ڳجھارت جي ڳجھہ کان ٿورو ڦيرائي، سولي نموني ۾ رکيو آھي.

ڳجھارت ۽ ھنر ۾ تفاوت فقط ھيءُ آھي. ڳجھارتن ۾ اسم، بلڪل پوشيده، پنھنجي مطلب لاءِ بيٺل ۽ ڪم آيل ھوندا آھن. انھن کي اظھار ڪرڻ لاءِ تمام گھڻو خيال ۽ حافظو کپي. ڳجھارتي بندن ۾ آيل اسمن ۽ انھن جي ڀاڱن جو پورو پتو رکڻ ضروري آھي. مذڪر ۽ مؤنث لفظن جي لحاظ سان، اھڙيءَ طرز ۾ مشاڪت ڪرڻ فائدي واري ٿيندي، جا اصلي ڳجھہ سان ويجھو تعلق رکڻ واري ھوندي. مثلاً:

جيڪڏھن ڳجھارت ۾ ڪپڙ، ڪَپڙَ جو، ڪَپڙَ جي لفظ ۾ ڪم آيل ھوندا تہ اھي پنھنجي معنيٰ ۽ مطلب پڌيان ڳولبا. جيڪڏھن صرف "ڪپڙ" لفظ ۾ ڳولڻو ھوندو تہ وينجھار ڪپڙ مان ڪنھن بہ ٺھيل شيءِ مثلاً پٽڪو، ڪوٽ، سٿڻ وغيره جو نالو ڪو نہ نھاريندا. پر تاڪيو، بافتو، ھرڪ وغيره نموني سان نالا وٺندا. جيڪڏھن "ڪپڙ جو، لفظ ڪم آيل ھوندو تہ پوءِ ھر ڪنھن انھيءَ شيءِ جو نالو وٺندا، جا ڪپڙي مان ٺھيل ھوندي. جيئن تہ شال، قميص، رومال وغيره. مؤنث جي حالت ۾ "ڪپڙ" جي لفظ ھٿ ڪرڻ لاءِ ڪپڙي جي ڪنھن بہ جنس مؤنث واري نالي لاءِ ڳولا ڪندا، جو پڻ ڪپڙ جو ڪو ڀاڱو يا حصو ھوندو. جيئن تہ ليڙ، ٻانڌڻي، اگھڙي وغيره. اھڙي ويچار رکڻ سان اھي ئي ماڻھو ڳجھارتون ڳولي سگھندا، جن کي تمام گھڻي عام واقفيت ھوندي ۽ تيز حافظو رکندا ھوندا.

هنر جي ڳولا لاءِ حافظي جي گهٽ ۽ اعليٰ خيالن جي گهٽي ضرورت آهي. هنر ڳولينـ
جو ڪم ٿيندو هنر ۾ ڪم آيل پيچيدن لفظن کي چنڊي ڇاڻي، منجهانئن اصلي سچن لفظ
جي صورت ڏاهڻ. جهڙي ريت مهمان پنهنجو هنر صاف ڪري ڏيکاريو.

لفظ آڙي مان ورتل آڙي.

لفظ ٻولهاڙيءَ مان ورتل لفظ ٻول هاري يا ٻول واري.

لفظ هنجهہ مان ورتل هنج معنيٰ گود.

لفظ منگهہ مان ورتل لفظ منگهہ، بادگير.

لفظ ڪانشيرا مان ورتل ڪان + وير نشان چٽيندڙ.

لفظ نير ڳيءَ مان ورتل نير رنگ نيرو رنگ.

مارئي عمر سومري کي ٿي چوي تہ "اي عمر! تو آڙي انهن کي چوُ، جيڪي توسان ٻـ
واريون آهن." "آڙي!" جو لفظ نڪاح واريءَ زال لاءِ صرف سنڌس مرد ڪم آڻي سگهي ٿو، ٻيو ڪ
بہ مرد هن لاءِ اهو لفظ استعمال نٿو ڪري سگهي. اها حجت اُڻاريندي، مارئي عمر کي چوي ٿ
تہ پنهنجين نڪاح ٻڌل زالن کي "آڙي" چئو. جو تہ اهي توسان ٻول ٻڌل آهن. هنج ۾ ويهڻ جي آ
انهن کي ڪر، جيڪي تنهنجي محلاتن ۾ بادگيرن هيٺان رهن ٿيون، يعني جيڪي تنهنج
راڻيون آهن. اي عمر! توکي شال بندوق جا ڪان ڏاهي ناس ڪن. تون اشراف عورتن ۽ انهن
شريف مائٽن کي چو ٿو بدنامي جا نيرا ٽڪا ڏين.

جڏهن اهڙو ذومعنيٰ شعر مائهن ٻڌو، تڏهن زور ڪياڻونس تہ "اجا بہ الله جي ڏني
ڪي ٻڌاءِ." مهمان چيو تہ "دا! منهنجي زبان ڪا نہ ٿي گسي. مون کي بہ آهي ويهي اهار
تنهن ڪري ٻلي ويٺا ٻڌو."

تو نہ ٻاري، سومرا! سا ٻاري ٻليتن
ڪڏهن ٻڌي سين ڪا نہ ڪا، پٽ تي ٻليتن
آئي چاڙهي، سومرا! ٻٺي ٻليتن

سانگي ماٺھو ھن ڇرا، رات ٻہ پليتن

جوڙي ڏنتي جان ۾، ھوند ٻہ پليتن

اھو پھہ پليتن، اڇيو عمر جام کي

ھيءَ ھنر اگهئين کان نرالو آھي. ھتي صرف ھڪ لفظ پليتن ۾ سڄي معنیٰ لڪائي وٺي آھي. فقط لفظ "پليتن" ھر ھڪ سٽ ۾ جدا جدا معنیٰ رکي ٿو. اھي مختلف معنائن وارا لفظ گڏجي وري سڏي سنواٽي معنیٰ وارو شعر پيش ڪن ٿا، جو حقيقت تي ٻڌل ۽ بامعنیٰ آھي.

1. پليتن = پلي تن = تن پالي تاتي وڏي ڪئي.

2. پٽ تي پليتن = تن جي گھر ۾ ان جي پلي.

3. پٽي پليتن = تن مڙن جي پلي پٽي.

4. رات ٻہ پليتن = رات ٻہ تن گذاري ڇڏي.

5. پليتن = پليتي واري بندوق.

6. پليتن = پليد، بدنيت.

مارئي ٿي عمر کي چوي، تہ "اي عمر! تو مون کي پالي وڏو ڪين ڪيو آھي. مونکي منھنجن مائٽن ئي پاليو آھي، تنھن ڪري آءٌ انھن سندي آھيان. منھنجا مائٽ اھڙا تہ غريب آھن، جن وٽ ڪڏھن ٻہ ان جي پلي رکيل ڪا نہ ھڏيم. ھنن ھميشہ مڙن ۽ ڇٽن جي پلي پٽي، آٿي ڇاڙھي ۽ انھيءَ تي ويلا واريو. ھو مال جي سانگي تي رھندڙ ڏوٿي ماٺھو آھن. اڄ رات ٻہ ھنن وٽن جي پٽن يعني ڏٿ تي گذاري آھي. منھنجي مائٽن کي تنھنجي ھن ڪڏي ڪرتوت تي اھڙي تہ ڪاوڙ آھي، جو جيڪڏھن ھو توکي ڏسن ھا تہ پليتي واري بندوق تنھنجي جان ۾ ھڻي، توکي، پورو ڪن ھا.

تون جو پرڏيھان پنڌ ڪري، فقط مون مسڪين عورت کي کڻي آيو آھين، تنھن لاءِ آءٌ سمجھان ٿي تہ اھو ڏس توکي ڪن پليد ۽ بدنيت ماٺھن ڏنو آھي. اھڙي طرح ھنرن

مٿان هنر ۽ بيٺن مٿان بيٺ ڏيٺي، مهمان ڪچهري ڪي چڱو وندرايو ويٺو هو ته اوچتو ڪڪڙ ٻانگ ڏني. چيائون ته ”اٿو سهائو ٿي ويو.“ ڪچهريءَ خير خوبي سان برخاست ٿي. سڀ ڪو ويو گهرو گهر. آرام ڪرڻ لاءِ ته باقي وقت بچيو ئي ڪو نه هو. سڀئي ھٺا مالدار، وڃي مال جي ميڙيائيءَ ۾ لڳا. اسين ٻه مهمان پڙچ تي ٻيٺجي رهياسين. اُها ٿي مهل هٿي ته ماني تي چاڻو مکڻ جو رکي، ٻه وٽا مهيءَ جا ڀري ڪٽي آيا. ماسي ڪاٺي هر ڪنهن ورتو پنهنجو رستو.

## 2.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| منسوب ڪرڻ | نسبت يا لاڳاپو جوڙڻ |
| پيشن گوئي | اڳواٽ ڳالهيون ٻڌائڻ |
| مجذوب | پنهنجون پاڻ کي جذب ڪرڻ |
| ملفوظات | سمورو ڪلام، شاعري، بزرگن جي قولن تي ٻڌل ڪتاب |
| خدا رسيد | الله تعاليٰ کي پهتل، بزرگ، درويش |
| مثلث | ٽڪندو يا ٽن سٽن وارو شعر |
| پرائڻ | حاصل ڪرڻ |
| همه گير | گهڻن مقصدن وارو |
| ناصحاڻو | نصيحتن وارو |
| تقليد | پيروي |
| دست اندازي | هٿ چراند |
| توصيف | ساراه، واکاڻ |
| وحدانيت | هيڪڙائي، توحيد |
| دقيق | ڳوڙهو، سنهو |
| نوع | نمونو، قسم، طريقو |
| تتبع | پيروي |
| هيئت | طرز، نمونو |
| تڪلف | جهجڪ، حجاب |
| تمثيل | ڪهاڻي جي روپ ۾ |

| | |
|---|---|
| سنگهار | مالوند، ڀاڳيو |
| ڀاڻا | مال ويهارڻ جا هنڌ، جايون |
| آس | اُميد |
| سڄڻ | پُڌجڻ، معلوم ٿيڻ |
| برھ | عشق |
| وضع قطع | قد بُت، قد ڪاٺ |
| سٽ | قطار |
| جنگ | دلير، بهادر، ويڙهو |
| جنجال | ڏکيو، مشڪل |
| پلنگ | وحشي جانور، جيڪو چيتي جهڙو چالاڪ ٿئي ٿو |
| روبه | گدڙ |
| ڪَهَرُ | ديگهه ۾ ننڍڙو، پر نهايت زهريلو نانگ |
| جهن | ڏک، وار |
| برصواب | صحيح، برابر |
| مُدبر | عقلمند، سجاڳ ذهن جو مالڪ |
| ڀاڱو | حصو |
| ڪانپ ڪڍڻ | گوڏن کي ڇيلهه سان ٻڌي، ٻي لوڏو ٿي ويهڻ |
| جهانديدو | زماني کان واقف |
| لقمو | گرھ |
| ٻلهار | قربان |
| گوهرافشاني ڪرڻ | موتين جهڙا گفتا ٻولڻ |
| زاغُ | ڪانءُ |

| | |
|---|---|
| تاريڪي | اونداهي، ڪاراڻ |
| سهانو | صبح جو سوجهرا |
| ٻرج | نڊر |
| اوج | پوشاڪ، اوڇڻ |
| ڪنڌين آگريون اچڻ | حيران ٿيڻ |

## 2.5 خود آزمائي (2)

### سوال نمبر (1)

درست لفظن مٿان نشان لڳايو.

(1) سانوڻ فقير ڪٿان جو رهاڪو هو؟ ٻاڳ ناڙي جو/ ڏوري ناري جو.

(2) "ناڙيءَ" جو مطلب آهي ٻاڳ ناڙيءَ جو باشندو/ نڙ وڄائيندڙ/ ذات جو ناڙي.

(3) هياس، ٿياس ۽ ڪياس. اهي لفظ سنڌ جي اتر/ لاڙ/ ٿر/ ڪوهستان ۾ استعمال ٿين ٿا.

(4) "ادا، منهنجي ٻه هڏي ڇڏيو." اهي لفظ آهن هڏير جا/ سروزي جا/ سالڪ جا.

### سوال نمبر (2)

هيٺ ڏنل سوالن جا مختصر جواب ڏيو.

(1) ڳجهارت ڪي وڏيڪ پائيدار ڪيئن بنائين؟

(2) ڪلهي جوسي هجڻ جي معنيٰ لکو.

(3) "ڏندين آگريون اچڻ" جملي ۾ استعمال ڪريو؟

(4) هنر جي ڳولهڻ ۾ ڇا جي گهٽي گهرج پوي ٿي؟

(5) ڪچهريءَ ۾ ڪهڙين لوڪ صنفن جا نالا ورتا ويا آهن؟

### سوال نمبر (3)

ڪچهريءَ جي اهميت تي مختصر، مگر جامع نوٽ لکو.

### سوال نمبر (4)

سانوڻ فقير جي پڙهيل شاعريءَ ڪي نثر ۾ لکو.

# 3. خود آزمائشين جا جواب

## خود آزمائي (1)

### سوال نمبر (1)

(1) شاهه ڪريم جي ڪلام ۾

(2) هالا ڪنڊيءَ جي

(3) بياض خادمي

(4) بيان العارفين

(5) ابيات سنڌي

### سوال نمبر (2)

(1) ابيات سنڌي، بيان العارفين، العاشقين، ڪلام گرهوڙي.

(2) ماٺهو آسودا، ان پاٺي جام، عيدن براتن ۽ ميڙن ملاکڙن تي ماڻهن ۾ سرهائي هئي.

(3) پٺن وٺان سنڌ جي اڳوڻي تاريخ هٿ ڪري، ان کي ترتيب ڏيڻ سان هڪ مستند تاريخ جوڙي سگهي ٿي.

(4) البيروني لکي ٿو تہ "ڏکڻ سنڌ جي درياهي ڪنارن جي ويجهو ملباري رسم الخط جو استعمال هو ۽ ڪن هنڌن تي اردناگري بہ رواج ۾ هئي."

### سوال نمبر (3)

خود لکڻو آهي.

### سوال نمبر (4)

خود لکڻو آهي.

## خود آزمائي (2)

### سوال نمبر (1)

(1) ٻوري ناري جو

(2) ٽڙ وجائڻ وارو

(3) ڪوهستان

(4) سُروزي

### سوال نمبر (2)

(1) گجهارت کي وڌيڪ پائيدار بنائڻ لاءِ ٻن هڪجهڙين معنيٰ وارن گهربل اسمن مان هڪ کي ڪارائتو ڄاتبو آهي.

(2) هڪ جهڙو، برابري ڪري سگهندڙ

(3) بازيگر جا ڪرتب ڏسي، ماڻهن کي ڏندين آڱريون اچي وڃن ٿيون.

(4) آڙي پکي آهي ۽ پيو هيءُ لفظ "آڙي" سان ملندڙ آهي. اڙي، سنڌ جا مرد زال کي سڏڻ لاءِ استعمال ڪندا آهن. ان مان ڳالهه جو مفهوم ظاهر ٿئي ٿو.

(5) هنر جي ڳُولها لاءِ اعليٰ خيالن جي گهرج پوي ٿي.

(6) مدح، گجهارت، رسالو، ڏُکيا بيت، ٽڙ بيت ۽ ڏور

### سوال نمبر (3)

خود لکڻو آهي.

### سوال نمبر (4)

خود لکڻو آهي.

يونٽ نمبر 4

1. ھولي ۽ ان جون ادبي خوبيون

2. علم ادب جي ترقيءَ جا طريقا

# يونٽ جو تعارف

**يونٽ جو تعارف**

**شاگرد ساٿيو!**

چوٿون يونٽ پڙهڻ لاءِ اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن يونٽ جا ٻه معمول موجب ٻه حصا آهن. "هڪڙي حصي ۾ "ٻوليءَ ۽ ان جون ادبي خوبيون" جي سري سان ۽ ٻئي حصي ۾ "علم ادب جي ترقيءَ جا طريقا" جي عنوان سان ٻه الڳ الڳ مضمون ڏنل آهن. ٻئي مضمون علمي ۽ ادبي لحاظ کان تاريخ ۾ تمام گهڻي اهميت رکن ٿا. توهان کي ٻه انهن جي ابياس مان انهن جي علمي ۽ ادبي فضيلت معلوم ٿي ويندي. ٻنهي اهم مضمونن جي مطالعي کانپوءِ اسان کي پڪ آهي ته توهان انهيءَ لائق ٿي ويندا جو هيٺ لکيل مقصد حاصل ٿي ويندا.

**يونٽ جو مقصد**

(1) ٻوليءَ جي سمورن رخن کان واقف ٿي ويندؤ.

(2) ٻوليءَ جي صلاحيتن، لياقتن ۽ خوبين کي خود پرکي سگهندؤ.

(3) پنهنجي ٻوليءَ جي ارتقائي رخن کان آگاهه ٿي سگهندؤ.

(4) ادب بابت هڪ تفصيلي مضمون لکي سگهندؤ.

(5) تهذيب ۽ ادب جي لاڳاپي کي سمجهائي سگهندؤ.

(6) سوانح نگاري ۽ ان جي اهميت ٻڌائي سگهندؤ.

# فهرست

# 1. ٻولي ۽ ان جون ادبي خوبيون

## 1.1 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون، مشهور ليکڪ مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو آهي، جيڪو سندس ڪتاب "آفتاب ادب" تان ورتو ويو آهي. حڪيم صاحب جو تعارف اڳ ۾ اچي چڪو آهي.

## 1.2 مضمون جو خلاصو

ٻولي ۽ ان جون ادبي خوبيون جي عنوان سان هن مضمون ۾ ٻوليءَ جي مختصر لفظن ۾ مڪمل وصف ٻڌائي ان جي علمي ۽ عقلي دليلن سان ڀنڀيراڻي ڪئي وئي آهي. ان کانپوءِ انهيءَ نتيجي کي عالمن جي راءِ سان اڃا به پختو ڪيو ويو آهي.

اهو به ٻڌايو ويو آهي ته ڪا ٻولي پاڻ ۾ ادبي خوبيون پيدا ڪرڻ تائين ڪيترن ۽ ڪهڙن مرحلن مان پار پوندي آهي ۽ هر مرحلي تي ان ۾ ڪهڙا گڻ ۽ خاصيتون جنم وٺن ٿيون. ٻولين جون خاصيتون ۽ اهي گڻ اهڙي ته پيرائتي انداز سان پيش ڪيا ويا آهن جو جتي ٻولين جي باري ۾ پروڙ پوي ٿي، اتي ٻولين جي حيثيت ۽ اهميت به نمايان ٿيو پوي ٿي.

جيتوڻيڪ موضوع کي جامع انداز سان پيش ڪرڻ لاءِ اڃا به وڏي مضمون جي ضرورت هئي پر پوءِ به وڏي قابليت سان هيڏي ساري مقصد کي جنهن جامع صورت ۾ سمايو ويو آهي، ان تي مضمون نگار جي علميت کي داد ڏيڻو پوي ٿو. جنهن وڏيءَ سياڻپ سان ٻولي ۽ ان جي ادبي خوبين جو اهڙو سربستو ذڪر ڪيو آهي جو مضمون جي سهڻي رخن تي روشني پوي ٿي.

## 1.3 مضمون جو متن

پهرياڻي: سمجهڻ گهرجي تہ ٻولي ڇا آهي؟ "ٻولي چئبو آهي اهڙي تلفظي ۽ معنيٰ دار آوازن کي، جن جي وسيلي هڪڙو ماڻهو پنهنجي ٻئي هم زبان (ساڳي ٻولي ڄاڻيندڙ) کي پنهنجو مطلب ۽ مراد، سمجهائي سگهي." ٻين اکرن ۾ "ٻولي چئبو آهي اهڙي ڳالهائڻ کي، جو ڳالهائيندڙ ڳالهائي تہ سندس هم زبان ٻڌندڙ ان جو پورو مطلب پوري طرح سمجهي سگهي."

جيڪڏهن هڪڙو ماڻهو اهڙي ٻولي ڳالهائي ٿو، جو ٻڌندڙ جيتوڻيڪ اها ٻولي ڄاڻيندڙ آهي، تہ اُن جو مطلب سمجهي نٿو سگهي تہ ان کي عام ٻولي نہ چئبو. پلي انهن ڳالهايل لفظن ۽ جملن ۾، ڳالهائيندڙ جي مطلب ۽ مراد موافق، معنيٰ رکيل هجي، پر جڏهن تہ ٻڌندڙ ڪجهہ بہ نہ سمجهيو، تڏهن انهيءَ کي عام ٻولي سڏي ئي نہ سگهبو ۽ اهڙو ڳالهائيندڙ "گونگو ڳالهائيندڙ" چئبو. گهٽي ۾ گهٽ اهڙي ٻولي فقط اهڙي ڳالهائيندڙ جي حق ۾ ٻولي چئبي، پر ٻڌندڙ جي حق ۾ نہ. پر جيڪڏهن ٻڌندڙ اها انوکي ٻولي سمجهي سگهندو هجي تہ بہ اها ٻولي بلڪل محدود دائري جي ٻولي چئبي، جا عام ٻوليءَ جي احاطي اندر اچي نٿي سگهي. وڏيڪ صفائي لاءِ سمجهڻ گهرجي تہ سچ پچ ٻولي اها آهي، جا ننڍو ڳالهائي تہ وڏو سمجهي، وڏو ڳالهائي تہ ننڍو سمجهي، شهري ڳالهائي تہ ڳوٺاڻو سمجهي، ڳوٺاڻو ڳالهائي تہ شهري سمجهي، زال ڳالهائي تہ مڙس سمجهي، مڙس ڳالهائي تہ زال سمجهي، هندو ڳالهائي تہ مسلمان سمجهي، مسلمان ڳالهائي تہ هندو سمجهي. اها آهي نج ۽ اصلي ٻولي ۽ انهيءَ جو ئي نالو آهي "عام ٻولي."

ادبي ٻوليءَ جو درجو عام ٻوليءَ کان بالا ۽ برتر آهي. انهيءَ درجي جي ٻوليءَ کي ادبي يا ساهتيہ سڏبو آهي. ٻولي انهيءَ درجي ۾ اچي، هڪ گلزار پُربهار بڻجيو پوي ٿي. ٻوليءَ جي انهيءَ ادبي گلستان ۾، قسمين قسمين چمن ۽ بهارا ڏسجن ٿا. گونا گون گل ۽

گلبن ڦوڪيا ويٺا هئا، طرحين طرحين واس ۽ سڳنڌ ڦهلجي رهيا هئا. ڀانت ڀانت جون رونقون ۽ رنگ پسجن پيا، ڀري ڀري ڪان ادبي گلن ۽ ڦلن جون ڇڪيون، ادبي وڻن ڦهوٽن جون جنسون آئي ڦوڪجن پيون، يعني اهو سڀ ڪجهه سامان، موجود ڪرڻو وي ٿو، اهي سڀ مانداڻ منڊيا پيا هئا، جن مان ادب جي گلزار ۾ سدا بهار اچي. عاشقانه امنگ هجن يا مجاهدانه جذبا، عيش پرستيءَ جا اسباب هجن يا محنت ڪشيءَ جا اوزار، سرمائيداريءَ جو سامان هجي يا مزدوري جو مانداڻ، شاهيءَ جو تخت هجي يا غربت جو تختو، بادشاهي تاج هجي يا گدائي جو پيالو، سڪندري تخت هجي يا دارا جو اقبال، محتاجي جو حل هجي اڪبري حلال، ابوالفضل جو ڪمال هجي يا علم ۽ ڪمال جو تال، انهيءَ هر هڪ حالت جي پرزور بيان ۽ اثرائتي اظهار لاءِ ادب يا ساهت ئي هڪ بهترين وسيلو آهي.

ادب، زبان جو زيور آهي ۽ ساهت ٻولي جو سينگار. ادب ڪلام جو ڪمال آهي ۽ ساهت ٻولي جو ساهه. ادبي رنگ ۾ ورڪ جي واڻي ۽ ضمير جو آواز وڌيڪ زوردار، اثرائتو ۽ وڌيڪ ڪارگر ٿئي ٿو. ادب ۽ ساهت جو جوهر، شمشير جي هردار ڪان به وڌيڪ تيز آهي.

دنيا جي انقلابن ۽ صحيح انقلابن ۾. تيغ [illegible] ڪان وڌيڪ، ادبي ڪلام ۽ ساهت جي سخن جو هٿ رهيو آهي. تاريخ جي ڪتابن ۾ جا [illegible] آهي ته دنيا جون حڪومتون ترار ڪان ايترو ڀئو نه ڪائينديون آهن، جيترو قلم ڪان قلم [illegible] ادب سوسي جو تيز اوزار آهي، انهي ڪري ڪيس "شمشير قلم" سڏيو ويو آهي. پان رکن [illegible] ته دنيا جي ڪا به سڌريل ٻولي، ادب ۽ ساهت جي خزاني ڪان ڪڏهن به خالي نه هوندي. [illegible] سڌريل ٻولي، ادب ۽ ساهت جي موجودات ۾ سڄي آهي ته پوءِ هوءِ سڌريل ٻولي نه چئبي.

دنيا ۾ هزارين ٻوليون آهن جن مان ڪي سڌريل ۽ ادبي آهن ۽ ڪي جهنگلي ۽ اڻ سڌريل آهن. اڻ سڌريل ٻولين ۾ ادب ۽ ساهت جو ذخيرو يا ته بنهه ڪو نه هوندو آهي، يا هوندو آهي ته بلڪل گهٽ. اهو ڇو؟ اهو هن جي ڪري جو اڻ سڌريل ۽ جهنگلي ٻولين ۾ اها ڪشش، اهو مقناطيسي اثر، اهو قرب ۽ ميلاپ ۽ اها هردلعزيزي ڪا نه هوندي آهي، جا

ڪنهن ادبي زبان ۾ هئڻ گهرجي. ملڪ جا اهي ڀاڱا يا ٽڪرا، جن ۾ سڌريل انسان ۽ انسانن جي گوناگون ضرورتن جا اسباب موجود هوندا آهن، يا اهي ڀاڱا جن جو لڳ لاڳاپو ملڪ جي سڌريل ڀاڱن سان هوندو آهي، تن ڀاڱن ۾ ئي ادبي زبان ۽ سڌريل ساهتيه جنم وٺندي آهي.

ادبي ۽ سڌريل ٻوليءِ جي لياقتن مان، ڪي لياقتون هيٺ ڏجن ٿيون. انهن لياقتن جي ڪسوٽيءَ تي ٻوليءَ کي پرکڻ سان ئي خبر پئجي سگهندي ته هو ادبي زبان آهي يا نه.

(1) ادبي زبان اها چئبي، جنهن جي حرفن ۽ لفظن جا آواز، بدآواز جانورن جهڙا نه هجن، بلڪ سريلا ۽ سوادي هجن. منجهن ڪراهت ۽ گراني يا ته بلڪل نه هجي، يا هجي ته بلڪل گهٽ.

(2) ادبي زبان ۾ اصطلاح ۽ محاورا، تشبيهون ۽ ڪنايا، مثال ۽ پهاڪا گهڻا هوندا آهن، انهيءَ ڪري فصاحت ۽ بلاغت جون خوبيون به منجهس ججهيون هونديون آهن جي قدرت جي نظارن ۽ انقلابن موجب ملڪ جي رسمن ۽ رواجن پٽاندر ماڻهن جي طبيعتن ۽ سڀائن موافق، گهڙيل هونديون آهن.

(3) دنيا جي هر ڪنهن شيءِ جا نالا ۽ هر هڪ معنيٰ جا لفظ ادبي زبان ۾ لڀندا آهن. جيڪڏهن ڪن لفظن ۽ نالن جي وٿس گهٽتائي هوندي آهي ته ٻئي هنڌان به هٿ ڪري ڀوراڻو ڪندي آهي.

(4) ادبي زبان ۾ هڪ معنيٰ لاءِ گهڻا لفظ ۽ هڪ لفظ جون گهڻيون معنائون هونديون آهن.

(5) هم قافيه تڪ ڀائي لفظ ۽ تجنيس حرفيءَ وارا لفظ به ادبي زبان جي خاص خوبين مان هڪڙي خوبي آهي.

(6) ادبي زبان ڌارين ٻولين مان به ڪيترائي لفظ پاڻ وٽ آڻي، پنهنجا بنائي ڇڏيندي آهي، يعني منجهس جذب ۽ هضم ڪرڻ جي طاقت چڱي هوندي آهي. جيتوڻيڪ ڪٿي وٿس ادبي لفظن جي ڪمي ۽ ڪوتاهي نه به هجي، ته به پنهنجي ساهت وڌائڻ لاءِ بنا ڪنهن هٺڪ ۽ هبڪ جي، ٻين ادبي ٻولين کان به مدد وٺڻ عيب نه سمجهندي آهي.

(7) ادبي ٻوليءَ جي هيءَ خاصيت هوندي آهي، جو ٻين ٻولين کي پنهنجي ذخيري ۽ خزاني مان مدد ڏيڻ ۾ ڪوتاهي ۽ ڪنجوسي نہ ڪري، بلڪ ڪشادي دل سان سخاوت جو هٿ ڊگهيري ۽ پنهنجو مال ڪٽي، ٻين جي اڳيان رکي.

(8) جيئن جيئن دنيا ۾ علم ۽ هنر پيا وڌندا، سائنس نوبنو ايجادون پيون ٿينديون، نوان نوان اصطلاح پيا گهڙبا، تيئن تيئن سڌريل ۽ ادبي زبان، اهڙن علمن ۽ هنرن، اهڙن اصطلاح ۽ ايجادن جي معنائن لاءِ پاڻ وٽان نہ، تہ ٻين سڌريل ۽ ادبي ٻولين مان وٺي ڪي نہ ڪي لفظ پيش ڪري سگهندي ۽ انهيءَ ڏس ۾ پوئتي نہ پوندي.

(9) ادبي زبان ۾ هيءَ بہ لياقت هوندي آهي جو هن ۾ جيڪڏهن انسائيڪلوپيڊيا يعني علمن ۽ هنرن جو ذخيرو تيار ڪجي تہ ڪري سگهجي.

(10) ادبي زبان ۾ صرف ۽ نحو جا قاعدا ۽ قانون جاچيا ڪٽي تہ قدرت طرفان ضرور موجود هوندا، جن کي ترتيب ڏيڻي علمي صورت ۾ آڻي سگهبو.

(11) سڌريل ۽ ادبي زبان ۾ "علم بديع و بيان" ۽ "علم معانيءَ" جو خزانو خوب ڀريل هوندو آهي.

اهي ڪجهہ ٿوريون لياقتون جاڻايون ويون آهن، جي ادبي زبان ۾ لهنديون آهن.

## 1.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| جهبو اچڻ | روح کي جهٽڪ اچڻ |
| وويڪ جي واتي | اندر جو آواز، معنيٰ بي مقصد بحث ڪرڻ لاحاصل |
| | ڳالهين ۾ وقت وڃائڻ |
| تيغ برهنه | اگهاڙي تلوار |
| ڪو ، | خوف، ڀئو |
| فصاحت | سمجهائڻ جي خوبي |
| پٽاندر | مطابق، موجب |
| تجنيس حرفي، | هڪجهڙي آوازن وارا لفظ |
| شهري | شهر ۾ رهندڙ |
| نج | خالص |
| ساهت | علم ادب |
| گونا گون | قسمين قسمين، طرحين طرحين |
| سڳنڌ | خوشبو |
| ڀانت ڀانت | قسمين قسمين |
| اُمنگ | آرزو، اميد |
| ڪمال | اوج |
| مقناطيسي | ڇڪ مڪ |
| ڪوتاهي | غفلت، سستي |

# 1.5 خود آزمائي نمبر 1

## سوال نمبر (1)

**هيٺ ڏنل خالي جايون ڀريو:**

(1) ادبي ٻوليءَ جو درجو .......... کان بالا ۽ برتر آهي

(2) زبان جو .......... ۽ .......... ٻوليءَ جو سينگار آهي.

(3) ادب نويسيءَ جي تيز اوزار کي .... ...... سڏبو آهي

(4) دنيا جون حڪمرانون ٻرار کان ابتر ۽ دچنديون آهن. جيسر ... ... کان

(5) جيڪڏهن ڪتاب ٻولي ... ... ۽ ... جي موجودات ۾ ... آهي ته

پوءِ هوءَ سڌريل نه چئبي

## سوال نمبر (2)

**هيٺ ڏنل سوالن جا مختصر جواب ڏيو:**

(1) عالمن ٻوليءَ جي وصف ڪهڙي بيان ڪئي آهي؟

(2) عامي ٻولي ڇا آهي؟

(3) علم ادب جي صحيح معنيٰ لکو؟

(4) صرف ۽ نحو ڇا کي ٿو چئجي؟

(5) تهذيب جي معنيٰ لکو؟

## سوال نمبر (3)

ادبي ۽ سڌريل ٻوليءَ جون پنج اهم لياقتون مختصر ڪري ڳڻايو.

# 2 . علم ادب جي ترقيءَ جا طريقا

## 1 2 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون علامہ آءِ . آءِ قاضيءَ جو آهي جيڪو سندس هڪ صدارتي تقريب تان ورتل آهي. ليڪڪ جو تعارف اڳ ۾ اچي چڪو آهي

## 2.2 مضمون جو خلاصو

"علم ادب جي ترقي جا طريقا" واري هن مضمون جي ابتدا ادب جي وصف ڏيڻ سان ڪئي وئي آهي. ادب جي معنيٰ ۽ مفهوم کي جتي لغوي معنيٰ سان ظاهر ڪيو ويو آهي، اتي عالمي مفڪرن جي قولن سان ان کي پختو ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ ريت ان کان ادب جي معيار پرکڻ واري ڪسوٽيءَ جو بہ ڪم ورتو ويو آهي.

ادب جي سلسلي جي پاڙ تهذيب ۽ ثقافت ۾ کتل ٿيندي آهي، ڇاڪاڻ تہ سوچ ۽ فڪر کانسواءِ ادب تخليق ٿي نٿو سگهي ۽ اها سوچ وري ثقافت کان آجي رهي نٿي سگهي اهوئي سبب آهي جو ڪنهن بہ تهذيب ۽ ثقافت جو عڪس ان جي ادب ۾ نظر ايندو آهي، اها ڳالهہ بہ هن مضمون پڙهڻ کان پوءِ وڌيڪ سمجهي سگهجي ٿي.

ان کانپوءِ تاريخ ۽ ادب جو جيڪو پاڻ ۾ لاڳاپو آهي، تنهن کي تہ علمي ۽ عقلي ڳالهين سان واضح ڪيو ويو آهي، پر ساڳئي وقت ادب جو معيار ڪهڙو هجڻ کپي، تنهن کي بہ نقل ۽ شاعريءَ مان مثال ڏيئي چٽو ڪيو ويو آهي.

مضمون ۾ انهن ڳالهين کانپوءِ ادب جي اهميت بيان ڪندي ٻڌايو ويو آهي تہ ڪهڙيءَ طرح ڪنهن قوم جو بقاءُ ۽ جٽاءُ بہ ادب تي دارومدار رکي ٿو، پر جيڪڏهن ڪنهن قوم معياري ادب اُپائڻ ڇڏي ڏنو تہ ان جا نقصان ڪهڙا نڪرندا. پر جي قومون ادب جي واڌاري ۾ رڌل رهن ٿيون، انهن جو قدر ڪهڙو ٿو ٿئي، سي سڀ نڪتا هن مضمون ۾ چٽا ڪيا ويا آهن.

## 2.3 مضمون جو متن

جيتري قدر مون کي ياد آهي تہ پهريون ڀيرو هن ادبي ڪانفرنس جي دادوءَ واري اجلاس جي موقعي تي مون پنهنجي موکليل صدارتي تقرير ۾ لفظ " ادب" جي معنيٰ تي روشني وڌي هئي ۽ ٻڌايو هو تہ لغت جي لحاظ سان. لفظ "ادب" جي معنيٰ آهي، "ريڙهيون ڏيندڙ ٻار کي پنڌ سيکارڻ" يا پنهنجي سنڌي اصطلاح موجب. جن "اڻ گهڙيل ڪاٺ کي ، ندو هٿي سڌو ڪرڻ." انهيءَ مقصد سان ئي اسان جي معاشري ۾ استاد مقرر ٿيندا هئا. جن کي "اديب" سڏيو ويندو هو. ڇاڪاڻ تہ "تعليم" سان گڏ ٻار جي "تاديت" بہ سندن ئي ذمي هئي. ٻئي ڪنهن موقعي تي آءٌ اهو پڻ واضح ڪري چڪو آهيان تہ "علم ادب" جي صحيح معنيٰ آهي، "اها تحرير جا ادب، لطافت طبع، زيب ۽ زينت واري عمل ڏانهن اشرو ڪري ۽ انهن خوبين جي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري."

حقيقت هيءَ آهي تہ قدماءِ جي نظر ۾ "ادب" ۽ ان جي مفهوم ۽ مقصد کي وڏي اهميت حاصل هئي. ڇاڪاڻ تہ انهن "ادب" کي جملي علم انساني تي حاوي ٿي سمجهيو. اصولي طور "ادب" جو مفهوم انهيءَ ڏينهن کان واضح ٿي چڪو. جڏهن کان "لاتقربا هذه الشجره وارو حڪم پهتو. پر هن موجوده دور ۾ "ادب" جون سهڻي راهون ايتر يقدر تہ ميڻجي مسخ ٿي چڪيون آهن. جو لفظ "ادب" جي معنيٰ پوريءَ طرح پروڙي نٿي سگهجي.

**فڪر ۽ ذڪر:**

ڪانفرنس جي دادو واري اجلاس کي خطاب ڪندي. مون پڻ اهو واضح ڪيو هو تہ "علم ادب" جي واڌاري جو مدار "فڪر" تي آهي، جو تہ "فڪر" ئي هر مضمون ۽ بيان جو سرچشمو آهي. انهيءَ حقيقت کي هن مجلس ۾ اجا بہ قدري واضح ڪرڻ خاطر آءٌ اوهان صاحبن کي ذهن نشين ڪرائڻ چاهيان ٿو تہ "فڪر" جو سڄو دارومدار وري "ذڪر" تي آهي. "ذڪر" جي معنيٰ آهي "يادگيري." انهيءَ لحاظ سان "ياد" يا "حافظو" ئي اها زرخيز زمين آهي. جنهن

۾ "فڪر" جو سلو انگورجي ٿو. انهيءَ ڪري ٿي يونانين "حافظي جي ديوي". نيموصين کي نون (9) نياڻين جي ماءُ قرار ڏنو جن ۾ تاريخ، عدسي شعر، عشقيه شاعري ۽ علم النجوم، چارئي شامل آهن. اهو ظاهر آهي ته علم ادب جي گهڻن حصن جو مدار "تخيُل" تي آهي ۽ "تخيُل" جو مدار وري يادگيري يا حافظي تي آهي. هي بذات خود هڪ اهم نفسياتي مسئلو آهي، جنهن جي تشريح لاءِ اجوڪي خطبي ۾ گنجائش ڪانهي. حقيقت ۾ ڪانفرنس جي عام نشتن ۾ پيچيده نفسياتي نڪتن، فلسفيانه مسئلن، يا ڳوڙهن ادبي بحثن ۽ نظرين جي وضاحت ئي بيسود آهي. گذريل ڇهن - ستن سالن جي تجربي مان آءٌ ڪم از ڪم انهي نتيجي ته پهتو آهيان ته اسان جي جلسن ۽ ڪانفرنس جو حال بلڪل "نشستند و گفتند و برخاستند" وارو وڃي رهيو آهي. اهڙي حالت ۾ ڳوڙهين ڳالهين ڪرڻ مان نڪي هڙ نڪي حاصل.

## تهذيب:

هي اسان جون ڪانفرنسون، خرچ ۽ انتظام تڏهن سجايا ڇئبا، جڏهن اسان "علم ادب" کي ڪا عملي ترقي ڏيئي سگهنداسون. انهي ڪري وڏن خيالن ۽ خوابن جي بدران بهتر ٿيندو ته پنهنجي وس آهر ٿورو ئي ٿورو، پر ڪو عملي قدم کڻون. جيئن اسان وري پنهنجي "ادب" کي حاصل ڪري سگهون، جو اسان بلڪل وڃائي ويٺا آهيون. اڄڪلهه جي محاوري ۾ وڃائڻ جي معنیٰ آهي "بي تهذيب" ٿيڻ، ڇاڪاڻ ته "ادب" جي اصلي معنیٰ آهي "لطافت"، "تهذيب" يا "شائستگي". هن زماني ۾ جنهن شيءِ کي "ڪلچر" چيو ٿو وڃي ان جي معنیٰ آهي "حراثت" يا "تهذيب". "تهذيب" "هذب" مان نڪتل آهي، جنهن جي معنیٰ آهي سنوارڻ. ماڻهو کي "مهذب" بنجڻ لاءِ مسلسل سوڌ ۽ سنوار جي ضرورت آهي. خود زمين جي ڪلچر جو مدار به پهريائين جهنگ ڪڍڻ، پوءِ هر ڏيڻ، پوءِ ٻج ڇٽڻ، پوءِ پاڻي ڏيڻ، پوءِ سلن جي نگهباني ڪرڻ وغيره تي آهي. ساڳي طرح انسان جي ادب ۽ ڪلچر جو

مدار بہ تربيت. تاديب ۽ تعليم تي هي جي سي صاف ڪرڻ ۽ ٻج ڇٽڻ کانسواءِ فصل جي اميد اجائي آهي. تيئن تربيت تاديب ۽ تعليم کانسواءِ "ادب" جو پيدا ٿيڻ مشڪل آهي.

## تاديب:

"تاديب" جو مقصد آهي "گهڙڻ" ۽ "اصلاح" واري رنديءَ سان ڇلجي سنئون سڌو ٿيڻ. جيئن واڍو اڻ گهڙيل ڪاٺ جي ٽڪر کي واهولي، رنديءَ ۽ روات جي مهميزن سان هڪ خوبصورت شڪل ڏئي ٿو. تيئن انساني ٻار بہ والدين ۽ استادن جي تنبيهن، زماني جي لوڏن ۽ گردشن ۾ گسڻ پيسڻ واري "تاديب" بعد وڃي ڪنهن مهذب ۽ شائستہ شخصيت جو مالڪ بڻجي ٿو. اهي مهميزون ۽ تلخ تجربا ئي ڪيس ماڻهو بڻائين ٿا.

اسان مٿي ڇٽي آيا آهيون تہ "ذڪر" ئي اها زرخيز زمين آهي جنهن ۾ "شعر" توڙي "فڪر" جا سلا انگورجن ٿا. ڇاڪاڻ تہ ذڪر جي معنيٰ آهي "حافظو" يا "يادگيري" جنهن ۾ "تخيل" ۽ "تخليق" جو راز سمايل آهي. اها حقيقت نہ صرف فرد واحد سان تعلق رکي ٿي، پر جماعت، قبيلي، قوم، بلڪ پوري بني نوع انسان سان لاڳو آهي. فرد واحد جي حافظي جو سرمايو سندس ذاتي ياداشت تي منحصر آهي، پر قوم جي حافظي کي سڏجي ٿو "تاريخ." عام تاريخ کي زنده رکڻ. قوم جي حافظي کي زنده رکڻ جي برابر آهي.

## تاريخ ۽ علم ادب:

ڪنهن قوم جي تاريخ جو گم ٿي وڃڻ ڄڻ ڪنهن شخص جي حافظي ختم ٿي وڃڻ جي برابر آهي، "نسليت" جي اعتبار سان ڪنهن بہ گروهہ جي تاريخ، ان گروهہ جي نظرين. جذبن ۽ احساسن ذريعي زنده رهي ٿي، پر نفسياتي توڙي ظاهري لحاظ سان اها انهن ڳالهين ۽ ڪهاڻين، نقلن ۽ نظيرن رستي محفوظ رهي ٿي، جيڪي ان گروهہ ۾ رائج آهن. اهي آکاڻيون ۽ ٽوٽڪا ساڳئي وقت "علم ادب" جو هڪ اهم حصو بہ آهن. انهي لحاظ سان جيڪڏهن "علم ادب" کي جيارڻو آهي تہ پوءِ ضروري آهي تہ قومي ياداشت جو اهو سرمايو هر حالت ۾ محفوظ ڪيو وڃي.

هاڻي سوال آهي تہ هن ڏس ۾ چا ڪرڻ گهرجي ۽ ڪهڙي ريت ميدان سنوارجي؟ جيئن اهڙي قسم جي اعلىٰ "علم ادب" کي فروغ ملي، جو حقيقي معنىٰ ۾ "خلق" يا قومي مزاج جي برابر هجي، بلڪ قومي "خلق" ۽ قومي "روح" جو آئينو بڻجي. ان لاءِ منهنجو جواب ساڳيو آهي. جيئن قرآن شريف ۾ اڳ ئي موجود آهي، يعني تہ پنهنجي سرمايي کي ڳولي هٿ ڪري، ان کي قلمبند ڪريو.

اسان مان هر هڪ لکيو پڙهيو، جنهن ۾ ذرو ڪجهہ لياقت آهي انهيءَ ڪم ۾ حصو وٺي سگهي ٿو. شايد اسان مان ڪو چوي تہ "پر ساٿيو! اهو ڪم تہ عالمن ۽ مؤرخن جو آهي، اسان اهو ڪم ڪيئن ڪري سگهنداسون؟" هيٺئين عملي اشاري سان اُميد تہ هن قسم جي شڪ شبهي جي تلافي ٿي سگهندي.

وتائي فقير جو نالو شايد اوهان مان گهڻن ٻڌو هوندو. پر ويٺلن مان ڪو اهڙو بہ آهي، جنهن وتائي جا نقل، جيڪي سنڌ جي مختلف ڪنڊ ۾ مشهور آهن، تن جي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هجي؟ بيجا نہ ٿيندو، جيڪڏهن آءٌ هن موقعي تي وتائي جا فقط ٻہ نقل نموني طور بيان ڪريان، جيئن معلوم ٿي سگهي تہ انهن نقلن ۾ نہ صرف اسان لاءِ سبق سمايل آهي پر جيڪر سڄيءَ دنيا جي ملڪن جا ماڻهو انهن مان سبق حاصل ڪري سگهن.

چون ٿا تہ هڪ ڀيري وتايو فقير ڪنهن ڀاسيري ڀيچري مان اڪيلي سر پئي ويو ۽ سندس بوڇڻ جي پلاند ۾ هڪ ڪلدار رپيو ٻڌل هو. خيال آيس تہ متان هن اڪيلي وات تي ڪو چور نہ گڏجي وڃي جو نہ رڳو ڪانئس رپيو ڦري، پر هٿي ڦٽي بہ وجهي. سو چا ڪياٿين جو رپيو ڇوڙي، ڪتي گس جي ڀرسان بيٺل اَڪ جي پاڙ ۾ رکياٿين. پوءِ الله جا شڪرانا بجا آڻيندي، چياٿين تہ "اي ڏٿي منهنجا! چڱو جو هن جزا مان جند ڇڏايئي، هاڻي هٿين خالي ڪو ڏرپ ڪونهي! نڪي ھڙ ۾ هوندو، نڪي ڪير ڦريندو." اٿين چئي اٿي پنڌ پيو. ڪجهہ وقت گذري ويو ۽ واءُ لڳڻ سببان رپئي مٿان مٽيءَ جو تهہ وري ويو. هڪ ڏينهن ڪو مسافر ساڳئي گس تان اچي لنگهيو ۽ قضا حاجت لاءِ انهيءَ اَڪ جي پاڙ ۾ ويٺو. رپئي

واري جاءِ تي پاٺيٺ پيو. سو مٿي لهي وٺي ۽ هيئان ڪلدار رهيو چمڪڻ لڳو. بنا هڪ جي هن يار به جهٽ ڪٿي هٿ ۾ ڪنيو. پانياٺين ته اهو اڪيلو رهيو ڪو نه هوندو. پر اتي ڪو خزانو پوريل آهي. سو سنبري وجي مزور وٺي آيو ۽ اچي کوٽائڻ شروع ڪياٺين. چوڏاري کڏون لڳي ويون ۽ اَڪ جي پاڙ کي پاڙن سوڌو ڪڍي ڪٽي ٻاهر ڪياٺون. پر هنا ڪاريءَ واري ڪڪ. سو مِلين ڪو به ڪين. نيٺ سور هڻي، ڪڪ ٿي روانا ٿيا. هڪ ـ ٻن ڏينهن بعد وتايو به وري ساڳئي انهي گس تان لنگهيو. ڏسي ته مار! چوڌاري کڏون لڳيون پيون آهن ۽ اَڪ پاڙ سوڌو ٻاهر پيو سُڪي اُتي ٻني هٿ مٿي ڪٽي چياٺين ته "شڪر اٿئي اي منهنجا مولا! جيڪڏهن آءٌ انهي رهٽي مان جند نه ڇڏايان ها ته مون سان به ساڳي انهي اَڪ واري ڪار ٿئي ها."

دوستو! جيڪڏهن هي نقل ڪير ويهي ٺاهي لکي ته جيڪر شاعرن کي به شهه ڏيئي ڇڏي. سوچيندڙن لاءِ هن نقل ۾ ڪهڙو نه قيمتي سبق سمايل آهي!

**پيو نقل هن طرح آهي:**

چون ٿا ته وتايو ڏسي ته هڪ گهورڙيو پيو گدرا وڪڻي. ڪيس رڳو چار پيسا گُنڊيءَ ۾ هئا سي ڪڍي ڏنائيس ۽ گهورڙئي کيس هڪ چڱو ٺاهوڪو گدرو ڪٽي ڏنو. وتائي ڏٺو ته گهر ۾ ماڻهو گهڻا آهن ۽ هن گدري مان ته پورت ٿي ڪا نه ٿيندي. وٽس وڌيڪ پئسو به ڪو نه هو. ويچار ڪياٺين ته گهورڙيي جي آڏو گدرن جو ڍڳ لڳو پيو آهي، سوال ڪريانس ته من هڪڙو ڪٽي ڏئي. سو سوچي چياٺينس ته "هڙ ۾ پئسو ڪو نه اٿم جو ٻيو گدرو وٺان، پر پويان اڪيهه وڏي آهي ۽ هن گدري مان ته هڪ قار قار به هٿ ڪا نه ايندي، سو سائين جي نالي تي ٿو ته ڪي سوال ڪريان ته نامِ خدا انهيءَ مولا جي محابي هڪڙو ٻيو گدرو ڏيار!" گهورڙيو ڪڇهه ويرم ته ڪورڙ وجان گهور ڪري ڏانهنس نهارڻ لڳو. آخر خفا ٿي، ڪُسندي منسدي. هڪ اهڙو ڪنو قُتل گدرو هٿ ڪياٺين. جو پانياٺين ته ڪو به ڪو نه ..لندو. سو ڪٽي وتائي فقير جي هٿ ۾ هنياٺين. وتائي هيءُ لقاءُ ڏسي، گدرو تري تي رکي

ڪٿي مٿي ڪنيو ۽ ڳوڙهن ڀريل اکيون آسمان ڏي ڪئندي چيائين تہ "اي الله! ماڻهن وٽ تنهنجو قدر اجهو اهو آهي. تنهن جي نانءُ ۽ نالي تي اجهو هيءُ مليو اٿم. ڏسان ٿو ماڻهن وٽ تنهنجي نالي کان چڱن ڀنسن جو مان مڙيوئي مٿي آهي."

عزيزو! اوهان هن نقل کي شايد چرچو ڪري ڀانيو. پر عقلمند لاءِ هي نقل، عقل جي موتين سان ڀريل آهي. هنن ڀن نقلن جهڙا سوين نقل سنڌ ۾ رائج آهن. پر اوهان مان ڪنهن انهن کي قلمبند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي؟ اسان جڏهن بہ وتائي جو نالو ٻڌون ٿا تہ رڳو کلون ٿا ۽ بس سچ چيو اٿن،

"قدر زر، زر گر بداند، قدر جوهر جوهري!"

اهو ڪو تاريخي وڏو مسئلو ڪونهي، جنهن کي سمجهڻ ۽ لکڻ ۾ ڏکيائي ٿيندي. اهي عام مقبول نقل ۽ نظير آهن. ڇا، انهن کي گڏ ڪرڻ ۽ لکڻ بہ ڪو مشڪل ڪم آهي؟

## سوانح نگاري:

آءٌ هت هڪ ٻي تجويز بہ اوهان جي آڏو پيش ڪريان ٿو. سچ پڇو تہ ڪي بهترين ڪتاب جن کي مون نهايت ئي ذوق سان پڙهڻ چاهيو آهي، سي ڪن شخصن لاءِ پنهنجو پاڻ بابت لکيل دستاويز آهن. انهن شخصن ۾ وڏين توڙي ننڍين حيثيتن وارا ماڻهو شامل آهن. ڀل ڪٿي ڪو افلاطون هجي يا ڪو عام غريب هاري، جيڪر هو پاڻ ويهي پنهنجي آتم ڪهاڻي لکي تہ ان جهڙو دلچسپ ٻيو بيان ٿي نٿو سگهي. بشرطيڪ هو پنهنجو پاڻ سچو ٿئي ۽ بنا ڪنهن هٻڪ جي، تہ ماڻهو ڪيس ڀلو يا برو چوندا، ايمانداريءَ سان ويهي پنهنجو پاڻ بيان ڪري، محض سچائي ۽ ايمانداري هن ڪم لاءِ درڪار آهي. آخرڪار "من انم ڪہ من دانم". تہ ٻوءِ ڊپ ڪهڙو تہ ماڻهو ڇا چوندا تہ فلاڻو ههڙو ڪي ههڙو هو!

ٻئي طرف اٿين پائڻ تہ آءُ ڪو وڏو ماڻهو ٿي ويو آهيان. مٿان منهنجي ، ذ ماڻهپيءَ ۾ ڪو خلل پيو. اهو خود کي ڏٺڻ جي برابر آهي. حقيقت ۾ آهي تہ اسان مان گهڻن جي حالت جڻ هڪ ان ڄاڻ ٻارڙي جهڙي آهي. عاقل بالغ ٿيڻ تہ خير، پر جڻ تہ ڄاول ئي ڪين آهيون. ڄاپندي ڄام تہ ڪو بہ ڪونهي. محض جسمي طور جمڻ ۽ وڏو ٿيڻ هڪ ڳالهہ آهي ۽ ذهن جو جمڻ ۽ سمجهہ جو سُلو اُسرڻ ٻي ڳالهہ آهي "بزرگي بعقل است، نہ بہ سال." پنل حياتي ختم ٿي وڃي پر جي سمجهہ جو سلو نہ اُسريو تہ ڪنهن بہ شيءِ جي حقيقت جي خبر ئي ڪانہ پوندي. شاهہ صاحب چوي ٿو تہ.

"ٻيهر ڄاپي ڄاڻ، اِبر جي اوصاف کي."

هاڻي جيڪڏهن "شيءِ جي وصفن" کي سمجهڻ لاءِ بہ ٻيهر ڄاپڻ جي ضرورت آهي تہ هن ڪائنات کي سمجهڻ لاءِ تہ سوين هزارين حياتيون کپن.

انهيءَ لاءِ ڪم از ڪم ايترو ٿي سگهي ٿو تہ هر شخص پنهنجي حياتي جي حڪايتن کي لکي تہ من ٻين لاءِ اها ڪارآمد ٿي سگهن. اهڙيءَ طرح هر شخص ٻين سون هزارن حياتين جي تجربي مان سبق حاصل ڪري سگهي ٿو. غور ڪريو تہ هڪڙا ٻار لاءِ اها ڪهڙي نہ دلچسپ ڪهاڻي ٿيندي تہ اڪثر ٻارڙا ڇا ڪندا آهن؟ ۽ ڪن خاص موقعن تي ڪيئن اُٿندا ويهندا آهن؟ خود عاقل بالغ لاءِ بہ پنهنجي ٻاروتڻ جي ڪهاڻيءَ ۾ ڪيترو نہ سبق سمايل آهي. من پنهنجي ننڍڙائي محسوس ڪري! حقيقت ۾ انسان جيترو پنهنجي ننڍڙائي محسوس ڪندو، اوترو خدا جي وڏائيءَ کان آگاهہ ٿيندو. ڇا اسان مان هر هڪ پنهنجي ڪهاڻي نٿو لکي سگهي؟

ڪرڻو فقط هيءُ آهي تہ واندڪائيءَ ۾قلم کڻي، نهايت سچائيءَ سان پنهنجو ٻاروتڻ ياد ڪري ويهي. ان جو بيان لکون تہ اسان ان وقت ڇا هئاسون؟ اسان جو اُٿڻ . ويهڻ ڪهڙي نموني سان هو؟ اسان کي ڇا ڇا وڻندو هو ۽ ڇا ڇا نہ وڻندو هو؟ اسان کي ڪنهن سان پيار هو ۽ ڪنهن سان نفرت هئي؟ مطلب تہ بنا ڪنهن اُڪي جي تہ ماڻهو اسان کي ڇا ڪري

سمجهندا. اسين نهايت ايمانداريءَ سان ويهي پنهنجي ٻاروتڻ جي ڪهاڻي لکون. منهنجي استدعا آهي تہ اوهان مان هر هڪ اها ڪوشش ڪري. جي سڀني پڙهيلن نهايت سچائي سان پنهنجي سوانح لکڻ شروع ڪئي تہ آءٌ اوهان کي خاطري ٿو ڏيان تہ اسان مان ڪيترا ئي فقط انهيءَ سوانح لکڻ سان مصنفن جي صف ۾ شمار ٿيندا ۽ ٿي سگهي ٿو تہ ڪن جا قلمي داستان اهڙا تہ معياري ڪتاب بنجي پون جو انهن جهڙا ڪي ورلي لکيا ويا هجن. سينٽ آگسٽين، روسو، گوئٽي ۽ گانڌي، مڙني اٿين ڪيو ۽ ٻيا بہ سو اهڙا نہ ڪرندا. ڪن مصورن پنهنجون تصويرون ڪڍيون، سَون وري پنهنجوُن سوانح عمريون لکيون.

## صداقت جو معيار:

پر آءٌ اوهان کي خاطري ٿو ڏيان تہ اسان جي سوانح ۽ ٻاروتڻ وارا فطري باب جذبن ۽ احساسن سان لبريز هئڻ سبباب پڙهڻ ۾ نهايت دلپذير ٿيندا. البت ايترو سو ضرور آهي تہ تحرير ۾ سچائي ۽ محض سچائي جو معيار برقرار رکيو وڃي. ڇو تہ "صداقت" نہ صرف سوانح نگاري پر شاعري توڙي علم ادب جو روح آهي. ڪوڙ ۽ علم ادب جو پاڻ ۾ گڏجڻ جو ڪوڙو ئي نٿو لڳي، اهي ٻيئي متضاد شيون آهن. حق ئي علم ۽ ادب ٻنهي جي وٽ توڙي منزلِ مقصود آهي، بلڪ "سرِ دين صدقِ مقال، اڪل حلال آهي."

صداقت، تاريخ جو روح آهي ۽ انهيءَ "صدق" کانسواءِ "فن لطيف" ايجاد بہ امر محال آهي تہ "علم ادب" جو اُسرڻ بہ ناممڪن آهي. افسوس جو هن پوئين دور ۾ "قوميت" جو تنگ نظريي ۽ "قومي حڪومتن" جي قيام جيڪي رجحانات پيدا ڪيا آهن، تن تاريخي حقيقتن کي محض "قوميت" جي عارضي ۽ محدود مطلبن خاطر مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ انهن حرڪتن سببان "فنون لطيفہ" توڙي اعلى علم ادب جون بلڪل جڙون ڪٽجي ويون آهن.

**شعائر الله:**

اسلام ۾ "تاريخي تحقيق"، ديني فرضن ۾ شامل آهي ڇاڪاڻ ته تاريخي نشان "شعائر الله" مان آهن جن کي ڳولڻ ۽ برقرار رکڻ هر مسلمان جو فرض آهي. پر ته يورپ وارا ٿي سنڌس رنگ، نسل ۽ قوميت وارن مخصوص نظرين جي پرورش خاطر. تاريخي حقيقتن کي لڪائڻ ۽ منگهڙت قصن کي رائج ڪرڻ ۾ هڪ ٻئي سان هوڏون هڻن. اهو شغل ڪين ٿي نبيهه هجي! پر حقيقت کي لڪائڻ حماقت آهي ڇاڪاڻ ته هميشه لاءِ لڪي ڪا نه سگهندي. عارضي طور ڀلي ڪوڙ هلائي پر آخر ڪار سچ پڌرو ٿي پوندو. مثال طور ڏسو ته يورپ وارن پاڻ کي نج آريائي نسل ثابت ڪرڻ لاءِ انساني نوع ۽ نسل بابت ڪهڙا نه عجيب ۽ غريب نظريا گهڙيا ۽ ڪيئن نه تاريخ تي پردي وجهڻ جي ڪوشش ڪئي! پر فقط ملڪن، ماڻهن ۽ شهرن جي نالن، مثلاً ايران، افغانستان جي "آريانا"، بلوچستان جي "آري"، قديم ايران جي شهر "اردبيل" سنڌ جي بندر "ديبل" وغيره. قديم نالن لارڊ ڪرزن ۽ ٻين جي دليلن ۽ دعوائن جي قلعي کولي وڌي ۽ ثابت ڪيو ته موجود، ايران، افغانستان ۽ بلوچستان وارا خطوئي آرين جو ماڳ ۽ مڪان آهي. قديم شهر ۽ کنڊرات ته ڇڏيو، پر فقط اسم ۽ نالا به وڏا تاريخي نشان آهن ۽ تاريخي حقيقت تي شاهد آهن. هر هڪ نالو هڪ تاريخي حقيقت جو حامل ۽ محافظ آهي ۽ ان کي بدلائڻ جڻ تاريخي حيقيقت کي مٽائڻ جي برابر آهي. انهيءَ هوندي به عجب جي ڳالهه آهي جو محض ڪن شخصن يا جماعتن جي خوشنودي خاطر، يا "قوميت" جي تنگ نظريي جي زير اثر، تاريخي نشان توڙي نالا مٽايا ٿا وڃن.

فطرت طرفان اهڙي حرڪت ڪڏهن به معاف ٿي نٿي سگهي، ڇاڪاڻ ته اهو گناهه خود "حق" ۽ "روح يا قدس" جي خلاف آهي. مسلمانن جي شايان شان نه آهي جو نالا ڦيرائي ۽ تاريخ جا نشان مسارين. تاريخ جا نشان خدا جا نشان آهن، انهيءَ ڪري آثار صناديد مٽائڻ ڪفر آهي.

ساڳيءَ طرح شخص واحد جي سوانح جا سچا نشان نهايت اهم حقيقتن جا رازدان آهن، جن جي محافظت سان ئي سوانح نگاريءَ جو حق ادا ٿي سگهي ٿو. جڙتو ڳالهيون ۽ مصنوعي اضافا، جي اسين ٻڌانيون ٿا، ته اسان جي حياتي جي بابن کي رنگين بڻائين ٿا، سي درحقيقت ان کي ڪوڙي قصي ۾ تبديل ڪن ٿا. ٻئي طرف انساني ڪوتاهين ۽ خطائن جا سچا بيان هزارن اکين ۾ ڳوڙها آڻيندا. اسين پنهجن ڪن سچن واقعن بيان ڪرڻ سان پنهنجي وقت وڃائي نٿا سگهون. اهي سچا بيان وري به اهو ئي ثابت ڪندا ته ماڻهو ايترو بلند به ٿي سگهي ٿو. جو حود کي وساري ويهي! "وڃائي وجود، تهان پوءِ تڪبير چوءِ" وارو شرط جيتريقدر عبادت سان لاڳو آهي، اوترو ئي تحرير سان به لاڳو سمجهڻ کپي.

## 2.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| تخليق | پيدا ڪرڻ، خلقڻ |
| تاديب | ادب سيکارڻ |
| واضح | چٽو، کليل |
| سرچشمو | بنياد |
| زرخيز | سرسبز، شاداب |
| نشتندو گفتندوبرخاستند | ويهي بحث مباحثو ڪرڻ ۽ اٿڻ، اٿي جڙو جڙ ٿيڻ |
| نگهباني | نظرداري، سنڀال |
| مهميز | چنبڪو يا جهٽڪو |
| تخيل | پيش ڪيل خيال |
| منحصر | دارومدار |
| فروغ | واڌارو |
| مؤرخ | تاريخ لکندڙ، تاريخ دان |
| تلافي | پوراڻو |
| ڪلدار | روڪڙو |
| لقاءُ | نظارو |
| سوانح نگار | پنهنجي باري ۾ لکندڙ |
| عاقل | عقل وارو يا بالغ |
| جاپي | جمي، پيدا ٿي |
| اِبر | سٽي |
| استدعا | عرض، گذارش، درخواست |

| | |
|---|---|
| صداقت | سچائي |
| متضاد | ضد وارو، مخالف |
| شعائر الله | الله جون نشانيون |
| حماقت | بي عقلي |
| محافظ | حفاظت ڪندڙ |
| خوشنودي | مرضي |
| صناديد | سچائي، حقيقت |
| محال | مشڪل |
| تشريح | واضح، چٽو |
| اوصاف | وصف جي جمع، گڻ، خوبيون |
| مفيد | فائديمند |
| وِنڌڻ | موتي پوئڻ |
| لاتقربا هذه الشجرة | انهيءَ وڻ جي ويجهو نه وڃو (هيءُ اشارو، حضرت آدم عليه السلام کي ڪڻڪ جي بوٽي کان منع ڪرڻ واريءَ ڳالهه طرف ڪيل آهي.) |
| بزرگي بعقل است نه به سال | برزگي عقل تي آهي عمر تي ناهي |
| قدر زر، زر گر بداند | قدرجوهر جوهريءَ: سون جو قدر سوناري کي ۽ موتيءَ جو قدر جوهري کي هوندو آهي. |

## 2.5 خود آزمائي (2)

**هيٺ لکيل سوالن جا مختصر جواب ڏيو.**

(1) علم ۽ ادب جي صحيح معنيٰ ٻڌايو.

(2) عالمن جي نظر ۾ ادب ۽ ان جي مفهوم ۽ مقصد کي جو اهميت ڏني وڃي ٿي؟

(3) تهذيب جو مطلب ڪهڙو ٻڌايو ويو آهي؟

(4) "ذڪر" جي اهميت ڪهڙي بيان ڪئي وئي آهي؟

(5) تاريخ کي جو اهميت ڏني وئي آهي؟

(6) معياري علم ادب لاءِ صداقت جو ضروري آهي؟

(7) علم ادب کي محفوظ رکڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

(8) "شعائر الله" مان ڪهڙي مراد ورتي وئي آهي؟

# 3. خود آزمائشين جا جواب

## خود آزمائي (1)

### سوال نمبر (1)

(1) عامي ٻولي

(2) ادب ۽ ساهت

(3) شمشير قلم

(4) نيمو صين

(5) قلم

(6) ادب، ساهت، سجي

### سوال نمبر (2)

1. ٻولي اها آهي جو ڪو ڳالهائيندڙ ڳالهائي سگهي ته سندس هم زبان ٻڌندڙ ان جو پورو مطلب پوري طرح سمجهي ۽ ساڳيءَ طرح جواب ڏئي سگهي.

2. عام ٻولي اها آهي جنهن ۾ ننڍو ڳالهائي ته وڏو سمجهي. وڏو ڳالهائي ته ننڍو سمجهي، مرد ڳالهائي ته عورت سمجهي، عورت ڳالهائي ته مرد سمجهي. اهڙيءَ طرح ڪنهن به ڳالهه جو هر عمر، هر مذهب ۽ هر طبقي ۾ هڪ جيترو ۽ هڪ جهڙو مطلب سمجهڻ ۾ اچي.

3. اها تحرير، جا ادب، لطافت طبع، زيب ۽ زينت واري عمل ڏانهن اشارو ڪري ۽ انهن خوبين جي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري.

4. صحيح ٻولي ڳالهائڻ ۽ لکڻ لاءِ مقرر ڪيل قاعدن ۽ اصولن کي صرف ۽ نحو چئجي ٿو.
5. تهذيب جي معنيٰ آهي سنوارڻ.

**سوال نمبر (3)**

1. ادبي زبان جي حرفن ۽ لفظن جا اُچار سُريلا هجن ٿا.
2. ادبي زبان ۾ اصطلاح، استعارا، تشبيهون، ڪنايه، محاورا، مثال ۽ پهاڪا گهڻا ٿين ٿا ۽ ان ۾ فصاحت، بلاغت ۽ سلاست جون خوبيون جام ٿين ٿيون.
3. ادبي زبان ۾ دنيا جي ڪنهن به شيءِ لاءِ لفظ موجود هوندا آهن يا اهڙن لفظن گهڙڻ جي ان ۾ گنجائش موجود هوندي آهي.
4. ادبي زبان ۾ هڪ لفظ لاءِ گهڻيون معنائون هونديون آهن.
5. ادبي زبان ۾ هر قافيه ۽ تڪبندي واري لفظن جي به کوٽ نه هوندي آهي.

# خود آزمائي (2)

1. اهڙي تحرير، جيڪا ادب، لطافت طبع، زيب ۽ زينت واري عمل ڏانهن اشارو ڪري ۽ انهن خوبين حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري.
2. عالمن جي آڌو، ان ڪري ادب ۽ ان جي مفهوم ۽ مقصد کي اهميت ڏني وئي آهي جو اهي ادب کي انسانذات بابت سمورن علمن کان مٿيرو ڄاڻن ٿا.
3. تهذيب جو ماخذ "هذب" آهي. هذب جي معنيٰ آهي سڌارڻ يا سنوارڻ تهذيب اهو عمل آهي جنهن سان فرد کي مسلسل معاشرتي ڪوشش وسيلي سڌاري ۽ سنواري معاشري جو ڪارگر ۽ ڪارائتو جزو بنايو وڃي ٿو
4. "ذڪر" کي اهڙي زرخيز زمين سان ڀيٽ ڏني وئي آهي. جنهن ۾ شعر سوڙي فڪر جا سلا انگورجن ٿا.
5. تاريخ کي ڪنهن به معاشري ۾ رائج نظرين، جذبن ۽ احساسن کي ڳولهين، کهاڻين، نقلن ۽ نظرين وسيلي محفوظ رکڻ جو ذريعو ڄاتايو ويو آهي
6. صداقت کي نه رڳو سوانح نگاري، پر شاعري توڙي علم جو به روح ڪوٺيو ويو آهي. پر صداقت کانسواءِ، فن يا ڪنهن به ايجاد جي تخليق ممڪن نه آهي ۽ نه ئي علم ادب اُسري سگهي ٿو.
7. هر شخص ٻرفان پنهنجي علمي، ادبي ۽ تاريخي سرمايي کي ڳولهي، سمورهي ۽ سهيڙي معاشري جي پڙهيلن ڳڙهيلن تائين پهچائڻ جون لڳاتار ڪوششون جاري رکڻ سان علم ادب کي محفوظ رکي سگهجي ٿو
8. تاريخي نشانن کي الله تعالىٰ جون نشانيون ڪوٺيو ويو آهي.

# يونٽ جو تعارف

**شاگرد ساٿيو!**

توهان هيءُ پنجون يونٽ پڙهي رهيا آهيو. هن يونٽ ۾ شامل ٻن مضمونن مان هڪڙي ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعري جو جائزو ورتل آهي ۽ ٻئي مضمون مان پڙهندڙن کي اهڙي نئين سوچ ملي ٿي، جنهن سان اهي خود ٿي ڪنهن شاعر جي شاعريءَ جو جائزو وٺي سگهن ٿا. اسان کي يقين آهي ته هن يونٽ جي مطالعي ڪرڻ ڪانپوءِ اوهان به ان لائق ٿي ويندا جو.

## يونٽ جو مقصد

1. عظيم شاعريءَ جي اصولن کان واقف ٿي سگهندا.
2. مقرر ڪيل اصولن جي آڌار تي شاعري جو معيار پرکي سگهندا.
3. وڏن شاعرن بابت ملڪي ۽ غير ملڪي ماهرن جي راين کان آگاهه ٿي سگهندا ۽ شاعرن جو معيار خود به مقرر ڪري سگهندا.
4. سٺي ۽ رواجي شاعري ۾ فرق معلوم ڪري سگهندا.
5. شاهه جي شعري خوبين کان باخبر ٿي سگهندا.

# فهرست

صفحو

# 1. شاهه جو شعر ۽ شاعري

## 1.1 ليکڪ جو تعارف

هيءَ مضمون سنڌ جي مشهور عالم ۽ اديب، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي محنت جو ثمر آهي. سندس پورو نالو ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي آهي. علمي ۽ ادبي اعتبار کان ادبي تاريخ ۾ سندس مان ۽ مرتبو گهڻو مٿي آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي بابت سندس ڪيل تحقيق ۽ تحرير کي هر هنڌ سند طور مڃيو ويجي ٿو. موصوف جي پيدائش جو سال 1884ع ۽ جنم جي جاءِ حيدرآباد سنڌ آهي. پاڻ ابتدائي تعليم بہ اتي ورتائين.

1905ع ۾ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچي مان بي. اي پاس ڪري وڌيڪ تعليم لاءِ ممبئيءَ ويو. جتي 1907ع ۾ ولسن ڪاليج مان ايم اي جي سند ورتائين. ان کان پوءِ پي ايچ. ڊي ڪرڻ لاءِ ولايت ويو ۽ اتان "انگريزي شاعريءَ ۾ تصوف" جي عنوان تي 1928ع ۾ علم جي اعليٰ ڊگري حاصل ڪري موٽي سنڌ ۾ آيو ۽ آخري عمر تائين پنهنجي پڙهڻ واري ڊي. جي ڪاليج ڪراچي ۾ پروفيسر ۽ پرنسپل جي حيثيتن ۾ ڪم ڪندو رهيو. فيبروري 1947ع تي هن جهان مان لاڏاڻو ڪيائين.

سنڌي ادب ۾ "شاهه جو رسالو" ٽن جلدن ۾، "نورجهان" ناول ۽ "لنواريءَ جا لال" سندس علمي فضيلت جي ساک پرين ٿا. هيءَ مضمون، سندس ادبي شاهڪار "مقدمہ لطيفي" تان ورتو ويو آهي.

## 1.2 مضمون جو خلاصو

شاهه جي شعر ۾ اسان کي اهي سموريون خوبيون ۽ خاصيتون ملن ٿيون جيڪي ڪنهن اعلىٰ پائي جي شاعري ۾ هجڻ کپن. شاهه صاحب جي ڪلام ۾ پنهنجي دور کان اڳ وارن وڏن شاعرن جي ڀيٽ ۾ نواڻ به آهي ته سندس دور جي برک شاعرن جي ڀيٽ ۾ جيئن جي سلسلي ۾ بهتر ملي ٿي.

شاهه صاحب سنڌي سماج، ثقافت، سنڌي ٻولي ۽ سنڌين جي مزاج کان به پورو پورو واقف هو. تنهن ڪري پاڻ جتي سنڌي ثقافت جي اعلىٰ قدرن کي شاعري ۾ بهتر نموني پيش ڪيو اٿائين، اتي سنڌي سماج جي خوبين ۽ خاصيتن کي به اوليت ڏني اٿس. شاهه سائين جتي ٻولي لاءِ ڪم ڪري، ان جي اوڻاين ۽ ڪمزورين کي ڪڍي ڀرپور بنايو آهي، اتي هن ٻولي جي سهڻي صلاحيتن ۽ لياقتن مان به مڪمل فائدو وٺي پنهنجو پيغام پهچايو آهي. جيئن ته پاڻ سنڌين جي مزاج کان به واقف هو، تنهن ڪري موضوع به اهڙا چيندڙ چونڊيا اٿس، جيڪي عوامي زندگيءَ سان واسطو رکندڙ آهن. اهو ئي سبب آهي جو شاهه جو شعر هر ننڍي خواهه وڏي، پڙهيل توڙي ان پڙهيل، عورت توڙي مرد لاءِ يڪسان ڪشش رکي ٿو. سندس ڪلام صحيح معنىٰ ۾ آفاقي آهي.

## 1.3 مضمون جو متن

سنڌ ڏيهه ۾ شاعرن جي ڪمي ڪانهي گهٽ ۾ گهٽ ٽي درجن جا شاعر ٿي گذريا آهن ۽ اڃا تائين به پيا پيدا ٿيندا. جيستائين حسن ۽ حق، عشق ۽ خوبي دنيا ۾ موجود آهن، تيستائين شعر جو ميدان پڻ گرم رهندو. پر شعر ڪي به لاها چاڙها آهن. بعضي سندس زمين آباد آهي، بعضي غير آباد. جڏهن انساني سيرت روحاني شين کان وڌيڪ جسماني شين ڏي مائل ٿيندو آهي، تڏهن شعر جي بازار به البت بي رونق ٿي ويندي آهي. پر وري نوان نوان رنگ روپ ڌاري وجي پنهنجي اصلوڪي اوج تي رسندو آهي. شعر نيڪ سيرتن، پاڪ خيالن ۽ عشق جي امنگن جو ترجمان آهي. ڪير جاڻي ته ڪيترا هن پڻ. ڪو وڏو شاعر فطرت جي ڪڪ ۾ سمايل هجي، جنهن جي اچڻ جو اڃا وقت نه آيو آهي.

سچل ۽ ساميءَ، بيدل ۽ بيڪس، يوسف ۽ صادق جهڙا هر ڪنهن سڃاتا هوندا. هر هڪ جي ڪلام ۾ پنهنجي پنهنجي خوبي ۽ لذت آهي. ڪن پڙهندڙن کي هڪڙي مان مزو ايندو ته ڪن کي ٻئي مان. شاهه عبداللطيف جهڙو هر وجهه ڪامل ۽ هر دلعزيز شاعر، سنڌ ۾ اڃا ٻيو ڪو نه پيدا ٿيو. اهڙو ڪو سنڌي خواندو مشڪل لڀندو، جنهن کي سندس ڪلام جي سڪ نه هوندي ۽ اهڙو ڪو هنڌ خالي نه هوندو جنهن سندس شعر جو پڙاڏو ڪن نه پيو هوندو. سندس شاعريءَ ”ڪستوريءَ جي خوشبو سڀ ولايت واسي ڇڏي آهي.“ شاهه ۾ اهي جملي ۾ هڪ وڏي شاعر جون ڪلي لياقتون موجود آهن. سندس خيالي قوت جو هڪ وڏو پرياڻ هيءَ آهي ته جيئن جيئن سندس شعر تي اونهون غور ڪنداسين تيئن تيئن اسان ۾ سڀني سنئين حيرت ٿيندي. ٻين شاعرن جي خيالي قوت پڻ چڱي آهي، پر شاهه جي دز ڪي به نه رسي سگهندا. شاهه جو ڪلام، خواهه خلوت ۾ پڙهيو وڃي، خواهه محفل ۾، خواهه ڪنهن مثال يا نيڪ طور ڪتب آندو ته نيون نيون خوبيون اسان جي اڳيان جو ڪارن ٿينديون ۽ سندس طبع جي فراوانيءَ جون شاهديون ڏينديون ۽ وري وري پڙهڻ سان سندس شعر ۾ ضرور اهڙي صفا نئين نزاڪت نظر چڙهندي، جا اڳي

اک کان گُسي ويٺي هوندي. اهڙو ڪو ورلي لڀندو، جنهن کي شاهه جي مهراڻ مان معنيٰ جا موتي هٿ نه آيا هجن، يا جو سياڻپ ۽ ساڃاهه جي سبق پرائڻ کان محروم رهيو هجي.

"جي تو بيت ڀانئيا، سي آيتون آهين،

نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي."

ڪنهن به شاعر جي بزرگي اوتري قدر قبول ڪئي ويندي، جيتري قدر منجهس جمال جي مشاهدي ماڻڻ جي قابليت آهي ۽ جيتري قدر ان مشاهدي جي ڪري سندس جيءَ ۾ جذبا ۽ اُمنگ اُٿن ٿا. جمال جا پڻ ڪيترائي قسم آهن، جهڙوڪ طبيعي، جسماني، اخلاقي ۽ روحاني، پر درحقيقت سڀني جو مول هڪ ئي آهي ۽ جنهن جنهن ويس ۾ پاڻ کي پڌرو ڪري ٿو تنهن تنهن ويس جي پسڻ سان نيڻهن کي نوان نوان نيش اچن ٿا. دنيا ۾ ادنيٰ ۾ ادنيٰ انسان به حسن تي حيران آهي ۽ ڏانهس رغبت اڪثر رکي ٿو پر اها رغبت اڪثر منجهس پنهنجي ڪامنا پوري ڪرڻ جي اچا اُتپن ڪري ٿي، پل ته اها اِچا ڪيترو اُتلڪي هجي. اهڙو ماڻهو صرف مشاهدي سان گهڻي تائين ريجهه رهاڻ ڪرڻ جي قابل نه آهي، ستت ئي پنهنجي ڪامنا سڌ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، جو ئي سندس اصلي ۽ آخرين مقصد آهي. اهو ئي سبب آهي جو هو قدرتي توڙي صنعتي حسن جي نظاري مان سگهو ئي ڪڪ ٿيو پوي. پر شاعر جي حالت ۾ ڀهريون ئي ڀهريون اثر جو حُسن جي مشاهدي ڪري منس پيدا ٿئي ٿو، سو آهي سندس "وجود جو ورق" ڌوئي صاف ڪرڻ. سندس ساري هستي سونهن واري شيءِ جي مشاهدي سان پرجي تمثار ٿيو پوي، پوءِ اها شيءِ خواهه ڪو قدرتي نظارو هجي، جهڙوڪ چمن جو چهچٽو، درياهه جي لس ليٽ، چنڊ جي چٽائي، تارن جي جهرمر، ڪڪرن جي ڪارونهار وغيره. خواهه انساني حُسن جو جلوو هجي، جهڙوڪ سپرينءَ جي سونهن. پاڻ کي محو ڪيو ڇڏي ۽ پنهنجي شخصيت کي وساري خودخوشيءَ جي آرسي بڻيو پوي. اهڙي وقت ۽ اهڙي حالت ۾ پرروڙيل حقيقت نس پس اها شيءِ نه آهي، پر خود "سونهن جو سُر جنهن مان اها شيءِ ڦٽي نڪتي" آهي. پرروڙيندڙ ۽ پرروڙيل شيءِ هيئي پنهنجو پاڻ وڃايو لئي ٿيو وڃن. يوسف نالي شاعر اها حالت هن ريت نروار ڪئي آهي.

"محبوب جي صورت مين گم هوکي ويک نظارا، آپ سارا."

شاعر کي نه فقط اهڙو نڪشام يا لاطمع مشاهدو نصيب ٿئي ٿو. پر ان جي اظهار ڪرڻ لا پڻ سندس دل ۾ هڪ زبردست جنبش جاري ٿئي ٿي ۽ سيمابي صورتن جي مشاهدي بعد سندس خيال اڳيان تري رهيا آهن تن کي هڪ محڪم ۽ سهڻي شڪل ڏيئي ٻين انسانن جي دلين ۾ پڻ اهڙن جذبن اشارن جي ڪوشش ڪري ٿو، جهڙا مشاهدي وقت سندس دل ۾ اُتپن ٿيا آهن. هو هاڻ پاڻ کي گويا هڪ پيغمبر يا داعي ڪري سمجهي ٿو. حق ۽ حسن جو هوڪو ڏئي ٿو ۽ انسان ذات جي انتيءَ ۽ آسائش جو ڪارڻ بڻجي ٿو ۽ ماڻهو پڻ اهڙي اعلىٰ انسان وٽان حياتيءَ جي سچي مقصد جو سبق پڙهيءَ پٽ پراڻي سگهن ٿا. سندس پيغام هڪ قسم جو الهام آهي. مولانا رومي فرمائي ٿو.

"شاعري جزويست از پيغمبري"

شاعريءَ ۾ فقط حُسن جي مشاهدي ۽ حقيقت جي پرورش جي قابليت هئڻ گهرجي، پر ان سان گڏ هڪ ٻئي هنر جو هئڻ پڻ ضروري آهي، جنهن کي شاعري صنعت چئجي ٿو. شاعر ان صنعت جي وسيلي پنهنجي خيالن ۽ جذبن کي اهڙن عمدن ۽ اثرائتن لفظن ۾ اهڙي سليس پر رنگين عبارت ۾ اهڙن نون ويسن. ورنن ۾ ۽ اهڙي ڍنگ ۽ طرز سان بيان ڪري ٿو، جو پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن جون دليون بي اختيار ڇڪجيو وڃن ۽ اها نقش ڪيل تصوير سندس اکين اڳيان پيئي ڦري. ازنسواءِ وزن ۽ قافيي جو هئڻ پڻ ضروري آهي، جنهن جي ذريعي شاعر جو ڪلام وڌيڪ لطيف ۽ لذيذ ٿئي ٿو، پر ڪلام اهڙو هئڻ گهرجي. جو ماڻهن جي دلين تي بجليءَ جهڙو اثر پيدا ڪري. انهيءَ لاءِ ڪن ٻين خاصيتن جو شاعر ۾ هئڻ پڻ واجب آهي، جن جي دوران شعر جو حسن هيڪاري نکريو نروار ٿيو پوي. اها ڪامل شعر جي آخرين منزل آهي. اهي خاصيتون آهن. فصاحت. بُلاغت. سلاست. جدت ۽ جوش.

فصيح ڪلام اهو آهي جنهن ۾ هر هڪ لفظ اهڙو ڪم آيل هجي جنهن جي اُچار ڪرڻ ۾ زبان کي ڪا بہ تڪليف يا هبڪ نہ ٿئي. اهو نمونو نہ فقط ڪڏهن ڪڏهن. مگر

هميشہ شاعر جي ڪلام ۾ اختيار ڪيل هجي، نہ تہ سندس ڪلام کي فصيح نہ چئبو. بلاغت اها آهي، جو ڪلام وقت ۽ حال جي مطابق هجي. انسان ۾ طرح طرح جا پور ۽ جذبا اٿن ٿا ڪڏهن غم ۽ غصو، ڪڏهن کل ۽ خوشي، ڪڏهن مستي ۽ مدهوشي، ڪڏهن عشق ۽ محبت، ڪڏهن بيتابي ۽ بيقراري وغيره وغيره. شاعر کي اهي سڀئي حالتون اهڙي صفائي، چٽائي ۽ درستي سان مختصر مگر مانيدار لفظن ۾ بيان ڪرڻ گهرجن جو پڙهندڙن ۽ ٻڌندڙن جو ڌيان ڪِپي وڃي ۽ سندس سحرنگاريءَ تي موهت ٿي پون.

سلاست جي معنيٰ آهي تہ ڪلام ۾ اهڙا لفظ ڪم آيل هجن جيڪي روزمره ماڻهو استعمال ڪن ٿا. استعارا، تشبيهون ۽ ٻيون ڪلامي صفتون اهڙيون ساديون ۽ سوليون هجن جو ماڻهو هڪدم پروڙي سگهن ۽ هر ڪو ماڻهو پنهنجي پنهنجي فهم ۽ لياقت آهر ان مان لطف ۽ مزو حاصل ڪري سگهي، سڀ ڪان سهڻو شعر اهوئي ڪي چئبو. جو جڏهن ڪو ماڻهو ان کي پڙهي يا ٻڌي تڏهن ازخود اٿين چوي تہ "سچ آهي" ۽ ان جي سلاست ۽ سادگي ڏسي، دل ۾ اچيس تہ تہ اهڙو ڪلام "آءُ پڻ چئي سگهان". مگر جڏهن چوڻ جي ڪوشش ڪري تہ وايون سنال ٿي وڃنس.

جدت جي هيءَ مراد آهي تہ شاعر کي گهرجي تہ مضمون اهڙا عليحده عليحده چونڊي ڪري جن تي ٻين شاعرن پنهنجي طبع آزمائي نہ ڪئي هجي يا جيڪڏهن ڪئي هجين تہ انهن کي اهڙيءَ طرز ۽ نموني ۾ ادا ڪري، جو اهو معلوم نہ ٿئي تہ ڪنهن جو نقل يا تتبع ڪيو اٿس. اڃان سواءِ پنهنجو مطلب اهڙن نون طريقن سان بيان ڪري ۽ ڪڪري خيال کان ٻئي خيال ڏي وڃڻ ۾ اهڙي ڪاريگري ڪتب آڻي جو پڙهندڙن جو ڌيان ٿڪي نہ وڃي ۽ پڻ سندس لفظن ۽ جملن ۾ اهڙو جوش ۽ اثر هجي جو پاڻئنجي تہ اهي لفظ ۽ جملا سندس اندر مان اڌما ڏيئي نڪتا آهن.

شاه عبداللطيف ۾ مٿيون جاتايل لياقتون هر طرح موجود هيون. رواجي شاعرن جي ڪلام تي غور ڪبو تہ ڏسبو تہ ٻہ ٽي پہلو آهي، يا تہ مضمون ساڳيو ٿي ساڳيو اٿن يا تہ طرز ساڳي ٿي ساڳي يا تہ رڳو حسن جون هاڪون ۽ عشق جون صدائون آهن يا رڳو تصوف ۽

ويدانت جا مٿا مڙهيل آهن يا ته فقط ويدانت جي واڪن آهي يا ته روڳو ڀڳتي مارگ جي پلٽ آهي.
اهو حاصل نه فقط سنڌي شاعرن جو آهي پر اڪثر ڪري ڏکڻ ايشيا جي ٻين ٻاگن جي شاعرن جو
پڻ. پر شاهه عبداللطيف جو شعر طرحين طرحين قسمن جو آهي ۽ نهايت رنگين ۽ گونا گون آهي
هو هر قسم جي شاعرن جو اُستاد هو. سنڌ جڏيو ڏکڻ ايشيا ۾ به سڀ کان گهڻو متحمل آهي.
سنڌس نالو دنيا جي نامور ڪيترن شاعرن جي دفتر ۾ داخل ٿيڻ جي هر طرح لائق آهي. شاهه جي
شاعرانه ذات اهڙي اعليٰ درجي جي هئي جو شاعري جو ڪو به فن نه آهي. جنهن ۾ سنڌس دماغ
درياهه جي لهرن وانگر چوليون نه ماريون آهن. هر طرح جا مضمون سنڌس خيالي خزاني ۾ ميسر آهن
۽ هر قسم جون خوبيون سنڌس عبارت ۾ موجود. مختلف موقعن لاءِ سنڌس عبارت مختلف آهي
هر طرح کان سنڌس ذات باڪمال هئي. جيڪڏهن صرف شعر ڪري ليکجي ته شاعرن جو شاهه
هو. جيڪڏهن صوفين جي صف ۾ شمار ڪجي ته فاني في الله هو ۽ جيڪڏهن عاشقن جي قطار
۾ ڳڻجي ته عاشقن جو تاج هو. سنڌس ڪماليت جو دامن نهايت وسيع آهي.

## 1.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| پرٻاٽ | پارُ، نشان، علامت |
| اتپي | جاڳڻ، پيدا ٿيڻ |
| جلوت | اڪيلائي |
| چرچ | حيرت |
| ڪرن | وجهه سبب |
| ڳراوڻي | گهاٽي |
| وڙلي | ڳولهيو |
| جلوو | ڏيکاڻي، تجلي |
| لٻيس | لباس، گفتگوءَ جو انداز |
| ٻس پس | هوبهو |
| صنعت | ڪاريگري، ڪارخانو |
| ورن | نموني، قسم |
| سحر | جادو |
| ماشيدار | ڀرپور |
| سلاست | سادگي |
| فهم | ڄاڻ، عقل |
| فاني | فنا ٿيندڙ |
| فاني في الله | الله ۾ گم ٿيل |
| شاعري جزويست از پيغمبري | شاعري پيغمبريءَ جو جزو آهي |
| استفادو ڪرڻ | فائدو حاصل ڪرڻ، لاڀ حاصل ڪرڻ |

## 1.5 خود آزمائي (۱)

سوال نمبر (1)

شاهه جي شعر جون چند اهم خوبيون ٻڌايو.

سوال نمبر (2)

هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو :-

(1) فصاحت ڇا آهي؟

(2) شعري صنعت ڇا کي چئبو آهي؟

(3) جدت مان ڪهڙي مراد ورتي وئي آهي؟

(4) بلاغت ڪنهن کي ڪوٺيو ويو آهي؟

(5) سلاست جي معنيٰ ڇا آهي؟

سوال نمبر (3)

عالمي مفڪرن جي راين کي ڪسوٽي بنائي، شاهه جي شعر جو معيار مقرر ڪيو.

# 2. دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر

## 2.1 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون مرحوم علامه آءِ آءِ قاضي جن جو لکيل آهي. اصل ۾ هيءُ مضمون ليکڪ جي انگريزيءَ ۾ شاهه جي رسالي جي لکيل شرح جو سنڌي ترجمو آهي. ليکڪ جو تعارف اڳ ۾ اچي ويو آهي.

## 2.2 مضمون جو خلاصو

هر قوم کي ٻيءَ قوم جي ڀيٽ ۾ پنهنجي ثقافت ۽ ٻوليءَ ۾ هر هنڌ ۽ هر وقت خوبيون ۽ گڻ نظر ايندا آهن، جن جي آڌار تي اها مٿن ناز ڪندي رهي ٿي. اها انهيءَ ادا ۾ ڪافي حد تائين درست به آهي، ڇاڪاڻ ته ٻولي ثقافت مان وسعت ٿي جڏهن ادب تخليق ڪرڻ لائق ٿيندي آهي، ته ذهن پنهنجي سوچ، فڪر، احساس ۽ جذبي جي اظهار لاءِ ان جا اديب ۽ شاعر ادب اپائڻ لڳندا آهن. بامقصد ادب اپائيندڙ ۽ اعليٰ آدرشي ۽ ٻي شاعري تخليق ڪندڙن لاءِ پنهنجي قوم وٽ وڏي عزت ۽ احترام ملندو آهي.

ان قوم کي پنهنجي اهڙن شاعرن ۽ اديبن تي ناز ڪرڻ به سونهين ٿو. سڀ ڪنهن کي ٻين ٻولين ٻوليندڙن ۽ انهن ٻولين جي شاعري ۽ اديبن جي ڀيٽ ۾ مٿاهون ڪري پيش ڪرڻ ٺيڪ ناهين ٿو ڄڳائي، جيستائين ڪا ڪسوٽي نه هجي انهيءَ ... ڪنهن به ڪي سنڌن تخليق کي پروڙي سگهجي.

ڪي قومون پنهنجي شاعرن جي ڳهٽي ڪلام کي سنڌس ... خدمت ڪنديون آهن. پنهنجي طرفان ڪنهن کي وڏو مڃڻ سولي ڳالهه آهي پر وڏو اهو آهي جنهن کي ٻيا وڏو مڃين. هن مضمون ۾ دليلن سان ثابت ڪيو ويو آهي ته وڏو شاعر اهو آهي، جنهن جي شاعري ۾ پيش ڪيل مواد ڪو مقصد پيش ڪري. اصلاح ۽ سڌاري جو سڏ ڏئي. هر مصرع

مڪمل تانيد ڪري ٿي تہ بيشڪ شعر اهو آهي جنهن کي هر هڪ ماڻهو پڙهڻ جي بدران ڳائڻ چاهي ٿو

جيئن اسان راڳ کي ”آوازن جي تنظيم“ سمجهون ٿا. تيئن هڪ عرب مصنف شعر کي ”لفظن ۾ سمايل راڳ“ ڪري ڄاڻايو آهي يعني تہ هو انهيءَ نظريي کي ترجيح ڏئي ٿو تہ هر مصرع ۾ ترنم جي خصوصيت جو هجڻ شعر جو هڪ لازمي جز آهي. بس! دنيا جي سڀني وڏن شاعرن جي ڪلام کي پرکڻ لاءِ اها بهترين ڪسوٽي آهي. ڪو بہ صاحب ان کي انهيءَ ڪسوٽيءَ تي پرکي پنهنجو نتيجو ڪڍي سگهي ٿو.

ممڪن آهي تہ ڪو صاحب مختلف شاعرن جي ڪلام جي ضخامت جي بحث اٿاري. پر انهيءَ ڳالهہ ۾ بہ لطيف جي ڪلام جو ذخيرو دنيا جي اڪثر وڏن شاعرن جي ڪلام جي ذخيري جي ڀيٽ ۾ ڪافي ڪجهہ آهي. سندس رسالي ۾ ڪم و بيش 36 مختلف عنوان ۽ انهن مان هر هڪ جا ڪيئي مختلف داستان آهن. انهيءَ لحاظ سان بہ سواءِ شيڪسپيئر ۽ گوئٽي جي ٻين ڪن ٿورن شاعرن جي ڪلام جو ذخيرو سندس ڀيٽ ۾ اچي سگهندو.

ٻيو معيار: ٻيو معيار، جو موجوده دور جا وڏا نقاد شعر کي پرکڻ لاءِ تسليم ڪن ٿا سو هيءُ آهي تہ آيا شعر جي ڪلام جي ڪنهن بہ مصرع ۾ ڪو بہ اهڙو لفظ بدلائي سگهجي ٿو جا. جو انهيءَ تبديلي سان مصرع کي زياده موثر يا فصيح بڻائي سگهي يا ان ۾ وڌيڪ ترنم پيدا ڪري سگهي؟

هڪ دفعي جڏهن بن جانسن (Ben Jonson) کان پڇيو ويو تہ هو پنهنجي نظم جي ڏهن ڪان بہ زياده دفعا تصحيح ڪري ٿو. حالانڪ شيڪسپيئر ڪڏهن بہ پنهنجي شعر جي دوباره اصلاح ڪا نہ ڪئي، تڏهن جواب ڏنائين تہ سندس خيال موجب بهتر ٿئي ها. جيڪڏهن شيڪسپيئر ويهہ دفعا پنهنجي شعر جي اصلاح ڪري ها. پر انهيءَ هوندي بہ زمانو شاهد آهي تہ سندس اهو نظم، جنهن جي ڏهہ دفعا تصحيح ڪئي وئي آهي، ان ۾ اڄا

بہ اصلاح جي گنجائش باقي آهي. پر شيڪسپيئر حون في البديهہ چيل مصراعن اصلاح کان بالاتر آهن ۽ انهن مان گهڻن ۾ ڪنهن بہ هڪ لفظ جي ڦير گهير سڄي مصرع حي ترنم کي تباهہ ڪري ڇڏيندي. بهرحال اهڙي تبديلي سڌاري جي بدلي نقصانڪار ثابت ٿيندي

حقيقت ۾ ڪنهن ورلي شاعر جو ڪلام هن معيار تي پورو بيهي سگهندو پر لطيف جي ڪلام ۾ تہ فقط هڪ لفظ جي تبديلي بہ سڄي لئي جي ترنم کي بگاڙي ڇڏي ٿي. بلڪ ختم ڪري ڇڏي ٿي ۽ ناقابل برداشت بڻائي ڇڏي ٿي بس! امڪان نہ آهي جو ڪنهن بہ مصرع ۾ رڳو هڪ لفظ بہ هٽائي يا مٽائي سگهجي. سندس سحر ڪلام انهيءَ نفيس توازن ۽ نزاڪت جو حامل آهي نہ فقط هر هڪ مصرع پر هر هڪ لفظ ۽ ان جي بيهڪ کي هڪ خاص اهميت آهي ۽ ان جو بدلائڻ محال آهي. دنيا جو ڪو بہ شاعر سندس ڪلا م جي سحي ذخيري جي نقطہ نگاهہ کان هن پرک ۾ پورو بيهي نہ سگهندو. بين شاعرن کي تہ ڇڏيو پر خود شيڪسپيئر جي بہ ڪيترن ئي مصراعن کي ترميم بعد بهتر سمجهيو ويو آهي موجوده يورپي نقادن ڪنهن بہ شاعر کي پرکڻ واسطي اهو بہ معيار مقرر ڪيو آهي.

**ٽيون معيار:** اهي مٿيان بہ معيار ڪنهن بہ شاعر جي دنيا جي شاعرن جي قطار ۾ درجي مقرر ڪرڻ واسطي ڪافي آهن . پر اجا بہ ٽيون هڪ آخرين نهايت اهم ۽ ناگزير معيار آهي، جو ازروءِ جامع تنقيد، قطعي طور ڪنهن بہ شاعر جي درجي قائم ڪرڻ لاءِ تجويز ڪيو ويو آهي. اهو معيار آهي زبان جو استعمال جنهن جي ذريعي شاعر پنهنجي خيالات جو اظهار ڪري ٿو.

چيو وڃي ٿو تہ ملٽن پنهنجي جملي ڪلام ۾ انگريزي زبان جا اٺ هزار لفظ ۽ شيڪسپيئر سورهن هزار لفظ استعمال ڪيا آهن. لفظن جي صحيح استعمال کي درڪنار ڪندي بہ خيالات جي وسعت کي تورڻ تڪڻ جو هيءُ فقط هڪ طريقو آهي. درحقيقت زبان واري معياري پرک جو اهو (الفاظ جو ڳاڻيٽو) ڪو موزون ترين طريقو نہ آهي. سوال آهي تہ سورهين صديءَ واري انگريزي زبان اند خيالات جي اظهار جي وسعت جيڪا شيڪسپيئر

پيدا ڪئي. انهيءَ کان وڌيڪ وسعت پيدا ڪرڻ جو ٻه ڪو امڪان هو جا" ٻين لفظن ۾ معيار آهي زبان ۾ وڏ کان وڏ خيالات جي اظهار لاءِ وسعت پيدا ڪرڻ سواءِ شيڪسپيئر جي ٻئي ڪنهن شخص جي نه وهم گمان ۾. نڪي امڪان ۾ ٿي هو ته هو ايلزبيٿ جي دور واري انگريزي ٻولي ۾ اهي خيالات اظهار ڪري، جي شيڪسپيئر ڪيا. دانتي ۽ گوئٽي جي حالت ۾ به اهو چوڻ صحيح ٿيندو پر سواءِ شيڪسپيئر جي ٻوليءَ جي وسعت پيدا ڪرڻ واري جنهن منزل کي هو پهتا. سا نسبتاً گهٽ گهٽ هئي. بمقابله انهي ارڙهين صدي واري سنڌي زبان جي جنهن کي لطيف سباهيو. وڌايو ۽ ويجهايو. ڪنهن جي وهم گمان ۾ ئي نه هو اچي ته لطيف واري زبان ڪا انهيءَ دور ۾ سنڌ اندر ڳالهائي ويندي هئي! سنڌي. جا وڌ ۾ وڌ نه به. هڪ صوبائي محاوري جي منزل تي هئي. سا شاه صاحب جي هٿن ۾ هڪ نهايت گرانمايه ۽ وسيع ترين ٻولي بنجي پئي، ايتري جو اسين نه سچائي ٿا سگهون ۽ نڪي سمجهي ٿا سگهون ته زبان ڪا اها ساڳي سادي صوبائي ٻولي آهي. لهذا انهيءَ ناگزير معيار مطابق ٻن جو يورپ جي وڏن نقادن آخرين تصور ڪيو آهي. ڪاميابي جو سهرو لطيف جي سر تي ئي آهي.

اهي ٽي معيار، جيڪي مٿي بيان ڪيا ويا آهن سي اسان جا نه. پر دنيا جي نهايت ترقي يافته قومن جا تجويز ڪيل آهن ۽ انهن جي ذريعي اهو آسانيءَ سان معلوم ٿي سگهندو ته سواءِ لطيف جي دنيا جو ڪو به شاعر انهن تي هر پهلوءَ کان پورو نٿو اچي سگهي.

هت اسان تصوف جي گهرائي، تخيل جي پرواز، شاعرانه فهم نظر ۽ فطري نغمه سرائيءَ وارن نڪتن جو بيان ئي نٿا ڪريون اهو هڪ جدا گانو باب آهي. اسان هت انهي مسئلي کي به ڇڏي ڏيون ٿا ته شاه جو شعر ڪيتريقدر انساني زندگي جي هر پهلوءَ کي روشن ڪري ٿو ۽ نڪي وري اسان انهيءَ پنهنجي عام مروج مسئلي کي ٿي ڇيڙيون ٿا ته شاه جو شعر ڪيتريقدر قرآن کان متاثر آهي ۽ ڪيتريقدر ان جو تفسير. نڪي وري اسان جو

## 2.4 ڏکين لفظن جي معنیٰ

| | |
|---|---|
| نازان | فخر ڪرڻ |
| حرج | نقصان، ڇيهو |
| مفقود | غائب |
| مسلم | پڪو، پختو |
| درڪنار | پري |
| مبدا | مٿان |
| مشتمل | هٿل |
| وجداني | وجد ۾ آڻڻ واري ڪيفيت |
| ترجيح | مٿيرو، اهميت |
| ضخامت | گهاٽائي، ٿولهه، ڪشادگي |
| تصحيح | درستي، سڌارو |
| في البديهه | بغير ڪنهن ڪوشش جي چيل شعر |
| بالاثر | ستاهون |
| نقاد | تنقيد ڪندڙ |
| گرانمايه | تمام قيمتي، املهه |
| ناگزير | اٽل |
| سهرو | موڙ، ڪلنگي |
| محقق | کوجنا ڪندڙ |

## 2.5 خود آزمائي نمبر 2

### سوال نمبر (1)

ڪلهن شعر جي حيثيت ۽ معيار مجراڻ لاءِ عالمن جي مقرر ڪيل ڪسوٽي جا خنجم اهم نڪتا بيان ڪريو؟

### سوال نمبر (2)

علامہ آءِ آءِ قاصي شاه لطيف جي ڪلام ۾ هڪ لفظ جي تبديلي جي حوالي سان ڇا لکيو آهي؟

### سوال نمبر (3)

هيٺ ڏنل جملن ڪي خالي جاين سان ڀريو:-

(1) اڇو ـ . ما جي وڏي ۾ وڏي شاعر کي .......... تي ڀر ڪيون.

(2) جيئن اسان راڳ کي .......... سمجهون ٿا، تيئن هڪ عرب مصنف شعر کي ..............ڪري ڄاڻايو آهي.

(3) جيو وچي ٿو تہ ملٽن پنهنجي ڪلام ۾ انگريزي زبان جا .......... .... لفظ ۽ شيڪسپيئر .......... لفظ استعمال ڪيا آهن.

(4) اهي ٽي معيار جيڪي مٿي بيان ڪيا ويا آهن سي اسان جا نہ پر دنيا جي نهايت ....... ڪيل آهن.

# 3. خود آزمائشن جا جواب

## خود آزمائي (1)

### سوال نمبر (1)

1. جيئن جيئن شاهه جو شعر پڙهندو رهجي ٿو تيئن تيئن ان ۾ نوان نوان نڪتا ۽ نيون نيون خوبيون نظر اچن ٿيون.
2. شاهه جي شعر کي وري وري پڙهڻ سان نيون معنائون ملن ٿيون ۽ پڙهندڙ کي بيزاري نٿي ٿئي.
3. شاهه وٽ حسن جي پرک جو معيار انوکو آهي. هر شيءِ ۽ ان جي عمل ۾ اهڙيون لڪل لياقتون ۽ خوبيون ڳولهيو لهي، جن تائين هر ڪنهن جي نگاهه نٿي پهچي.
4. شاهه وٽ طبعي، جسماني، اخلاقي ۽ روحاني جمال جي مشاهدي جا انيڪ مثال پريل آهن. جتان هر شعر ۽ هر موضوع لاءِ نوان نظارا نروار ٿين ٿا.
5. شاهه شعر جي صنعتگريءَ جو وڏو ڄاڻو آهي.
6. شاهه صاحب فصاحت، بلاغت، سلاست، جدت ۽ نوان وارين خوبين کان بهاخبر آهي.

### سوال نمبر (2)

1. اهڙو ڪلام جنهن جو هر لفظ اچارڻ ۾ آسان هجي.
2. اهڙي انداز جي شاعري، جنهن ۾ شاعر پنهنجن خيالن، جذبن ۽ مشاهدي کي اثرائتي ۽ عمدي نموني پيش ڪيو هجي.

3. شاعريءَ ۾ اهڙا نوان خيال شامل هجن جن تي ٻين شاعرن اڳ ۾ شاعري نه ڪئي هجي.

4. جيڪا شاعري وقت ۽ حالتن مطابق هجي.

5. اهڙيون تشبيهون ۽ استعارا جو استعمال ڪجي جيڪي عام رواجي زندگي ۾ استعمال ٿيندڙ هجن ۽ انهن جي معنيٰ اڪثريت کي ايندڙ هجي

**سوال نمبر (3)**

خود حل ڪرڻو آهي

## خود آزمائي نمبر ٻه جا جواب

**سوال نمبر (1)**

ڪنهن شاعر کي ممتاز مجن لاءِ عالمن جيڪا ڪسوٽي قائم ڪئي آهي تنهن جا اهم نڪتا هي آهن.

1. شاعر جي مسوري شاعري پڙهڻ جي بجاءِ ڳائڻ جي لائق هجي.
2. شاعري جي هر مصرع ۾ ترنم هجي.
3. شاعري ۾ رديف قافيا ملائي ڪتبل نه هجي پر اها وجداني ڪيفيت ۾ ڪتبيل هجي
4. شاعري بامقصد هجي ۽ ان ۾ پيغام ڏنل هجي
5. ڪنهن سولي جي شاعري هجي تنهن جي ڳالهائيندڙن جي اڪثريت ان شاعري جي مفهوم کان واقف هجي

6. شاعر جو ڪلام شعر يا ڪنهن بہ مصرع ۾ ڪنهن بہ لفظ تبديل ڪرڻ سان شعر يا مصرع کي وڌيڪ مؤثر بنائڻ يا ان ۾ اڃا بہ ترنم پيدا ڪرڻ جي گنجائش نہ هجي.
7. لفظن جي جڙاوت اهڙي هجي جو نہ رڳو انهن ۾ ترنم هجي، پر اهي معنائن جي موتين سان ڀريل ۽ مؤثر مفهوم ڏيندڙ هجن ۽ اهي عام فهم بہ هجن.
8. خيالن ۾ نواڻ هجي.
9. شاعري اهڙي هجي جو ان کي ڪيترا ڀيرا بہ پڙهجي تہ هر ڀيري ان مان معنئي جا اهڙا نوان نڪتا ملن جو پڙهندڙ ڪڪ ٿيڻ بدران چاهہ سان پڙهي پسند ڪري.
10. شعر ۾ صنعتگري اهڙي هجي جو ان ۾ سمايل معنئ کان سڄو معاشرو يڪسان واقف هجي.

**سوال نمبر (2)**

شاهہ لطيف جي ڪلام ۾ هڪ لفظ جي تبديلي سڄي لئي جي ترنم کي بگاڙي ڇڏي ٿي، بلڪ ختم ڪري ڇڏي ٿي ۽ ناقابل برداشت بنائي ڇڏي ٿي. بس امڪان نہ آهي جو ڪنهن بہ مصرع ۾ رڳو هڪ لفظ بہ هٽائي يا مٽائي سگهجي. سندس سڄو ڪلام انهي نفيس توزان ۽ نزاڪت جو حاصل آهي.

**سوال نمبر (3)**

**خالي جايون**

(1) <u>ڪسوٽي</u>

(2) <u>آوازن جي تنظيم</u> — <u>لفظن ۾ سمايل راڳ</u>

(3) <u>اٺ هزار</u> — <u>سورهن هزار</u>

(4) <u>ترقي يافتہ قومن</u>

# يونٽ جو تعارف

شاگرد ساٿيو!

ڇهون يونٽ اوهان جي اڳيان مطالعي لاءِ موجود آهي. هن کي موضوع جي لحاظ کان ٻن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرئين ڀاڱي کي "سنڌي ٻوليءَ ۾ ناول نويسي" جي نالي سان لکيو ويو آهي. هن ۾ ناول جي وصف ۽ جوڙجڪ کان وٺي ويندي، سنڌي ناول جي اوسر وارن سمورن ڏاڪن جو جُز وار ذڪر ڪيو ويو آهي.

ٻئي ڀاڱي کي "عام سنڌي شاعري" جي سري سان مڪمل ڪيو ويو آهي. هنن ٻنهي مضمونن ۾ ڏنل مواد جي مطالعي ڪرڻ کانپوءِ اسان کي پڪ آهي ته اوهان هن لائق ٿيندؤ جو هيٺ ڏنل مقصد حاصل ڪري سگهو.

## يونٽ جو مقصد

(1) ناول، قصي ۽ افسانيءَ ۾ فرق کي سمجهي سگهو.

(2) ناول جي جوڙجڪ ڪندڙن جزن کان خبردار ٿي سگهو.

(3) ناول جو معيار مقرر ڪري سگهو.

(4) سنڌي ناول جي تاريخ ۽ اوسر کان آگاهه ٿي سگهو.

(5) عام سنڌي شاعريءَ جي اهميت معلوم ڪري سگهو.

(6) عام سنڌي شاعري جي ٻولي ۽ تخليق ڪندڙن جي سڃاڻ کان واقف ٿي سگهو.

# فهرست

# 1. سنڌي ٻوليءَ ۾ ناول نويسي

## 1.1 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون محترم عبدالقيوم "صائب" جو لکيل آهي. "صائب" صاحب شاعريءَ سان گڏ تحقيقي ۽ تحقيقي نثر به لکندو رهيو آهي. سنڌن علمي معيار هن مضمون مان پرکي سگهجي ٿو.

## 1.2 مضمون جو خلاصو

يونٽ جي هن حصي کي اهڙي نموني لکيو ويو آهي جو ان جو، پڙهڻ کان پوءِ جتي ناول جي معنيٰ ۽ وصف ظاهر ٿئي ٿي اتي ان جي تاريخ ۽ پس منظرن جو به پتو پوي ٿو. هن حصي ۾ ناول جي جوڙجڪ وارن جملي جزن جو احوال به اهڙي طرح ڏنو ويو آهي جو پڙهندڙن کي هر هڪ جزي جي اهميت به معلوم ٿي وڃي ٿي.

مضمون نگار، هن مختصر مضمون ۾ ناول ۽ قصي، ناول ۽ افسانوي جي صنفن ۾ فرق کي به اهڙي اثرائتي انداز سان بيان ڪيو آهي جو پڙهندڙ انهن سڀني صنفن جو فرق سمجهي سگهي.

مضمون جي آخري حصي کي جيتوڻيڪ "سنڌي ناول جي مختصر تاريخ" جي عنوان سان سڏيو ويو آهي، پر اهو حصو سنڌي ناول لاءِ ڪيل ڪوشش، ڪوششون ڪندڙن ۽ انهن ڪوششن جي وسيلي ٿيل واڌاري جو احوال ڏيئي، جنهن ادب جي هن اهم صنف لاءِ ٿيندڙ ڇاڪوڙ جي اپٽار ڪئي وئي آهي. اتي ان جي مرحلي وار ترقيءَ کي به اجاگر ڪيو ويو آهي.

## 1.3 مضمون جو متن

ناول انگريزي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنىٰ آهي نئين يا عجيب شيءِ. هڪ ادبي صنف جي حيثيت ۾، سنڌي ۾ ناول، انگريزي ادب جي ذريعي داخل ٿيو ۽ ان تي اهو نالو صرف انهيءَ ڪري پئجي ويو جو شروعات ۾ داستانن ۽ قصن جو رواج هو، جن ۾ رڳو خيالي ڳالهيون هونديون هيون. اهي خيالي ڳالهيون ان وقت جي رائج ڀرمن ۽ سنسن جي بنيادن تي ٻيٺل هيون، جن ۾ جنن ۽ ڀوتن، پرين ۽ ديون وغيره کي مکيه ڪردارن جو وڳو ڀھرائي پيش ڪيو ويندو هو، پر پوءِ ان جي جاءِ تي ناول ۾ روزمره جي زندگيءَ جي اصلي واقعن ۽ حقيقتن جي عڪاسي ٿيڻ لڳي.

ادب ۾ ناول انهيءَ نثري قصي کي چيو وڃي ٿو جنهن ۾ ڪنهن خاص نقطہ نگاهہ سان زندگي جو حقيقي ۽ سچو روپ پيش ڪيو ويو هجي. ناول ۽ قصي ۾ فرق هيءُ آهي، جو پراڻن قصن ۽ داستانن ۾ گهڻو ڪري، مافوق الفطرت شين کي اهميت ڏني ويندي آهي ۽ ناول انساني زندگيءَ جي چوڌاري ڦري ٿو. قصي يا داستان تي ڀرم ۽ سنسو ڇانيل ٿئي ٿو، پر ناول انساني زندگي جي روزمره جي واقعن جو مظهر هوندو آهي.

جيئن تہ ناول زندگيءَ جي حقيقتن ۽ واقعن کي اڳيان رکي اڳتي وڌيو آهي، تنهن ڪري ان جو ميدان بہ ايترو ئي ويڪرو ۽ وسيع آهي، جيترو پاڻ زندگي، جنهن ۾ ماڻهن جا قول ۽ فعل، خيال ۽ جذبا، ڪاميابيون ۽ ناڪاميون، تڪليفون ۽ پريشانيون، بيوقوفيون ۽ ڏاهپون، تفريحون ۽ دلچسپيون، مطلب تہ حياتي جي عظمت ۽ ذلت جي پوري ڪهاڻي سمائجيو وڃي. اهڙي طرح ناول انسان جي انفرادي توڙي اجتماعي زندگي جي تصوير ڪڍيو ڪٿيو رکي. اڄڪلهہ ادب برائي زندگيءَ جا دلدادہ ناول ۾ ڪجهہ اهڙي قسم جي زندگيءَ خلقي رهيا آهن جيڪا نہ ڪي اسان جي اڄڪلهہ جي زندگي سان لاڳاپو رکي ٿي ۽ نہ ڪي پراڻي زندگي سان. انهن ماڻهن جو زندگي مان

مطلب آهي اها زندگي جيڪا نفسياتي يا سياسي نظرئي جي عينڪ لڳائي ڏٺي ويئي هجي.
انهن جون واٽون اڻ ڳڻيون آهن، پر هيٺيون نمايان آهن.

1) ته جديد علم نفسيات جي اصول آهر انساني فطرت جو عڪس چٽجي، دماغي ڪيفيتن جو هوبهو نقشو ڪڍجي، ڪردار جي دماغ ۾ اُبتا سبتا جيڪي خيال ڪنهن به وقت يا ڪنهن به حالت ۾ آيا هجن، انهن سڀني کي هوبهو ظاهر ڪري ڇڏجي. جيمس جوائس انهي واٽ جي مکيه اڳواڻن مان آهي.

2) ٻي واٽ به جديد نفسيات تي مبني آهي، پر ان ۾ فرائڊ جو اثر وڌيڪ نمايان آهي جنهن ۾ گهڻو ڪري جنسياتي محرڪن سان واسطو هوندو آهي ۽ عريان نگاريءَ کي ئي فطرت نگاري، بلڪ زندگي جي صحيح مصوري سمجهيو وڃي ٿو.

3) ٽين واٽ هيءَ آهي ته زندگيءَ کي ڪارل مارڪس جي اشتراڪي انقلابي نظرئي سان ڏٺو وڃي هن رستي وارا خواه مخواه سماجي، مذهبي ۽ اخلاقي قدرن جي خلاف آهن.

اهڙن نظرين جي اثر ۾ اچي، ناول نگار زندگي کي يڪ رخو ڪري پيش ٿا ڪن، جنهن ڪري طرفداري ۽ تعصب جي فضا پيدا ٿيو پوي، ان مان نه رڳو هر وقت ڪنهن نه ڪنهن تصادم پيدا ٿيڻ جو انديشو رهي ٿو بلڪ زندگي هڪڙي شڪنجي ۾ جڪڙجيو پوي.

ناول جا قسم ڳڻائيندي سهيل بخاري لکي ٿو. "موضوع جي لحاظ کان ناول جا گهڻائي قسم آهن، پر سهوليت خاطر ان جا به وڏا قسم ليکي سگهجن ٿا . هڪڙو رومانوي ته ٻيو سياتي. رومانوي ناول ۾ واقعن تي گهڻو زور ڏنو ويو آهي ۽ ان مان وندر، سڏاري يا ڪل خوشي پيدا ڪرڻ جو ڪم نٿو ورتو وڃي ۽ نه ڪي ان ۾ حاضر مسئلن تي ڪو بحث ٿو ٿئي، بلڪ ان ۾ لاڙو عجائب نگاريءَ، مثاليت پسنديءَ، جنگ آزمائيءَ، بزم آرائيءَ، اخلاق سيکارڻ، محبت اختيار ڪرڻ ۽ سونهن پيدا ڪرڻ، مطلب ته انهيءَ هر ڪنهن پاسي رهي ٿو جتي تخيل جي اُڏام بلند ۽ آزاد ٿي سگهي. ان جون ٻيون ننڍيون ننڍيون شاخون آهن. پرچاري، علمي، اسراري يا جاسوسي، تاريخي، مهماتي، عشقيه، سياحتي ۽ سائنسي. پرچاري ناول ۾ مذهبي يا اخلاقي

سبق ڏنو وجي ٿو . علمي ناول تعليمي مسئلا سمجهائي ٿو، اسراري ناول ۾ اسرار، جادو يا ڪنهن راز جي ظاهر ڪرڻ ڏي ڌيان ڇڪايو وجي ٿو. تاريخي ناول ۾ ڪنهن تاريخي شخصيت، يا واقعي جو بيان هوندو آهي. مهماتي ناول ۾ جنگين ۽ معرڪن جو بيان هوندو آهي. عشقيه ناول ۾ حسن ۽ عشق جا داستان هڏايا ويندا آهن. سياحتي ناول ۾ بري، بحري ۽ هوائي سفر ۽ نون نون ملڪن جا حالات درج ٿيل هوندا آهن ۽ سائنسي ناول ۾ موجوده دور جون ايجادون ۽ سائنسي امڪانن جو نقشو ڪڍيو ويندو آهي.

ناول جو ٻيو وڏو قسم آهي نفسياتي ناول، جنهن ۾ تخيل ۽ ڳوڙهي ويچار کي اينتري آزادي نٿي ملي ۽ ان ۾ حقيقت نگاري وڌيڪ هوندي آهي ناول نگار جو ذهن ۽ تخليل ٻاٽي ۽ مٽيءَ جي دنيا جي جملي پابندين ۾ وڏي حد تائين جڪڙيل رهندو آهي.

هن وقت ناول بذات خود سنڌي ادب لاءِ نئين صنف آهي، پر ان جو جيڪو تاجي پيٽو ورهين کان وٺي موجود هو، تنهن کان سنڌي ادب گهڻو اڳي واقف هو.

اسان جي ٻوليءَ ۾ شروع شروع ۾ قصا، ڪهاڻيون ۽ داستان هئا جيڪي اسين گهر جي وڏڙن ۽ ٻڍڙن جي واتان ٻڌندا هئاسين. جن مان ڪي الف ليلي جو داستان، امير حمزي جو داستان، ممتازدمساز جو قصو. گل بڪاوليءَ جو قصو، شهزادو بهرام جو قصو وغيره نالن سان چاهي هيٺ آيل آهن ۽ ڪي تہ وري اڄ ڏينهن تائين واتان ويٺي ٻڌجن ٿا، جهرڪ ڏمڻ سوناري جي آکاڻي، صورت جي مورت وغيره. انهن قصن ڪهاڻين ۽ داستانن اڳتي، هلي ناول جي نئين صورت ورتي پر ناول سموري جو سمورو ڪو قصي يا داستان جي ارتقائي صورت ڪانهي. البت ناول ۾ ڪي عنصر انهن قصن ۽ داستانن کان ورتا آهن، جهڙوڪ آکاڻي، منظر ڪشي، ڪردار نگاري، مثاليت پسندي ۽ ديگهہ ان ڪري ناول ۽ داستان ۾ ڪي قدر هڪجهڙائي نظر اچي ٿي، پر ان کان اڳتي ناول پنهنجو رخ اختيار ڪري ويو. ناول اهو رخ اختيار ڪئي فني اصولن، مرڪزي خيال، تنظيم ۽ ترتيب، رٿا ۽ واقعن جي ٻيهڪ، ماحول ۽ ڪردار نگاري ۾ نئين وات وٺي هلڻ لڳو ۽ اتان ئي ناول ۽ داستان جو فرق معلوم ٿئي ٿو. فني لحاظ کان ناول، زندگيءَ جون جيڪي منزلون ماري

تڪميل جي پايي تي پهچي ٿو. تنهن ڪري داستان وارين منزلن ۾ اُن ۽ ڊرتيءَ جو فرق آهي جو داستان ۾ زندگي بابت جيڪو چٽبو سو سونهندو. ڇاڪاڻ جو اهو صرف خيالي پلاءُ هوندو ۽ مافوق الفطرت ڪردارن لاءِ نهڪتي ايندو. پر ناول ۾ روزمره جي زندگيءَ بابت ڄوڻو پوڻي ٿو ۽ اهڙيون ڳالهيون ڪرڻيون آهن جيڪي اسين سمجهون ته برابر اسان جهڙن انسانن ۾ ٿي سگهن ٿيون ۽ ٿين پيون. ناول جو مرڪزي خيال، زندگيءَ جي مختلف نظرين مان ورتل ٿئي ٿو ۽ داستان گهڻو ڪري، نفس جي سڌاري ۽ اخلاقي سکيا تائين محدود رهيو آهي. ناول جي تنظيم ۽ ترتيب جي ڪڙي ۾ ڪڙي مليل هوندي آهي جيڪا ان جي رڳا. واقعن جي تناسب ۽ بيهڪ کي ارتقائي صورت ڏيندي ويندي آهي پر داستان جي تنظيم ۽ ترتيب گهٽ قدر دري هوندي آهي. ان ۾ صرف قصي جي دلچسپي ڏانهن ڌيان ڏنو ويندو آهي. باقي ڪڙي ڪڙي ۾ ملي سو ڪو لازمي نه آهي. ناول جو ماحول بنيادي طور تي انساني زندگيءَ جي ارد گرد ڦرندو آهي ۽ ان ۾ غير فطرتي واقعا ۽ ڳالهيون گهٽ، بلڪ نه جهڙيون هونديون آهن، پر داستان ته غير فطرتي ڳالهين سان ڀرپور ٿيندو آهي. مطلب ته داستان نگار جيڪي ۽ جهڙيءَ طرح گهرندو آهي، تهڙيءَ طرح ٿيندو آهي ۽ ورهين جون واٽون گهڙين ۾ طئي ٿي وينديون آهن. ناول ۾ انهي دنيا جي تصوير ڪڍبي آهي، جنهن ۾ اسان ۽ توهان رهون ڪريون ٿا. ان ۾ اتفاق اُني ۾ لوڻ برابر به ڪو نه ٿين ۽ واقعا، سبب ۽ نتيجي جي منطقي ڊوڙ جي سڳي ۾ ٻڌل هوندا آهن. ان ريت، ناول جي واقعن جو لاڳاپو امڪاني دنيا سان داستان جو ڳانڍاپو تخيلي دنيا سان ٿئي ٿو. ناول سبب سان بحث ڪري ٿو ته داستان اتفاق سان.

جهڙيءَ طرح ناول ۽ داستانن ۾ فرق آهي تهڙيءَ طرح ناول ۽ افساني ۾ به فرق آهي. اهو صحيح ڪونهي ته ناول ۽ افساني ۾ رڳو عمر يا ڊيگهه جو فرق آهي يا ناول هڪ وڏي اڪائي آهي ۽ افسانو ننڍي اڪائي يا ناول هڪن افسانن جو مجموعو ٿئي ٿو يا افسانو ناول جو ننڍو ڀاڱو آهي. هن قسم جا رايا ڪنهن حد تائين صحيح ٿي سگهن ٿا پر سراسر صحيح نه. حقيقت ڪري ناول ۽ افساني ۾ بنيادي ۽ فني فرق آهن. ناول ۾ انساني زندگيءَ جو مڪمل نقشو ڪڍبو آهي ۽ افساني

۾ زندگيءَ جي ڪنهن هڪڙي موقعي يا واقعي جي تصوير پيش ڪبي آهي. قصي جو داستان
وارو لطف ناول مان حاصل ٿي سگهي ٿو، نڪي ڪي افساني مان. ناول ۾ مرڪزي پلاٽ سان
گڏوگڏ ضمني پلاٽ بہ ٿيندا آهن جن مان مرڪزي پلاٽ جي تعمير ۽ تاثير جي وڏي حد تائين
تڪميل ٿيندي آهي، پر افساني ۾ هڪڙو پلاٽ ٿيندو آهي. ناول ۾ ڪردار افساني جي مقابلي
۾ گهڻا هوندا آهن ۽ اهڙيءَ طرح ان ۾ ڪردار نگاري جو وجهہ پڻ وڌيڪ ملندو آهي. ناول پنهنجي
ڪردارن جي ذهني ارتقا جا پورا پورا نقش اجاگر ڪندو آهي پر افسانو ڪنهن ڪردار جو هڪڙو
رخ يا وقتي خصوصيت ڏيکاري سگهي ٿو. ان ڏس ۾ بہ ناول کي جيڪو وسيع ميدان ۽ ماحول
مليل آهي سو افساني کي نصيب ڪونهي. اهڙيءَ طرح ڏسبو تہ ناول زندگي جي هر ڏس ۾ نقش
ڪڍيو اٿيو اسان جي اکيان بيهاري، پر افسانو ڪنهن هڪڙي ڪنڊ تائين محدود رهجيو وڃي
ڇاڪاڻ جو ان وٽ ايترو وقت ئي ڪونهي جو هو ويهي هر هڪ جزي ۽ جذبي جي نقش گري ڪري
اهو ئي سبب آهي جو افسانو صرف مرڪزي اهم ڳالهيون ڪري جند ڇڏايو وڃي ۽ باقي خانہ پري
خود پڙهندڙ تي ڇڏيو ڏئي ۽ ناول پنهنجي وسعت جي ڪري هر هڪ جزي ۽ جذبي جي مڪمل
تصوير ڪڍيو رکي ۽ پڙهندڙ کي وڌيڪ سوچڻ جي تڪليف ئي ڪو نہ ڏئي. هڪ نقاد لکي ٿو:
"اها آکاڻي جنهن مان دنيا ۾ افساني جي شروعات ٿي هئي سا هڪ طرف گهٽڻ ٿي واقعن جي
پيچيدگيءَ سان موجوده ناول جي شڪل ۾ جلوه گر ٿي تہ ٻئي طرف پنهنجي وحدت ۽ اختصار
سادگيءَ ۽ پرڪاري سان افساني جي قالب ۾ ظاهر ٿي. ان ريت ناول ۽ افسانو، ساڳئي بنياد
هوندي بہ، پنهنجين ارتقائي منزلن، شڪلين ۽ فني خصوصيتن جي لحاظ کان هڪ ٻئي کا
گهڻو مختلف ٿي ويا."

ناول جا عناصر آهن: قصو، پلاٽ، ڪردار نگاري، ماحول ۽ منظر نگاري. ڇاڪاڻ تہ ر
مان فنڪار جي فڪر جي سڌ پوي ٿي. آکاڻي گهڙڻ سولي آهي پر آکاڻي جي وسيلي پنهنجي
ڳالهہ چوراڻ ڏکي آهي. اها رٿائي آهي جنهن جي ذريعي فنڪار پنهنجن پڙهندڙن ۾ کوجنا جي
لذت پيدا ڪري ٿو ۽ پنهنجن آکاڻي کي يقين آفرين بنائي ٿو. اها ڳالهہ تہ هيئن چو نہ ٿيو ۽

جي ابتڙ جو شيو تنهن تي ايمان آڻائڻ ۾ اها رٿا مدد ڪري ٿي. رٿا جي هيٺئين معنيٰ فڪر جي ڪمزوري يا تہ پوءِ حقيقت جي خلاف ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڪمزوري.

واقعن جي ترتيب ۾ هڪ قسم جو ڳانڍاپو ۽ سلسلو هئڻ گھرجي ورنہ اها هڪ هٿرادو، اوپري ۽ زوري، مڙهيل رٿا ٿي پوندي ۽ پڙهندڙن کي ڪڪ ڪري وجهندي. "ناول ڇا آهي؟" ۾ لکيل آهي. "رٿا تيار ڪرڻ هڪڙي قسم جو تعميري فن آهي ۽ سٺي رٿا واري ناول جو هر هڪ حصو ان طرح ٺهندو آهي. جيئن ڪنهن عمارت جا ڏار ڏار ڀاڱا. سڌي رٿا جا عام طور تي پنج حصا هوندا آهن. پهرئين ۾ سڀني ڪردارن جي سڃاڻپ ٿي ويندي آهي. ٻئي حصي ۾ انهن ڪردارن جي معاملن ۾ مونجهارا پون لڳندا آهن. ٽئين حصي ۾ مونجهارا ان حد تائين پهچندا آهن جو انهن جو سمجهڻ ڏکيو لڳندو آهي. چوٿين حصي ۾ سڀئي مونجهارا سمجهڻ لڳندا آهن ۽ پنجين حصي ۾ مڙئي معاملا اچيو اَنتُ ڪن جذبات نگاري. گفتگو يا مڪالمو، ٻولي ۽ بيان. نقط نظر ۽ ٽيڪنيڪ يا فنڪاري هڪڙي ناول جا مکيہ جُزا آهن.

1. **قصو:** قصو ناول جو ضروري عنصر آهي جنهن کانسواءِ ناول کي ناول چئي ڪو نہ سگهبو. داستان لاءِ بہ قصو ضروري آهي پر ٻنهي ۾ فرق هيءُ آهي جو ناول جو قصو ٿي سگهڻ واري ڳالهہ تي ٻڌل هوندو آهي. جڏهن تہ داستان جي قصي ۾ ان ٿيڻي ڳالهہ کي اهميت ڏبي آهي.

2. **پلاٽ :** ناول جي قصي کي ئي پلاٽ چئبو آهي پر قصو اصل ۾ واقعن جي مجموعي کي سڏبو آهي. جڏهن تہ پلاٽ انهن واقعن جي فني ترتيب ۽ رٿا کي چئبو آهي.

3. **ڪردار نگاري :** هيءُ ناول جو تمام اهم عنصر آهي. هن جز جي روءِ کان ڪردار اهڙا هجن جو پڙهندڙ کي پنهنجائپ محسوس ٿئي. ٻيو تہ ڪردار اهڙا هجن جن کي مثال ڪري مڃيو وڃي ۽ ڪرادرن کي ماحول جي مناسبت سان پيش ڪيو وڃي.

4. **ماحول ۽ منظر نگاري :** ناول ۾ ماحول جو مطلب آهي "زمانو ۽ طرز زندگي" يعني ناول ۾ ڏنل قصي جو لاڳاپو ڪهڙي دور ۽ زماني سان آهي، جڏهن تہ منظر نگاري مان مراد اها آهي تہ جنهن بہ نظاري، جهنگ جهر، باغ بستان، ميلي ملاکڙي. محفل ۽ موسم وغيره جو نقشو اهڙو چٽجي،

جو اهو نظارو هوبهو اڳيان تہ بيهي، پر انهيءَ منظر جو لاڳو واقعن ۽ ڪردارن سان هجڻ ضروري آهي.

5. **جذبات نگاري :-** انساني زندگيءَ سان هر قسم جا چڱا ڀوڙا مڙئي جذبا وابستہ آهن. ڪامياب ناول نگار صرف اهو آهي، جيڪو اهڙن جذبن جي اهڙي تہ سچي ۽ صحيح تصوير پڙهندڙ کي پيش ڪري جو هو پاڻمرادو اصل حقيقت تائين پهچي وڃي.

6. **گفتگو يا مڪالمو :-** ناول، مڪالمو ڊرامي کان وٺي پنهنجي اندر سمائي، پنهنجو ڪري چڪو آهي. مڪالمي جي ذريعي ڪردار جي خاصيت، احساسن، ارادن، جذبن، اختلافن ۽ انفراديت جي پيلي پٽ سڌ پوڻ ضروري آهي. تنهن ڪري مڪالما اهڙا صاف ۽ موزون هجن جو انهيءَ ڪردار کي صاف ۽ چٽو ڪري بيهارين ۽ ناول جي زندگيءَ ان جي اثر جو بہ پتو پئجي وڃي.

7. **ٻولي ۽ بيان :-** ناول نگار کي ٻولي جي ڄاڻ هئڻ ضروري آهي اهين ۔ شئي جو اثنهڪمدڙ ورجيسون ۽ ٻهاڪا ڪتب آڻي ٻولي جي ڇيلهہ ئي ڇسي ڪري وجهجي. حقيقت بہ ٻولي اهڙي ڪتب آڻجي جيڪا ڪردارن جي منهن ئي پوي. اها سليس ۽ سهڪ، عام فهم، پر محاوريدار، ٻس ٻري ۽ ويا ڪرڻ جي اصولن تي ٻيٺل هئڻ گهرجي. بيان وري اهڙي دلنشين پيرائي ۾ هئڻ گهرجي، جو ناول هٿ ۾ ڪنجي تہ وري ڇڏڻ تي روح ئي نہ چوي، تان جو پڙهي وڃي پورو ڪجيس. اهڙي ٻولي ۽ بيان ۔ روڳو ادبي سونهن پيدا ڪري ٿا، بلڪ دل ۽ دماغ کي طراوت بخشيو جذبي کي اڀاريو جذبن جنهن ڪري ماڻهو ۾ ڪجهہ ڪرڻ ڏيکارن جو چاهہ پيدا ٿيو پوي جا ڳالهہ ڪنهن قوم کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ وڏي وٿ آهي.

8. **نقطہ نظر :-** هر هڪ ليکڪ زندگي ۽ سماج کي پنهنجي پنهنجي خيال ۾ سمجهہ آهر ڏسندو آهي. هن جو فڪر ۽ فن، تجربو ۽ مشاهدو جيترو وسيع، همہ گير ۽ اونهون هوندو، اوترو ئي سندس لکڻين ۾ رس، ميناج ۽ اثر وڌيڪ ٿيندو. ناول نگار بہ ليکڪ آهي. هو بہ پنهنجي نقطہ نگاهہ موجب ناول جا ڪردار تخليق ڪندو ويندو آهي ۽ جيڪي ڪجهہ چوڻو هوندو اٿس سو سڀ ڪجهہ انهن ڪردارن کان چوارائيندو ۽ ڪرائيندو ويندو آهي. ان ريت ناول نگار ناول ۾ پاڻ کي

سمائي ڇڏيندو آهي. البت ڪي ناول نگار انهن ڪندي پاڻ ظاهر ڪري وجهندا آهن تہ ڪي اهو ڪم اهڙي فنڪاريءَ سان ڪندا آهن جو پڙهندڙ کي پتو ئي ڪو نہ پوندو آهي تہ هو ڪهڙي وهڪري ۾ وهي رهيو آهي ۽ اها ئي ناول نگار جي صحيح ڪاميابي ڄڻجي. جيڪي ناول نگار زندگيءَ جو اونهون اڀياس ڪندا آهن، سي ڪنهن نہ ڪنهن نتيجي تي ضرور پهچندا آهن. اهڙا نتيجا پڙهندڙن کي بہ متاثر ڪندا آهن، اهو ئي سبب آهي جو اعلي اخلاقي قدر وارا ناول سماج کي سڌارڻ ۾ وڏو ڪم ڪيو وڃن ۽ ڪريل ڪرتوتن جي نمائندگي ڪندڙ وري سماج جي ستياناس ڪرڻ ۾ وسان ڪو نہ گهٽائيندا. ناول نگار جي نقطہ نظر کي پرکڻ لاءِ اسان کي اهو ڏسڻو پوندو آهي تہ هو جنهن ڳالهہ جي طرفداري ڪري ٿو تنهن کي ڪهڙي فنڪاري سان ناول ۾ سمايو اٿس.

9. **فنڪاري**: ناول نگاري بہ هڪڙو فن آهي جنهن کي پنهنجا اصول آهن. ناول نگار انهن اصولن کي ڪٿي اڳتي وڌندو آهي ۽ ناول کي تڪميل تي پهچائيندو آهي. هو ناول لکندي، جي وچي اصولي پيچيدگين ۾ ڦاٿو ۽ نهائي ويو تہ اهڙو ناول فن جي لحاظ سان ڪيڏو بہ ڪٿي اوچو ٿو وڃي پر ان ۾ تصنع وڏي ويندو. تنهن ڪري ناول نگار کي گهرجي تہ ٽيڪنيڪ کي قدري ڍرو رکي تہ جيئن (آورد) جي بدران (آمد) جو سلسلو پيدا ٿيڻ ۾ سهوليت ٿئي. عام پڙهندڙ اصول ۽ فنڪاري کي گهٽ ڏسندو آهي. هن کي تہ قصي سان ڪم هوندو آهي، تنهن ڪري اصول اهڙي طرح ڪم آڻجن جو اڳلي تي بار نہ ٿي پون. هونئن بہ فن ۽ اصول کي اهي سمجهندا، جيڪي اهي ڳالهيون سمجهڻ ۽ پرکڻ جي صلاحيت رکندا هوندا، ظاهر آهي تہ اهي ماڻهو ٿورا هوندا ۽ ناول رڳو ٿورن ماڻهن لاءِ ڪو نہ لکيو ويندو آهي، پر ان ۾ زندگي جي رنگا رنگيءَ جو ڇٽ ڇٽيو ويندو آهي، جنهن ۾ ڍنگ بہ هوندو آهي تہ بي ڍنگي بہ، ترتيب بہ هوندي آهي تہ بي ترتيبي بہ تنهن ڪري ناول جي رٿا توڙي بہ اصولن ۾ فني ڳالهين ۾ قدرتي ڍرائي هئڻ گهرجي.

# سنڌي ناول جي مختصر تاريخ

سن 1843ع ۾ انگريزن سنڌ ورتي ۽ انگريزي تعليم ۽ ادب کي ملڪ ۾ پکيڙڻ شروع ڪيو. 1885ع ۾ پادري بمبرج سنڌ ۾ Literary Society نالي سان ڪراچي ۾ هڪڙي ادبي جماعت قائم ڪئي جنهن جون هفتيوار گڏجاڻيون "ڊينسو هال" ۾ ٿيڻ لڳيون انهن گڏجاڻين ۾ سنڌ جي اوائلي اديبن پڻ حصو ورتو ۽ انگريزي ادب سان ڪافي واقفيت حاصل ڪئي ۽ انهن ئي اڏ ۾ سنڌي ناول نگاري جو بنياد وڌو.

سنڌي ٻوليءَ ۾ جو پهريون ناول آيو، سو هو "راسيلاس" جيڪو جڳ مشهور انگريز اديب. ڊاڪٽر جانسن جي ساڳئي نالي واري ناول جو ترجمو هو ساڌو نولراءِ ۽ منشي اڌارام ٿانور داس گڏجي ڪيو. ترجمو (1870ع) ۾ اهڙي سليس. سهڪ ۽ عام فهم سنڌي ٻولي ۾ ڪيو جو ان مان اصلوڪي ناول جو مزو پيو اچي ۽ اڄ تائين سنڌي ادب ۾ پنهنجي جاءِ والاريو ويٺو آهي. هن ناول جو موضوع آهي، تلاش ۽ کوجنا. هن ۾ حبش جي شهزادي "راسيلاس" ۽ سندس ڀيڻ "نيڪايا". "عملاڪ" نالي هڪڙي سائنسدان جي سنگ ۾ اچي. شهزادن واري بيڪرخي زندگي مان ڪڪ ٿي، ماٺڙن کي اطلاع ڏيڻ کان سواءِ لڪ چوري نڪري، دنيا جو سفر ڪري، وڏو تجربو حاصل ٿا ڪن. هن ناول ۾ سائنس جي ايجاد جي وسيلي هوا ۾ اڏامڻ جي اٽڪلن پڻ ڪئي ويني هئي. ان بعد مرزا قليچ بيگ "دلا رام" (1888ع) نالي ناول لکيو، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جو پهريون اصلوڪو ناول ليکبو وڃي ٿو پر فني لحاظ سان خام ۽ ڪچو آهي هيءُ ناول. داستان کان ڏاڍو متاثر ٿيل آهي جو ان ۾ مافوق الفطرت ڳالهين ۽ واقعن سان گڏ غيبي مدد ۽ اتفاق جو وڏو سهارو ورتو ويو آهي. حالانڪ مرزا صاحب جي چوڻ موجب ان ۾ رواجي اتفاقن جو ذڪر اچي ٿو ۽ نيڪي بدي ڪرڻ مان جيڪي نتيجا نڪرن ٿا، سي چڱيءَ طرح منجهس ڏيکاريل آهن. مرزا صاحب هڪڙو ٻيو اصلوڪو ناول "زينت" (1890ع) ۾ لکيو، جنهن بابت اها غلط فهمي عام آهي ته اهو "صحت النساء" نالي ڪتاب جو ترجمو آهي پر تازو مرزا صاحب جي سوانح حيات

"سانو پين ۽ ڪارو پنو" سنڌي ادبي بورڊ ڇاپيو آهي. جنهن اها غلط فهمي دور ڪري ڇڏي آهي. ازانـــواءِ "صحت النساء" جو اڳتي هلي پاڻ مرزا صاحب سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهي. جيڪو ناول نہ بلڪ ٻارن جي پرورش بابت صحت جي اصولن تي مبني آهي. هن ناول ۾ مسلم سماج ۽ ان ۾ هلندڙ ريتن رسمن جو عمدو نقشو چٽيل آهي. فني لحاظ سان بہ هي هڪ عمدو ناول آهي. ساڌو هيراند جي مخزن "سرسوتي" ۾ سر والٽر اسڪاٽ جي تاريخي ناول Talisman جو ترجمو "طلسم" (1891ع) نالي سان قسطوار ڇپجڻ لڳو. هن ناول جو ترجمو شروع ۾ بولچند ڪوڙو مل ڪيو. پر پوءِ ان جي گذاري وڃڻ ڪري باقي حصو ڪاڪي ڀيرو مل ترجمو ڪري ناول کي مڪمل ڪيو. ڇاڪاڻ تہ سرسوتي ۾ مترجم جو نالو ڪو نہ هو. تنهن ڪري اها غلط فهمي پڻ عام آهي تہ هن ناول جي شروعاتي حصي جو ترجمو ساڌو هيراند ڪيو هو. ورنہ اها حقيقت نہ آهي. ان بعد "عجيب ڀيٽ" (1892ع) نالي اصلوڪو ناول ملي ٿو. جيڪو ديوان پريتمداس حڪمت راءِ لکيو هو. هن ناول ۾ حيدرآباد جي هندن عاملن ۽ ڀائيبندن جي سماج جو نقشو چٽيل آهي. هي ناول هوندي تہ فني لحاظ کان بہ عمدو آهي پر ان جي وچ ۾ هڪڙي اهڙي اڪائي آيل آهي، جنهن جو ناول سان ڪو بہ واسطو ڪونهي ۽ اوپري اوپري پئي لڳي ۽ ناول ۾ پڻ وڏ پيدا ٿي پئي آهي. ڪراچيءَ مان ورتي "سناتن ڌرم پرچارڪ پنر" نالي هڪ ماهوار رسالو، سناتن ڌرم سڀا وارن 1901ع ۾ ڪڍيو هو جنهن ۾ پڻ ناول قسطن ۾ ڇپجڻ لڳا. هن جو پهريون ناول هو "هندو ڪٽنب" (1902ع). جيڪو هنديءَ ۾ لکيل ناول "هندو گرهست" تان، چيتانند رتنسي ترجمو ڪيو هو ان ۾ طوائف جي زندگيءَ تي روشني وڌل آهي. هيءُ ناول گهڻو پسند پيو ۽ وري وري پئي ڇاپيو ويو. انهيءَ سڳني رسالي ۾ ٻيا هيٺيان ناول شايع ٿيا.

"هندو سنسار"، "نول لڪشمي"، "ڇڙواڳ رما ۽ پروس سندري"، "نقانون يا چنڊالن جي چوڪڙ ڪري"، "نقلي مندر"، "لتا للتا"، "راج لڪشمي"، "سهاڳڻ"، "پتورت ناري"، "ليلان" ۽ "گنگا جو ڪٽنب" وغيره. ترجمن جو هيءُ سلسلو لڳ ڀڳ 1915ع تائين هلندو رهيو. هن رسالي جي هلائڻ وارن جو مطلب هو سماج جو سڌارو. سو هنن جيڪي ناول ڇاپيا تن ۾

سماجي ۽ گهرو اوڻاين کي چٽو ڪري ڏيکاري، انهن کي سڌارڻ لاءِ واٽ ڏسيل آهي، جا ڳالهه ان وقت گهڻن وڏڙن ۽ ابن ڏاڏن جي رسمن تي پختيءَ طرح هلندڙن کي ڏاڍي ڏکي لڳي هئي پر پوءِ ڪم ڪرڻ وارا ڪم ڪندا ويا ۽ سماج ۾ مناسب سڌارو ايندو ويو. لعلچند امر ڏني مل وري سرسوتي رسالي ۾ "چوٽ جو چند يا پرم جي پلاٽي" (1905ع) لکيو جنهن جو ذڪر اڳ اچي چڪو آهي. مکي سيرومل ساگراڻيءَ 1910ع کان سلسليوار ناول شروع ڪيا، جن مان پهرياڻين 28 . ڀاڱن ۾ "چندر ڪانتاستني" شايع ڪيائين، جيڪو ديوڪي نندن کتريءَ جي هنديءَ ۾ لکيل ناول تان ورتل هو. هن ۾ طلسم ۽ عياري جو اهڙو دلچسپ چار وچايل هو جو ماڻهن ۾ وڏو ڇوهول پيدا ٿي پيو. جنهن ڪري ناول هٿو هٿ وڪامي ويو هو. هن اڳتي هلي وري "ڀوتنات جي جيوني" جا 24 ڀاڱا شايع ڪيا، جيڪو به ڏاڍو وڪاڻو. هن ناول ۾ جيتوڻيڪ مافوق الفطرت واقعن جي ڀرمار آهي پر ڪردار نگاري اهڙي ڪيل آهي جو انهن جا ڪردار تيجسنگ، ڀوتناٿ جي ڪملني ۽ مايا راڻي جهڙا مثالي ڪردار بڻجي پيا. هنن ناولن جي ڪري هندي ٻوليءَ جي لفظن جو وڏو ذخيرو سنڌي ٻوليءَ ۾ داخل ٿي ويو. آهستي آهستي نت نوان نوان ناول لکيا ويا، جن ۾ قليچ بيگ جا "گلن جي نوڪري" (1911ع) ۽ "ٽي گهر" (1913ع)، هريسنگ جو "راجڪماري پنا ۽ فيروز شاهه" (1912ع ) دوارڪا داس جا "راڻي جي ٻانهه" ۽ "وردنا جو انگ" ۽ گربخشاڻي جو "نورجهان" (1915ع) وغيره اچي وڃن ٿا. هنن سڀني ناولن ۾ "نورجهان" ڪر کنيو بيٺو آهي، توڙي جو غلط تاريخي روايتن تي ٻڌل آهي. سنڌي ۾ هيءُ پهريون تاريخي ناول آهي. انهيءَ ساڳئي دور ۾ جاسوسي ناولن جو سلسلو شروع ٿئي ٿو. جنهن جو بنياد جيٺانند ٿڌيمل، رينالڊ جي ناولن "جوزف ولمٽ" ۽ "ميري پرائيس" جي ترجمن سان وڌو. هيءُ ناول منشي خوسيرام هيرانند پنهنجي ماهوار رسالي "ناول" ۾ ڇاپيا هئا. ڪاڪي ڀيرومل جي اصلوڪا ناول هندو سماج جي ريتن ۽ ڪريتن کي اڳيان رکي لکيا. سي هئا آنند سندريڪا" 1910ع ڌاري ۽ "موهني ٻائي" (1917ع) ۽ مسلم سماج تي ٻيهاريل جاسوسي ناول "وريل ۽ نعمت" جو. پوءِ

ايم. آر. ماشيداساڻي "جاسوس" (1946ع) جي نالي سان ٻيهر ڇاپيو هو. حڪيم عبدالخالق خليق موراڻيءَ وري هندو سماج تي ٻيهاريل ٿي ناول "سندري"، "ستيءَ جي سيتا" ۽ چتر پٽي" 23-1922ع ڌاري سنڌ جي تاريخ جي پس منظر ۾ لکيا. جن مان "سندري" گوءِ ڪٿي ويو ۽ ٻولي توڙي فن جي لحاظ کان گربخشاڻي جي "نورجهان" سان برميچيو بيٺو آهي. اهڙيءَ طرح 1930ع تاڻين دکي انسان، زڻنوني، طوفان، سون ورنيون دليون، ايسٽرلن، هٺلير ٿن جا ناول ڏاڪڙا وينسبري اَڪھ جو قصو، گولن ٻا گوندر، دلبر دل نيڻگر، تارن جو ايپاس ۽ بلو ڪوڪر. ٿامس هارڊي جي ناول The Mayor of Casterbridge جو ترجمو سنڌ جي ڳوٺاڻي زندگي ۾ ٺهڪايو ويو آهي تارن جو ايپاس Tow on a Tower جي ترجمي کي وري سنڌ جي هندن جي شهري جيوت جو رنگ ڏنو ويو آهي. اڳتي هلي ملڪ جون سياسي حالتون گهڻو بدلبيون ويون ۽ مختلف سياسي تحريڪن جو وڏو اثر پوڻ لڳو. جنهن ڪري انهن تحريڪن جي نظرين ۽ ويچارن آهر ناول ٻ پنهنجو سفر شروع ڪيو. هن ڏس ۾ ديوان ڪوڙي مل بنگالي ناول نويسن جي ناولن جا ترجما "چندر مکي" ۽ "روهني" نالن سان ڪيا. 1947ع تاڻين ڪافي سياسي چوپول هليو. ديوت ڪندارام وري "آنند مٺ" جو ترجمو ڪيو هي ٺيٺي ناول بنڪم چندر چٽر جي جهڙي ناول نويس جي قلمڪاري جو نتيجو آهن. انهي ساڳئي دور ۾ مرزا علي نواز جا "انتقام" (1928ع) ۽ "ملڪ سرفراز" 1931ع ۽ محمد صديق ميمڻ جا "حياتي جو پهريون دور" (1931ع) ۽ "حياتي جو ٻيو دور" (1932ع)، غلام احمد نظامي جو "حور دمشق" (1929ع)، محمد عثمان ڏيپلائي جا تاريخي ناول "ڏاهري رنگ محل"، "گلستان حسن"، "نور توحيد"، "مصطفىٰ ڪمال"، "سوڊان جي سونهن"، "سنگدل شهزادي"، "عيد جو چنڊ" وغيره ڇاپي هيٺ آيا ۽ 1925ع کان وٺي سنڌي ادب تي ٻ ترقي پسند تحريڪ جو اثر پوڻ لڳو. جنهن ماتحت پڻ ڪيترائي ناول جهڙوڪ "انقلابي شاهراه"، "آنچل" ۽ "ساٿي" وغيره شايع ٿيا. هتي مامتو راءِ "شاعر" ۽ پنهاڻيءَ جي "وڏوا"، "مالهڻ" ۽ "غريبن جو ورثو" جو ذڪر مناسب آهي. جيڪي ناول فني توڙي ٻئي هر ڪنهن لحاظ کان ناول نگاريءَ جي

دنيا ۾ پنهنجو نالو وجايو سيا آهن. ان ڏس ۾ راه. پنجواڻي، جي "قيدي"، ديو سپاڻي جي "انقلاب" ۽ گلي سدا رنگاڻي جي "اتحاد" کي وساري نٿو سگهجي.

ورهاڱي کان پوءِ ناول جيڪا ترقي ڀارت ۾ ڪئي آهي سان سنڌ ۾ ڪا نہ ٿي آهي پر حالتون سازگار نہ هئڻ ڪري ڀارت ۾ ڇاپيل ناولن جي گهٽ دستيابي سبب انهن جو وڌيڪ وستار نٿو ڪري سگهجي. البت انهيءَ تي نالي ماتر روشني وجهجي ٿي. گوبند مالهي "آنسو"، "زندگيءَ جي راه تي"، "جيون ساٿي"، "عشق ناهي راند"، "شرم ڀوڻي"، "چنچل نگاهون" ۽ "پکيئڙا ولر کان وڇڙيا" ناول لکيا آهن. جن مان "زندگي جي راه تي" وڌيڪ ڪامياب آهي. سندري اتمچندانيءَ "ڪرنڊڙ ديواريون" ۽ "پريت پراڻي ۽ ريت نرالي" لکيا آهن. جيڪي ٻئي پنهنجي جاءِ تي ڪامياب ناول آهن. رام پنجوانيءَ "آهي نہ آهي"، "زندگي ۽ موت" ۽ "شل ڏيئر نہ جمن" ناول لکيا آهن. جن مان پوئين ناول ۾ سماج جي ڏيتي ليتي جي ڪري جيڪي ڪُڪرم ٿيندا رهيا آهن تن تي روشني وجهندي ڪڙي نڪتہ چيني ڪيل آهي. موهن ڪلپنا، "زندگي" ۽ "آواره"، داس طالب "چيخ"، شوي رامناڻي "گمان"، موتي پرڪاش "انڌيرو اُجالو"، آنند "مجو"، لڇمڻ ساٿي "اُڏري وڃ ڪونج" ۽ "ساهيڙي". ڪلا پرڪاش "هڪ دل هزار ارمان" ناول لکي سنڌي ادب کي گهڻو ڪجهہ ڏنو آهي.

سنڌ ۾ پڻ ناول جو ذوق ۽ شوق ڏينهون ڏينهن ويتر وڌندڙ آهي. ورهاڱي کانپوءِ هتي جيڪي ناول لکيا ويا آهن تن ۾ شوق جو "اديون ڏيوم صلاح"، محمد حسين جو "ٻولي"، گل نصرپوريءَ جو "درياءَ جي ڪپ تي"، قاضي عبدالڪريم جو "نوران"، محمد عثمان ڏيپلائيءَ جا "سانگهڙ" ۽ جپاني گڏي"، "1857ع جو بلوو" ۽ "امڙ"، سراج جو "پڙاڏو سو سڏ"، فضل احمد بچانيءَ جو "عاشي"، الهہ بخش ٽالپر جو "پرديسي جو پيار" ۽ صائب جو "ڪوماڻو ڪنول"، ذڪر ڪرڻ جوڳا ناول آهن.

ناول سماج تي سڌو سنئون گهرو ۽ گهڻو اثر ڪري ٿو ۽ سماج جي اوڻاين ۽ عيبن جي اوگهڙ ڪري انهن کي عوام تائين آڻي، سڌاري جون سوين راهون کولي ٿو ڇڏي. تنهن ڪري

جيئنڪ ڏهن اسين گهرون ٿا ته سماج ۾ سڌارو اچي ۽ ان ۾ نت نيون خواهشون ۽ امنگ پيدا ڪجن ته پوءِ اسان کي ناول جهڙي صنف ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏيڻ گهرجي.

## 1.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| مافوق الفطرت | حقيقت کان ٻاهري |
| مظهر | ظاهري صورت واريون شيون |
| جامعيت | مجموعي، سڀني پهلوئن |
| هيئت | بناوت |
| همعصر | ساڳئي عهد وارو، ساٿي، دوست، هم عمر |
| زوال | انت، پڇاڙي |
| نقاشي | نقش يا چٽ ناهڻ |
| عڪاسي | عڪس يا هوبهو شڪل تيار ڪرڻ |
| دل داده | دل سان چاهيندڙ |
| عرياني | اگهاڙپ |
| تعصب | ساڙ، بغض |
| تصادم | مقابلو، ٽڪراءُ |
| انديشو | امڪان، گمان |
| شڪنجو | ڦاسٽي |
| بزم | محفل |
| برميچڻ | برابري ڪرڻ |
| واکاڻ | ساراهه، تعريف |

| | |
|---|---|
| دانٺي | سياڻپ، ڏاهپ |
| اطوار | طريقا |
| دهقان | ڳوٺاڻا |
| سهيڙڻ | داڻو داڻو ڪري ڪٺو ڪرڻ |
| وستي | بستي، آبادي |
| ڏيتي ليتي | ڏي وٺ |
| ڪڪ | بيزار |

## 1.5 خود آزمائي نمبر 1

### سوال نمبر (1)

هيٺ ڏنل خالي جايون ڀريو:

(1) سنڌيءَ ۾ لکيل پهرين ناول جو نالو ............. آهي.

(2) قصي يا داستان ۾ ........... ڪردارن کي اهميت آهي.

(3) ناول ۾ ............... ڪردارن کي جاءِ ڏجي ٿي.

(4) افسانې ۾ حقيقت جو ............ شامل هوندو آهي.

(5) ناول ۾ ............ پريل هوندو آهي.

(6) ............... نالي، ناول جا 24 ڀاڱا شايع ٿيا آهن.

(7) ............... جو "پڙاڏو سوئي سڏ" ناول لکيل آهي.

### سوال نمبر (2)

هيٺ لکيل سوالن جا مختصر جواب ڏيو.

(1) ناول جي معنيٰ ڇا آهي؟

(2) ادب ۾ ناول ڇا کي ٿو چئجي؟

(3) فرانس وارو انقلاب ڪهڙي سال آيو هو؟

(4) ناول جا اهم جزا ڪهڙا آهن؟

(5) ناول جي موضوعن کي ڪهڙن اهم عنوانن ۾ ورهايو ويو آهي؟

### سوال نمبر (3)

ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ناول جي ارتقا بابت خيالن جو اظهار ڪيو.

# 2. عام سنڌي شاعري

## 2.1 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مشهور ڪتابن مان هڪ "ٻيلاين جا ٻول" تان کنيو ويو آهي. ڊاڪٽر صاحب جو، سانگهڙ ضلعي جي ڳوٺ جعفر خان لغاري ۾ جنم ٿيو. ابتدائي تعليم اتي ئي حاصل ڪرڻ کانپوءِ هن 1935ع ۾، نوشهري فيروز واري مشهور مدرسي مان ميٽرڪ پاس ڪئي. ان کانپوءِ 1940ع ۾ ممبئي مان بي. اي پاس ڪري اعليٰ تعليم لاءِ آمريڪا ويو. جتان تعليم (Education) ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري وٺي واپس وطن وريو. ڪجهه وقت مرڪزي حڪومت جي ملازمت ڪرڻ کانپوءِ 1952ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي "تعليم ۽ سنڌي" جي شعبن جو صدر مقرر ٿيو. تنهن کانپوءِ ساڳي يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسلر مقرر ٿيو. جتان وفاقي حڪومت جي مختلف اعليٰ عهدن تي اسلام آباد ۾ ڪم ڪندو رهيو. کيس تاحيات پروفيسر هجڻ جو اعزاز به حاصل آهي. سنڌي ٻوليءَ جي با اختيار اداري جي باني چيئرمين هجڻ جو اعزاز پڻ حاصل آهي.

ڊاڪٽر موصوف کي سنڌ، سنڌي ادب، لغت، ادبي تاريخ، لطيفيات ۽ سنڌي لوڪ ادب تي کوجنا ڪرڻ سبب سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر وڏي عزت ۽ مرتبو حاصل آهي. پاڻ ڪيترن ئي عنوانن تي بيشمار مقالا ۽ مضمون لکندا رهيا آهن. سنڌ جي لوڪ ادب سهيڙڻ ۽ سموهڻ جي شعبي ۾ ڊاڪٽر صاحب جيڪا خدمت سرانجام ڏني آهي سا سدائين ياد رهندي.

## 2.2 مضمون جو خلاصو

عام سنڌي شاعري ڇا آهي . ان جي هيئت ڪهڙي آهي ۽ ان جا تخليق ڪندڙ ڪير آهن ۽ ان جي اهميت ڪهڙي آهي؟ اهي اهڙا سوال آهن. جن جا سربستا جواب "عام سنڌي شاعري" جي عنوان هيٺ لکيل مضمون ۾ ڏنل آهن.

مضمون نگار . عام سنڌي شاعري کي اهڙو عام وکر وهاڻيندڙ سڏيو آهي. جنهن وٽ سون جهڙا قيمتي قول به آهن ته سماج جي ترقي: لاءِ گهربل لوهه جهڙو خام مال به ملي ٿو. سنڌس راءِ آهي ته اها ئي شاعري آهي. جيڪا اصل سنڌ جي حيات لاءِ آبحيات جو ڪم ڪري ٿي.

عام سنڌي شاعري پنهنجي سماج جهڙي سادي آهي ۽ ان ۾ رک رکاءُ يا ٺاهه ٺوهه جو نالو نشان به نٿو ملي . ان ۾ نج ۽ نبار ٻولي ڪتب آيل آهي ۽ ان جو دائرو سنڌي سماج جي حدن کي وڃيو ڇهي. اها شاعري . جتي لوڪ صنفن ۽ سنڌي ٻولي جي محافظ ۽ ترقي جي امين آهي. اتي قديم روايتن جي پاسباني به ڪري ٿي ته اسان جي عوام کي پنهنجي سماجي ۽ اخلاقي اقدارن ۽ سرزمين سان لنءُ لائڻ جو سبق به سيکاري ٿي.

## 2.3 مضمون جو متن

وڏائي ۽ واکاڻ تنهن واحد کي جڳائي جنهن اسان جي زبان کي اثر ڏنو ۽ منجهس بيان جو سحر سمايو. قربان سندس نبي ڪريم ﷺ جن تان. جن فرمايو ته "شعر ۾ حڪمت ۽ دانائي آهي.

عربي شاعريءَ متعلق خليفو حضرت عمر رضي الله عنه چوندو هو ته "هيءُ عربن جو عام دفتر آهي، ان کي ياد ڪريو ۽ ان جي حفاظت ڪريو!" خليفي حضرت عمر رضي الله عنه جو قول نهايت وزندار آهي. تحقيق شاعري هر قوم جو عام دفتر آهي، جنهن ۾ ٻوليءَ جي سڀئي ڪانسواءِ انهيءَ قوم جي اخلاق. عادات. اطوار. ريتن رسمن. تاريخ. فلسفي. سمجهه ۽ عقل جو سرمايو محفوظ آهي. سنڌ جي دهقاني يا نج شاعري خاص سنڌين جي حيات جو آئينو آهي جنهن تي اک

وجهڻ سان اهل سنڌ جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ جي اصليت پنهنجي سچي جوبن جنسار، رنگ روپ، خال ۽ خط، خوبين توڙي خامين سميت سربستگيءَ سان نظر اچي ٿي.

پر افسوس جو اسان يا ته رڳو جڙتو وزني شاعري جي دام ۾ گرفتار ٿي سنڌ جي اصلي ۽ نج شاعري ڏانهن توجهه ئي ڪونه ڪيو. يا ته وري پنهنجي اڻڄاڻائيءَ ۽ ناداني‌ءَ سبب انهيءَ ڳوناٺيءَ شاعريءَ جي جواهر پارن کي مٽي جا ڪرڙ سمجهي ڪٺي ڦٽو ڪيو. اسان جي اونڌي سمجهه ڏسو. جو اسان سنڌ جي شاعرن جي سرتاج ۽ سردار سونهاري سيد عبداللطيف رحه جي شاعري جو به رڳو اڌورو قدر ڪيو! سندس ڳوڙهن خيالن جا بيشڪ ڳڻ ته ڳاياسين، پر سندس شاعري جي فن کي ڪين سڃاتو. جيڪڏهن اسين سندس فن جو قدر ڪريون ها ته هن اُستاد جي حقيقي شاگردن جي هنر، يعني ته سنڌ جي عام شاعرن جي شعر تي جيڪر بلڪل پاڻي نه ڦيري ڇڏيون ها.

سنڌ جي عام شاعري هڪ اعليٰ ۽ عجيب فن آهي. جنهن کي قابل اُستادن سموهي، سينگاري، هڪ مستقل علم يا سائنس جي درجي تي وڃي پهچايو آهي. هن فن جون گونا گون شاخون آهن. ترڪيب جي لحاظ سان دوهيڙو، بيت ۽ ڪافي ٽي مکيه قسم آهن ۽ معنوي لحاظ کان ڏٺ، معما، ڳجهارت، هنر، ڏور، دراها، ڏهس نامو ۽ سينگار مڙيئي هن فن جا محاورا آهن. وري هن فن ۽ هنر کي پکيڙڻ ۽ پڌري ڪرڻ لاءِ به سمجهه وارن جو هڪ خاص نظام آهي. هڪڙا شاعر جي اٿڻيون ۽ اٺڏيون ڳالهيون پنهنجي شعرن جي ذريعي نروار ڪن، ٻيا سگهڙ يا انهن شعرن جا راوي جي شاعرن جي گفتن ۽ بيتن کي ياد ڪري ٻين تائين پهچائين. سڻڻ ٻڌڻ وارن مان هڪڙا سالڪ، جي ڳالهه جو سُر سهي ڪن ۽ گفتن جي معنيٰ ۽ مراد ڪن، ٻيا سمجهو، جي ٻُڌي سمجهي واهه واهه ڪن ۽ ٽيان نالي ماڻهو، جي سڻن پر سمجهن ڪين. اهڙن جاهلن کي عام شاعرن جانورن برابر ڪيو آهي.

روڻ اڳيان رباب، وڄائيندي ورهيه ٿيا.
تان هوءَ گلي گس نه ڇڏي ۽ جوڙي ڏئي نه جواب...... الخ

يا جيئن "ٻيلي جي شاھ" ڪبير شاھ چيو آھي تہ:

ڳوھ اڳيان ڳالهاءِ توڙي ڪٿي مرليون محبت جون ھٿي،

تان ھن موڳيءَ ڪي مجلس جو نالي سُر سماءُ.....الخ.

لسٻيلي جي شاعري عام سنڌي شاعري جو ھڪ مکيہ ڀاڱو آھي ۽ جڻ ڪ بھتر ڀاڱو. جو تہ لسٻيلي جي شاعري ٻيلي جي سڄاڻ سگھڙن ۽ سمجھو سالڪن جي ذوق سبب پنھنجي اصلي صورت ۾ موجود ۽ مروج آھي ۽ زماني جي لٽ ۾ اچا لتجي نہ ويئي آھي. ھر سنڌ جي عام شاعريءَ مان رڳو ھذل ھيڙيءَ واريون ھريڙون وجي رھيون آھن جن کي بہ ڪو سھيڙڻ ۽ سنڀالڻ وارو ڪونھي. جيئنِ ٻيلي جي شاعريءَ بہ عام سنڌي شاعري جو جز ۽ جگر آھي. انھيءَ ڪري ھن عام شاعري جي اصليت پرکڻ ۽ پروڙڻ ضروري آھي.

"عام سنڌي شاعري" مان اسان جي مراد اھو سنڌي شعر آھي، جو سنڌ جي عوام ۾ مقبول ۽ مروج آھي، اھو شعر جو صرف پڙھيل تائين محدود ڪونھي بلڪ سنڌ جي اڻ پڙھيل ڪڙمي خواہ ڪاسبي، ھاري توڙي ٻيليءَ جي ذوق جو ورد وظيفو آھي. اھو شعر جو سنڌ جي جھر جھنگ، واھڻ، وسيڻ، ڳوٺ ۽ ٻنيءَ ۾ جاري ساري آھي. اھو شعر جو رڳو شھرن جي شھرت کان آجو آھي: اھو شعر ٻھراڙيءَ جي عام ٻوليءَ ۽ مضبوط محاورن ۾ چيل آھي ۽ شعر جي بگڙيل ٻولي ۾ ضعيف اصطلاحن کان پاڪ آھي. اھو شعر، جنھن جي زبان پڙھيل جي عبارت کان وڌيڪ پختي ۽ جنھن جي سٽا ڪتاب خوانن جي ايجاد ڪيل لفظن ۽ لفظي بناوتن کان وڌيڪ شستہ ۽ بلند آھي.

عام سنڌي شاعر جو خطاب عوام الناس کي آھي ۽ نہ خاص پڙھيل کي. انھيءَ ڪري سنڌي شعر علمي پيچيدگين کان آجو آھي. عام شعر جي وزني سٽا لچڪيدار آھي. انھيءَ ڪري عام شاعري علم عروض جي نپايل موزون شاعريءَ کان مختلف آھي. موزون شاعريءَ بہ عام شاعريءَ جي دائري کان خارج ڪانھي، بشرطيڪ موزون شاعري جو خطاب عام ھجي. خليفي گل محمد موزون شاعري کي عام محاوري ۽ اصطلاح ۾ نباھڻ جي ابتدائي ڪوشش ڪئي، ھر

آهستي آهستي موزون شاعري جا مخاطب خاص علم وارا بڻجي ويا. جنهن ڪري موزون شاعري ۽ عام شاعري ۾ هڪ وڏي ڳڻهاري پئجي ويئي. عروضي شاعر ب پنهنجي عام خطاب سان عوام جو شاعر بڻجي سگهي ٿو. بشرطيڪ سندس خطاب عام هجي. انهي معنيٰ ۾ خليفو گل محمد حافظ حامد عام شاعر هئا. حالانڪ سنڌي شعر اڪثر عروض جي نهايت موزون شاعريءَ ۾ چيل آهي. انهيءَ معنيٰ ۾ اڄ جي شاعرن مان مولوي ثناءُ الله ثنائي ۽ مولوي احمد ملاح عام جا شاعر آهن.

عام شاعريءَ جو مول متو ۽ سٽاءُ نهايت سادي ۽ فطري آهي جو ت جهڙي آهي عام شاعرن جي زبان، تهڙو آهي سندن ڪلام. شعر جي واسطي خاص الفاظ بازي يا محاورن جي جڙتو جوڙجڪ وٽن ڪانهي. سندس لفظي ۽ اصطلاحي پيچ. گهڻ ت بلڪل فطري آهي. نيڪ عروضي وزن جي ڪين ضرورت ڪانهي. سندن ساهمي جي ترازي ۾ انل جي ڪافي گنجائش آهي. رڳو ايترو لحاظ رکئو آهي ت جيئن هيو ترازو بلڪل پٽ سان ن وڃي لڳي. قافيو عام شاعري ۾ ب بلڪل ضروي آهي پر عام شاعري جو قافيو عروضي قافيي جي قيد ۽ بند کان آزاد آهي. ضروري صرف ايترو آهي ت هر قافيو آوار ۾ لازمي طور مناسبت رکي. ڪن عام شاعرن پنهنجي آزاد طبع سان وزني ڏار خواهه قافين ۾ نوان نوان رنگ پيدا ڪيا آهن. مثلاً ڏڪهي وزن ۽ اندورني قافين جي سلسلي کي شيخ ابراهيم ۽ ڪبير شاهه ڪمال تي پهچايو جيئن اڳتي بيان ٿيندو.

عام شاعري لغت جي اٽڪ کان آهي. عام جو شاعر سر زمين سنڌ جي هر خطي ۽ ماحول جو نيپاڄ آهي. هو عام فهم زبان ۽ ان جي اصطلاحن جي علاوه پنهنجي تر ۽ جوءِ جي خاص لفظن ۽ محاورن جو ب ماهر آهي جن کي پنهنجي شعر ۽ فطري طور ان جي اصلي ۽ حقيقي خواهه اصطلاحي معنيٰ ۾ استعمال ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح هر ماحول ۽ ڀاڱي جي شاعر پنهنجي سوليءَ کي شعر جي ماني ۾ ولوڙيو آهي. ڪيترن ني نون ۽ انوکن لفظن کي پنهنجي ڪني. مني جهڙ ڳاڙهون، مکڻ جي ڦٽين مثل ڀارڪن جي آڏو پيش ڪيو آهي. جيڪڏهن ملڪ جي هر ونهيں ولوڙيندڙ شاعر وٽان انهيءَ مهيءَ ۽ جهڻ جي ورج ولجي ت هوند لفظن ۽ لغت جي گهه مکڻ جا ڍڳ

لڳي وڃن ۽ اسان جي سنڌي زبان سائي سرهي ۽ سٺيي ٿي پوي، پر ويچارا نازڪ مزاج پڙهيل شهري. بدقسمتي سان اڄ اسان جي سنڌي ٻولي جا وارث بڻجي ويٺا آهن جو دانقو رڱو چپن جي چس تائين محدود آهي. سي ڪنهن ٿا هنن پاڳوند پاڳين ۽ ولوڙيندڙن جو قدر سڃاڻن . هي ويچارا ڳاڏڙ ڪير پيئندڙ ڪنهن ٿا پلر پي، سگهن هي ڏيک ۽ صفائيءَ جي ستايل ڪنهن ٿا پٽ تي ويهي جهن ڪي ڄڱهي سگهن ميءَ ته انهيءَ سٺيي جهن ڪي ڪٿي لسي سمجهي ان جي ويحهو ٿي ڪسين ويا آهن. ويچارن ابوجهن کي اها ڪل ئي ڪا نه آهي ته ڪو مکڻ اهو ء جهن جهڳڻ مان هٿ ايندو. هنن رڳو بيڪار هيستائين پٺي پاڻي ولوڙيو آهي.

عام جا شاعر اصلي سچ سنڌي ٻولي جا ابا آهن! هنن جي اردگرد روزمره جي گفتگو ۾ لفظن جي وڏ تڪ ۽ اصطلاحن جي نطري پيچ گهڙ لڳي پئي آهي نوان نوان محاورا ۽ الفاظ برجسته زبانن مان نڪري عام ڪچهرين ۾ پهچي پختا ٿي پيا رواج ۾ اچن. ٻوليءَ جي اصلي لفظن جو قديم ذخيرو بہ نج ٻهراڙين ۾ جن کي شهري هوا اڃا گندو نہ ڪيو آهي، محفوظ ۽ سلامت آهي ۽ وڏڙن جي صدري دفتر ۾ سمايل آهي ۽ پشت بہ پشت موروثي طور هلندو اچي. هر ڪنهن فن ۽ ڌنڌي جي اوزارن. اوزارن، محورن ۽ معنائن جا نج سنڌي نالا. اصلي ڪاريگرن وٽ محفوظ ۽ مروج آهن. لوهارن، واڍن، ڪورين، ڪنڀارن ۽ ملاحن وٽ انهن فني نالن جون فهرستون موجود آهن. درحقيقت سنڌ ۾ لوهارن، واڍن، ڪورين، موچين، ڪنڀارن ۽ ٻين اهڙن ڪاسبين جا دوڪان مارڪس ۽ ڪچهرين جا اڏا ٿي رهيا آهن. جتي هميشه محفل ۽ مجلس رس ۽ رهاڻ جا رات ڏينهن رنگ لڳل هئا ۽ گفتي جي ملوڪت ۽ پيچ گهڙ جا مندل مثال هئا. اڄا تائين بہ اهن ماڳن مڪانن تي. هُرلن ۽ نارن تي يا پاڳين جي پاٽن تي، انهيءَ جهوني وندر ۽ وروندي جا اهڃاڻ نظر ايندا. عام سنڌي سگهڙ شاعر لاءِ وکر وٺڻ توڙي پنهنجي وکر وڪڻڻ جون جايون اهيئي پاڻ ء انوکي محاورن سان مالا مال آهي ملڪ عام شاعري هڪڙ بي بها بڻي آهي. جنهن جي ذريعي نوان لفظ ۽ محاورا زبان زد عام ٿي پهچي راس ٿين ۽ رائج ٿين ٿا.

عام شاعري پنهنجي آزاد ہوليءَ ۽ آزاد خيالي سبب نهايت پختي ۽ زوردار آهي. اسان چيو تہ جا عام شاعرن جي زبان، سو سندس ڪلام. جڙتو ناه نوه ڪان عام شاعر جو ڪلام آجو آهي، ڪيس جيڪي زبان تي چڙهي آيو سو چئي ڏنائين. هنن سنئين سڌي ڳالهہ ڪري پنهنجو حال اوريو آهي ۽ پنهنجي صاف ساديءَ زبان ۾ پنهنجي اندر جو احوال ۾ بيان پيش ڪيو آهي، جنهن ڪري جو لاهو چاڙهو سندس زبان ۾ آهي، سو ئي سندس ڪلام ۽ بيان ۾ آهي. عام شاعر پنهنجي ہئي عام غير شاعر پاڻ وانگر ٺلهو ڪاٺيندڙ، ٺلهو هنداٺيندڙ ۽ ٺلهو ڳالهائيندڙ آهي. سندس ٺلهو ۽ کهرو ڳالهاءُ سندس ڪلام مان ظاهر آهي، پر خوبي بہ انهيءَ ٺلهي ۽ سادي ڪلام جي اصل صورت ۾ آهي. سندس ڪلام انهي ڪنوار جي مثل آهي، جنهن جون خاميون توڙي خوبيون سندس صورت ۾ ڪليل ۽ پڌريون آهن. پر هڪ تہ پاڪيزگي ۽ سادگي سبب، ٻيو وري، اُٺاه جواني جي زور سبب سندس حسن ٻهڪي پيو. جواني موٽڻ بعد بہ نج نسل ۽ صاف خون سبب سندس رونق ۽ ڏيا باقي رهي آهي. ان عام شاعري جي برعڪس، علمي ۽ عقلي شاعري جي صورت انهيءَ سالي خورده عيار ۽ نازڪ مزاج عورت جي مثل آهي، جنهن صابڻ جي صفائي، مساگ جي لالائي، وڳن جي سينگار، ڳهن جي جنسار سان پنهنجي حسن کي ٻهڪايو آهي ۽ آواز جي لطافت سان پاڻ وڻايو آهي، پر حقيقت ۾ سندس اها سونهيا رڳو انهن جڙتو ٽيڪن تي بيٺل آهي ۽ سندس رنگ ۽ لالائي رڳو پاٺودر جي مهٽ سهٽ ۽ مسي مساگ جي آهي ۽ نہ جواني ۽ جوبن جي. اهڙيءَ طرح علمي ۽ عقلي شاعري جي چٽڪو ۽ چشڪو رڳو وقتي آهي. سندس دلچسپ نزاڪت ۽ دلچسپ رنگت، زبان جي لهس لهيٽ، لوڏ ڏوڏ ۽ اُٿل پٿل بعد جهڪي جهمي ٿي وڃي. پر ان جي برعڪس عام شاعري فطري ۽ پائيدار آهي. جيئن ڳاءِ تيئن مٺي، جيئن مهٽ، تيئن سُرهي.

عام شاعر ڳوٺ ۽ ٻهراڙي جو پليل ۽ جهنگ جهر جو نهايل آهي. صاف پاڻي، صاف هوا، سادي ڪاڏي، سادي ڪپڙي ۽ سادي رهڻيءَ ڪهڻيءَ سبب سندس طبع ۾ بہ سادگي ۽ صفائي سمايل آهي. انهيءَ سادگيءَ سبب جسم پهلوان آهي، اوترو سندس ذهن جوان آهي. سندس طبع جي

صفائي ۽ ذهن جي قوت سبب سندس ڪلام ۾ به زور پيدا ٿئي ٿو. جڏهن هو شعر چوي ٿو، تڏهن پنهنجي طبع جي زور ۽ رواني سبب ڪلام جي اٿل ڪري، بات بيان جون موڪون لاٿي ڇڏي ٿو، نه آهي وٽس الفاظ جي ڪمي، نه بيان جي گهٽتائي، نه محاورن جي کوٽ ۽ نه معنائن جي ڪوتاهي. جڏهن زبان چوري ٿو ته پلئجي پوي ٿو. جڏهن ٻولي ٿو، جڻ ٻوڙي ٿو. انهيءَ زور ۽ برجستگيءَ سبب، انهيءَ اوچتي ٻول ۽ ٺهه پهه گفتي سبب، عام شاعر جو ڪلام کرو پر ڪرو آهي.

عام شاعر عام وکر جو وهائو آهي. انهيءَ ڪري سندس سناءَ ۾ لوهه توڙي سون ٻيئي نظر ايندا. ڪوڏ ۽ سپون توڙي موتي ۽ ماڻڪ ٻيئي ملندا. سڪا ڪڙا توڙي ساوا سلا ٻيئي گڏوگڏ نظر ايندا. هن پنهنجي پارس زبان سان لوهه مان سون پيدا ڪيو آهي، پر پنهنجي لوهه واري سامان کي لڄ وچان لڪايو ڪو نه آهي. هن لوهه وارو سرمايو ۽ ان مان پيدا ڪيل سون جا داڻا گڏي پيش ڪيا آهن. هن ٿيپون هٿي ڪوڏ ۽ سپون ڪٺا ڪري ان مان موتي ۽ ماڻڪ ڪڍيا آهن، پر ڪوڏن ۽ سپن جا ڪرڪٽا لڪايا ڪين آهن، بلڪ انهن کي به موتين ماڻڪن سان لڳو لڳ پيش ڪيو آهي. هن سڪيءَ زمين کي ٻاڻي ڏيئي، ٻج ڇٽي سلا اُپايا آهن، پر انهن ساون سلن کي فطري طور ڪيڙيءَ ۾ بيٺل ڏيکاريو اٿس. اها عام شاعر جي سادگيءَ ۽ ايمانداري جي حد ڪمال آهي جو مخاطب کي ٻيئي جنسون گڏوگڏ پيش ڪري، ذهن نشين ڪرايو اٿس ته هي لوهه، ڪوڏ، سپون ۽ سڪا ڪڙا بي ڪما نه آهن، بلڪ هي سون، موتي، ماڻڪ پيدا ڪندڙ ۽ ساوا سلا اُپائيندڙ آهن. انهيءَ طور وکر وندڻ تي سندس لياقت ۾ ڪمي نٿي اچي، بلڪ سندس مرتبو، سندس ايمانداري ۽ اخلاص ۽ سندس هنر اڳئين کان اڳرو نظر اچي ٿو. جو ته هر ڪو سالڪ ۽ پارکو سمجهندو ته شاعر پارس آهي، جنهن لوهه کي هٿي سون ڪيو، بلڪ نوبو آهي، جنهن اونهي عميق مان ڪوڏ ۽ سپون ڪڍي موتي ۽ ماڻڪ پڌرا ڪيا، بلڪ استاد هاري آهي، جنهن سڪي زمين کي سر سبز ۽ سائو بنايو. مطلب ته عام شاعرن جهڙ مکڻ گڏي پيش ڪيا آهن. ممڪن آهي ته اڻڄاڻ جهڙ ڏسي منهن موڙي، پر عاقل خوب سمجهي سگهي ٿو ته مکڻ جهڙ مان ئي ملندو. عام شاعري اهو

هار آهي، جنهن ۾ لعلون، مرجان، پٿريون توڙي موتي، ماڻڪ ۽ ڪرڪنا گڏ پوتل آهن، پر جنسون
هيئي حقيقي ۽ اصلي آهن ۽ نه بناوتي. نقلي مٽين ۽ موتين خواه ڪوڙي ڪچ ۽ ڪاٺي جو عام
شاعريءَ ۾ نالو ئي ڪونهي.

عام شاعري اصل سنڌ جي حيات جو آئينو آهي. عام شاعر سنڌ جي سرزمين جو اُپايل
آهي. ان جي نظر تيز ۽ ذهن سليم آهي. هو پنهنجي ملڪ جي حال احوال ۽ ريتن رسمن کان واقف
آهي. هو راڄ ڀاڳ جي اُٿڻ ويهڻ کان واقف آهي. هو مال متاع جي هلڻ چورڻ کي سمجهي ٿو ۽
جهنگ جهر جي وڻن ٻوٽن کي پروڙي ٿو. هو زمين جي ننڍي وڏي ڀيچري کي ڄاڻي ٿو ۽ آسمان
جي ڪڻ نکٽ کي سڃاڻي ٿو. جيتوڻيڪ سندس خيال جو پرواز هڪ علم واري شهريءَ کان گهٽ
آهي پر سندس نظر ۽ حافظو وڏيڪ تيز آهن. هن جي عام زندگي جي جملي شعبن ۽ طرفن تي
هڪ گهري نظر آهي، جا سندس روزمره جي فطري طبيعت جو نتيجو آهي. سندس ڪلام جو
واسطو به عام زندگيءَ جي عام شعبن ۽ شغلن سان آهي، جن تي گهري نظر ۽ ٻوليءَ تي ملڪي
هئڻ سبب ڪيس وصف ۽ بيان جي بي انتها طاقت آهي. جيئن ته رهڻيءَ ڪهڻيءَ جي جملي اطوارن
جو "جزئياتي تفصيل" ڪيس ازبر آهي، انهيءَ ڪري جيڪڏهن ڳالهه ڪندو ته ذري پُرزي بيان
ڪندو ۽ انهيءَ بيان ۾ سڀني سڳي سوڏا ڀار پتا ڏيندو.

اسان ڇيو ته سندس نظر حياتيءَ جي سڀني شعبن، شغلن ۽ شين تي آهي. اُٺ، گهوڙا،
مينهون، رڍون، ٻڪريون ۽ ٻيو سڀ مال متاع، جهنگ جهر، گاهه گلزار، ٿر بر، رڻ راڻو، اهي سڀ
سندس شعر جا اعليٰ عنوان ۽ سٺا مضمون آهن. انهي ڪانسواءِ عزت، غيرت، مردانگي، سيرت،
صورت، سورهياٺي، سچائي، سخا ۽ ٻين سڀني سهڻن گڻن کي، جي مرد خواه عورت ۾ سونهن
ٿا، تن کي خوب ڳايو اٿس. وري زندگيءَ جي جذباتي پهلو مثلاً حسن ۽ عشق، ڏک ۽ درد، جهيڙا
۽ جهڳڙا به پوريءَ طرح بيان ڪيا اٿس. ان ڪانسواءِ سنڌي زندگي جا تمدني پهلو، مثلاً نسب ۽
ذاتيون، ريتون ۽ رسمون، پليون خواه لايون به پنهنجي شعر ۾ شايع ڪيون اٿس. مطلب ته عام
سنڌي شاعر اهل سنڌ جي رهڻي ڪهڻي ۽ راڄ ڀاڳ جي تمدن ۽ تهذيب کي پنهنجي شعر ۾ پوري

طرح محفوظ ڪيو آهي ۽ بقول حضرت عمر رضي الله عنه جيڪڏهن "عربي شعر عربن جو عام دفتر آهي" ته عام سنڌي شاعر اهل سنڌ جو عام دفتر آهي. انهي عربي "ديوان" وانگر سنڌي شعر جو دفتر ۽ "ديوان" بہ نهايت مڪمل آهي، جنهن ۾ هيو ته خير پر وڻ ٽڻ، گاهہ ڏٿ ۽ رڍ ٻڪري جو ذڪر بہ پوريءَ طرح ڏنل آهي. شايد سواءِ عربن جي دنيا ۾ ٻي ڪنهن قوم جيڪڏهن حياتي جي انهن ننڍڙن شعبن، شغلن بابن ۽ ڀاڱن کي بہ ايتريقدر چٽي ۽ گهري طرح ۽ پوري "جزئياتي تفصيل" سان بيان ڪيو آهي ته اهي سنڌ جا سگهڙ ۽ شاعر آهن. جن پنهنجي عام سنڌي مقولن ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ پنهنجي وقت جي چال چلت ۽ حال حقيقت متعلق جڻ سڀ ڪجهہ چٽي قلمبند ڪيو بمصداق "جف القلم بما هُوَ ڪائنَ."

## 2.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| عوام الناس | عوام، جمهور |
| علم عروض | شعر جوڙڻ وارن قاعدن جو علم |
| موزون | مناسب، وزن تي پورو |
| جُوءِ | علائقو |
| ڀاڳيا | اهڙا مال وارا ماڻهو، جن جا واڙا مال سان ڀريل هجن |
| ڀَلر | بارش جو پاڻي |
| جهڻ | لسي، ڏڌ جي گجي |
| موروثي | ورثي ۾ مليل |
| پُشت بہ پُشت | پيڙهي بہ پيڙهي، نسل بہ نسل |
| سال خورده | پوڙهپائي، پيرسني |
| عيار | ٺگ، چالباز |
| پارس | اهڙو پٿر، جيڪو لوهہ کي لڳي تہ اهو بہ سون ٿي پوي |
| جف القلم بِما هو ڪائن | اهو قلم، جو تقدير لکي سڪي ويو |

# 2.5 خود آزمائي نمبر 2

## سوال نمبر (1)

هيٺ لکيل سوالن جا مختصر جواب ڏيو.

(1) شاعري بابت حضرت عمر رضي الله عنه جو ڪهڙو قول آهي؟

(2) نج سنڌي شاعري بابت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڪهڙي راءِ آهي؟

(3) عربي شاعري بابت حضرت عمر رضي الله عنه ڪهڙو تاڪيد فرمايو آهي؟

(4) عام سنڌي شاعري مان ڪهڙي مراد ورتي وئي آهي؟

(5) عام سنڌي شاعري ۾، شاعر ڪنهن سان مخاطب هوندو آهي؟

## سوال نمبر (2)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب عام سنڌي شاعري جون موضوع جي اعتبار کان ڪهڙيون شاخون ٻڌايون آهن ۽ ماڻهن جا ڪهڙا قسم ڳڻايا آهن؟

## سوال نمبر (3)

عام سنڌي شاعريءَ جون ڪجهه اهم خوبيون ڳڻايو.

# 3. خود آزمائشين جا جواب

## خود آزمائشي نمبر 1

### سوال نمبر (1)

(1) راسيلاس

(2) مافوق الفطرت يا جن شين جو دنيا ۾ وجود نہ هجي. خيالي ڪردار

(3) حقيقي

(4) جز

(6) ڀوتنات جي جيوني

(7) سراج

### سوال نمبر (2)

(1) ناول جي معنيٰ نئين يا عجيب شيءِ.

(2) ادب ۾ ناول اهڙي نثري قصي کي ٿو چئجي، جنهن ۾ هڪ خاص مقصد سان زندگي جو حقيقي روپ پيش ڪيو وڃي.

(3) 1789ع

(4) قصو، پلاٽ، ڪردار نگاري، ماحول ۽ منظرنگاري، جذبات نگاري، گفتگوءِ يا مڪالما، ٻولي ۽ بيان، نقط نظر، فنڪاري.

(5) ٻہ وڏا قسم آهن۔ هڪڙو رومانوي ۽ ٻيو نفسياتي.

### سوال نمبر (3)

مضمون جي مطالعي کانپوءِ خود تيار ڪرڻو آهي.

# خودآزمائي نمبر 2

## سوال نمبر (1)

(1) حضر عمر رضي الله عنه جو قول آهي تہ "شاعري هر قوم جو عام دفتر آهي" جنهن ۾ ٻولي جي سٽاءَ کانسواءِ انهيءَ قوم جي اخلاق، عادتن، طور طريقن، ريتن رسمن، تاريخ، فلسفي، سمجهہ ۽ عقل جو سرمايو محفوظ ٿيل هوندو آهي.

(2) نج سنڌي شاعري، سنڌين جي زندگي گهارڻ وارن طور طريقن جو آئينو آهي، جنهن تي اک وجهڻ سان سنڌ واسين جي رهڻي ڪهڻي جي اصليت، ٻنهنجي سچي جوٻڻ جنسار، رنگ روپ، خال خط ۽ خوبين توڙي خامين سميت سچي ساري نظر اچي ٿي.

(3) عربي شاعري بابت حضرت عمر رضي الله عنه تاڪيد فرمايو آهي تہ "اها عربن جو هڪ عام دفتر آهي، ان کي ياد ڪيو وڃي ۽ ان جي حفاظت ڪئي وڃي."

(4) اهڙو سنڌي شعر جيڪو بغير ڪنهن مذهبي فرق جي، امير ۽ غريب، شهري ۽ ڳوٺاڻي جي تفريق کانسواءِ هر هڪ وٽ هڪ جيترو مقبول ۽ پسند پيل هجي.

(5) عام ماڻهو جنهن کي عام طور تي عوام الناس چيو ويندو آهي.

## سوال نمبر (2)

ڊاڪٽر موصوف ٻڌايو آهي تہ عام سنڌي شاعري ترڪيب جي لحاظ سان ڏوهيڙي، بيت ۽ ڪافي جي صنفن ۾ ورهائي سگهجي ٿي، پر معنوي اعتبار کان ان جا موضوع ڏٺ، معما، ڳجهارت، پرولي، هنر، ڏور، ديراهو، ڏهسنامو ۽ سينگار کي بنائي سگهبو، ليڪن فن جي خيال کان ان جا تخليق ڪندڙ اهڙا شاعر آهن، جيڪي جذبي ۽ احساسن

هيٺ شاعري ڪن ٿا. ٻيا سگهڙ آهن جيڪي هڪ طرف سوچ ۽ فڪر سان سهڻا، سبيتا ۽ پُر معنيٰ نڪتا گهڙين ٿا ته ٻئي طرف شاعرن جي شاعري ۽ سگهڙن جا سخن ڪٿي عام ڪي رسائين ٿا. ٻئي طرف ٻڌندڙن ۾ هڪڙا ٿين سالڪ، جيڪي شاعرن توڙي سگهڙن جي قولن، ڪلامن ۽ سخنن جا سُر سهي ڪري، گفتن جي معنيٰ ۽ مراد ڪي من سان هنڊائين.

ٻڌندڙن جو ٻيو طبقو آهي، سمجهو ۽ سياڻن جو، جيڪي ٻڌل ڳالهين مان مقصد واري مام پروڙيو وٺن. البت ٽيون طبقو، رڳو اهڙن انسانن جو وجي رهي ٿو، جن ڪي رڳو ماٺهو ڇنجي. جن ڪي اهڙي ڳالهين سان ڪابه رغبت نٿي رهي.

## سوال نمبر (3)

عام سنڌي شاعري جون چند اهم خوبيون هي آهن.

(1) عام سنڌي شاعريءَ جو مول، متو ۽ سٽاءُ تمام سادي ۽ فطري ٿئي ٿي.

(2) عام شاعرن جي ڪلام ۾ روز مره زندگي ۾ استعمال ٿيندڙ ٻولي ڪتب آيل هوندي آهي.

(3) عام سنڌي شاعري اجائي لفاظي ۽ محاورن جي جڙتو جوڙجڪ کان آجي هوندي آهي.

(4) هن قسم جي شاعري ۾ جيڪا لفظي ۽ اصطلاحي ٻيچ گهڙ هوندي آهي، اها پنهنجي اصلي فطري رنگ ۾ هوندي آهي.

(5) هن قسم جي شاعري ۾ به قافيو هوندو آهي، پر اهو عروضي شاعري وانگر هجڻ جي برعڪس رڳو آواز جي مناسبت سان هوندو آهي.

(6) عام سنڌي شاعريءَ ۾ لغت جي اٽڪل کان هوندي آهي.

# يونٽ جو تعارف

شاگرد ساٿيو!

هيءُ ستون يونٽ آهي. هن ۾ شامل ٻن مضمونن مان هڪ جو تعلق ڀورهيتن جي هلايل عالمي هلچل جي حوالي سان آهي. انهيءَ هلچل ۾ ڀورهيتن کي وڏيون قربانيون ڏيڻيون پيون. مشڪلاتن ۽ مصيبتن جهڙين ڪيترين ئي آزمائشن مان ٻار ڀوڳو پيو، پر پوءِ ٻه ٻڏي. اتحاد ۽ مقصد حاصل ڪرڻ واري جذبي کي هٿان نہ ڇڏياٿون ۽ نيٺ سوڀارا ٿيا.

ٻيو مضمون هڪ نصيحت آهي. جيڪا اسان جي اديب هڪ تصوراتي ڪردار مصطفيٰ جي واتان پنهنجي معاشري جي مختلف طبقن کي ڪئي آهي. ان نصيحت ۾ ٻہ اهڙيون ڪارگر ۽ ڪارائتيون هدايتون ڏنل آهن جن تي عمل ڪرڻ سان معاشري جي اصلاح ۽ سڌاري جي واٽ ملي ٿي. اسان کي پڪ آهي تہ هن يونٽ جي مطالعي کانپوءِ اوهين ان لائق ٿي پوندا جو:

## يونٽ جو مقصد

(1) محبت جي مفهوم ۽ مفادن کان واقف ٿي سگهو.

(2) مقصد ماڻڻ لاءِ پنهنجي اصول تي اٽل رهي سگهو.

(3) معاشري جي اجتماعي ڀلائي وارن ڪارگر نڪتن کي ڀروڙي ۽ انهن تي عمل ڪري سگهو.

(4) ڀورهيتن جي حقن واري هلچل جو قدر ڪري سگهو.

(5) ڀهرين مئي جي اهميت ڄاڻي سگهو.

(6) ڀورهيتن واري هلچل جي پسمنظر کان آگاهہ ٿي سگهو.

# فهرست

# 1. پورهيتن جو ڏينهن

## 1.1 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون جناب رشيد ڀٽي صاحب جو لکيل آهي. ڀٽي صاحب پيشي جي اعتبار کان سکر جي وڏن وڪيلن ۾ شمار ٿيندو هو. 6 جولاءِ 1933ع ۾ سکر ۾ پيدا ٿيو ۽ 16 فيبروري 1988ع تي وفات ڪيائين.

پاڻ ننڍي لاڪون لکڻ شروع ڪيائين ۽ اجا شاگرد ئي هو، جو سندس لکيتيون، وقت جي وڏن رسالن ۽ مکيه اخبارن ۾ ڇپجڻ لڳيون هيون. ٿوري ئي وقت ۾ سندس نالو سنڌ جي سڄاڻ اديبن ۾ شمار ٿيڻ لڳو.

موصوف نثر جي سُٺن ليکڪن ۾ ليکجي ٿو. نثر ۾ به طنز ۽ مزاح سندس من پسند موضوع هو. البت، سنجيده ۽ تاريخي عنوانن کي به سٺو نڀائي ڄاڻيندو هو. هيءُ مضمون سندس علميت جو آئينو آهي.

## 1.2 مضمون جو خلاصو

اوڻيهين صديءَ ۾ پورهيتن پنهنجن حقن جي پورائي جا مطالبا شروع ڪيا. ڪين انسان ڄاڻڻ جي بجاءِ حيوان سمجهي، مزوري ڪرائي ويندي هئي، جڻ ته اهي ڪنهن مشين جا پرزا هئا. جيڪي نه بيمار ٿيندا، ٿڪجي ڪاڏو ڪاٿيندا. آرام ڪندا. سک ڏسندا ۽ نه وري ڪين ڪي سماجي ذميواريون نڀاهڻيون آهن. جنهن لاءِ انهن کي ڪي مالي ضرورتون به پوريون ڪرڻيون پون ٿيون. بس، انهن کي رڳو ڪارخاني وارن يا دولتمندن جي مرضي مطابق سواءِ ڪنهن معقول معاوضي جي سدائين ڪم ڪرڻ گهرجي.

انهن ڏاڍاين جي خلاف انهن آواز اٿاريو ته مڙني مزور هڪ آواز ٿي ويا. جن کي خاموش ڪرائڻ لاءِ سخت ڪارروايون ڪيون ويون. جن جي نتيجي ۾ پنهنجي حقن جي گهر ڪندڙ انسان، رڍن ۽ ٻڪرين وانگر مارجڻ لڳا. اهڙي ظلم کي سدائين سهڻ جي بجاءِ، آمريڪا جي مزورن هڪ هڪاڻ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جيتوڻيڪ مٿن سختيون ٿيون، اذيتون مليون ۽ مصيبتن جا پهاڙ ڪڙڪي پيا، پر پنهنجي تحريڪ کي پوئتي پوڻ نه ڏنائون. نيٺ ڪامياب ۽ ڪامران ٿيا. ٻڌي ۽ اتفاق سان ثابت ڪيائون ته ٻڌي ۽ اتفاق ۾ وڏي برڪت آهي.

اهي ۽ اهڙيون ٻيون ڳالهيون اسان جي پڙهڻ لاءِ هت موجود آهن. جن جي پڙهڻ کانپوءِ پهرين مئي 1886ع واري انهيءَ عالمي تحريڪ جي پسمنظر ۽ نتيجن جي پروڙ پوي ٿي.

## 1.3 مضمون جو متن

پورهيتن جي جدوجهد ۽ پنهنجي حقن لاءِ لڙڻ جي تاريخ ۾ ، 1 مئي جي ڏينهن کي وڏي اهميت آهي سڄيءَ دنيا ۾ هر سال. هي ڏينهن "پورهيتن جو ڏينهن" ڪري ملهايو ويندو آهي. سن 1886ع جي مئي مهيني جي پهرين تاريخ تي آمريڪا جي مزورن ۽ پورهيتن، سرمائيدارن ۽ نفعي خورن خلاف بغاوت جو جهندو هٿ ۾ کنيو ان ڏينهن سڄ اُڀرڻ سان ئي لکن جي تعداد ۾ مزور اچي شڪاگو ۽ ٻين شهرن جي گهٽين ۾ ڪٺا ٿيا. هو شاهوڪارن ۽ ملن جي مالڪن جي ڏاڍاين ۽ ظلمن خلاف آواز اُٿاري رهيا هئا ۽ پنهنجا حق گهري رهيا هئا. مٿن ٿيندڙ ظلمن کين هڪ ڪري جڏيو هو. پنهنجا سمورا ويچا وساري، ڏاڍ سان منهن ڏيڻ لاءِ هو پاڻ ۾ ٻڌ ٿي چڪا هئا. هو حق ۽ سچ جي راهه تي هئا. هنن کي پنهنجي جدوجهد ۾ ويساهه هو ۽ سوڀ جي پڪ هئي. هنن جي مکيه گهر اها هئي ته "هو سورهن يا ارڙهن ڪلاڪن بجاءِ، رڳو اٺ ڪلاڪ روز ڪم ڪندا."

پورهيتن، سرمائيدارن يا موڙيءَ وارن خلاف اها بغاوت ڇو ڪئي؟ مالڪ ۽ مزور جو اهو جهڳڙو ڇو پيدا ٿيو؟ ان سمجهڻ لاءِ اسان کي سماجي سرشتن جي اوسر جي تاريخ جو اڀياس ڪرڻو پوندو.

جاگيرداري ۽ زميينداري سرشتي واري سماج ۾ شين جي پيداوار گهوٽائين دستڪارين ۽ گهرو هنرن وسيلي ٿيندي هئي، ساڳيو ئي گهر جو مالڪ ۽ سندس ڀاتي ان ننڍڙي ڪارخاني جا مالڪ به هوندا هئا ته مزور به. ماڻهن جون گهرجون ٿوريون هونديون هيون، ان ڪري اها ننڍڙي پيماني واري پيداوار ئي انهن جو پورائو ڪري ڇڏيندي هئي. زماني جي ترقي سان گڏ هوريان هوريان ماڻهن جون گهرجون به وڌنديون ويون. ان ڪري شين جي لوڙ به وڌندي ويئي. هٿن سان ماڻهو گهڻيون شيون پيدا ڪري نٿي سگهيا. چوندا آهن ته "ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي". سو انسان تڪڙي ۽ گهڻي پيداوار هٿ ڪرڻ لاءِ مشينون ۽

هر ڪارخانيدار اها ڪوشش ڪرڻ لڳو ته سندس مزور ٿوري ۾ ٿوري مزوري يا اجرت تي گهٽي ۾ گهٽو ڪم ڪن. ان ڪري هو نه رڳو مزورن جي مزوري گهٽائڻ لڳا، پر هنن ڪان ڪم به گهڻو وٺڻ لڳا. نتيجو اهو نڪتو جو گهٽي ڪم سبب مزور ويو هيڻو ۽ بيمار ٿيندو. هٿي پاسي، ڪيس ايترو به ڪين ملندو هو. جو هو ڪاڏو خوراڪ خريد ڪري. هن ڪي سگهارو رکي سگهي يا دوا درمل ڪري. صحت قائم رکي سگهي. هو سک سهنج ته ڇا. پر جيئري رهڻ جي ضرورتن کان به محروم ٿيو. سٺو کاڌو، چڱي رهائش، تعليم ۽ تندرستي ته هو خواب ۾ به ڏسي نه سگهندو هو. ٿوري ۾ هو انسان نه پر جانور وجي رهيو هو. هن کي اٽي، لٽي ۽ اجهي جهڙين بنيادي ضرورت کان به نپٽ جواب ٿي مليو.

مزورن پنهنجي حقن گهرڻ لاءِ هڙتالون شروع ڪيون. سرمائيدارن سندس گهرون پوريون ڪرڻ بجاءِ کين نوڪريءَ مان ٿي نيڪالي ڏيڻي پئي چڏي. هو انهن جي جاءِ تي نوان مزور ڀرتي ڪندا هئا يا وري هڙتالي مزورن کي هرڪائي، ريهي ريبي ڪم تي آڻيندا هئا يا وري غير هڙتالي مزورن کي وڌيڪ روز جي لالچ ڏئي، ڪانئن هيٺو ٿيٺو ڪم وٺندا هئا. ان حالت مزورن کي پاڻ ۾ ٻڌي ڪرڻ جو احساس ڏياريو. هنن ملي ڪري جماعتون (ٽريڊ يونين) ٺاهيون ۽ پنهنجي هل چل ۽ جدوجهد کي اڳتي وڌايو.

پهرين مئي وارو مظاهرو به ان هل چل جي هڪ چمڪندڙ ڪڙي آهي. ان ڏينهن تي آمريڪا جي ڪن صنعتي شهرن ۾ مزور پر امن جلوس ڪڍي، پنهنجن حقن حاصل ڪرڻ لاءِ هل چل هلائي. سڀ کان وڏا جلوس ۽ مظاهرا شڪاگو شهر ۾ ٿيا. سرمائيدارن جي سرڪار مظلومن جي حق ۽ سچ جي آواز ٻڌڻ کان انڪار ڪيو. سچ ۽ انصاف جي نعرن تي هو مچرجي ويئي. انهن مظلومن ۽ امن پسند مزورن تي سرڪار جي حڪم سان بي روڪ ٽوڪ گولين جو مينهن وسايو ويو. ڪيترائي مزور مري ويا. شڪاگو جا رستا رت سان وهڻ لڳا. سرمائيدارن ۽ انهن جي چاڙتي سرڪار سمجهيو هو ته ائين ڪرڻ سان مزورن کي ماري مات ڪندا ۽ سندس اُٿيل آواز کي گهٽي ڇڏيندا! پر هو ڀليل هئا. حق کي ڪو به دٻائي نه

سگھيو آهي. هو مانجھي مڙس بہ مُڙڻ وارا نہ هئا. هو اڳتي وڌندا رهيا. پٺتي نہ هٽيا. هنن پنهنجي ساٿين جي هاريل رت مان ڪپڙا رڱنا ڪري پنهنجا جهنڊا ٺاهيا. هنن اٿين مزور تحريڪ کي جهنڊو ڏنو. اڄ بہ سڄي دنيا جي مزورن جي جهنڊي جو رنگ ڳاڙهو آهي. ان تي سرڪار صبر نہ ڪيو. هزارين پورهيت اڳواڻ گرفتار ڪيا ويا. سون کي ڦاهي تي چاڙهيو ويو. سرماشيدارن مزورن کي ماري تہ سگھيا پر سندس هل چل کي مات نہ ڪري سگھيا. اهي خوش نصيب حق جي راهہ تي جان ڏيئي شهادت جو پيالو پي ويا، پر مزورن جي آواز ۽ نعري کي زنده ڪري ويا. آخر دنيا کي ائن ڪلاڪن واري اصول کي مڃڻو پيو.

اڄ بہ سڄي دنيا جا مزور ۽ پورهيت هر سال پهرين مئي تي انهن شڪاگو جي شهيدن کي سلام ڪري، پنهنجي هل چل ۾ نئين جان وجهندا آهن ۽ اڳتي وڌندا آهن. اڄ بہ هي انسان د ا جي پورهيتن لاءِ وهاڻو تاري جي حيثيت رکن ٿا. انهن جو رت پورهيت تحريڪ جون راهون روشن ڪري ويو آهي. اهو ڏينهن پري نہ آهي، جڏهن هو پنهنجي جائز حقن حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندا ۽ هر ڪنهن کي پنهنجو حق ملندو. هينئر ڪو ڪنهن جي ڦرلٽ نہ ڪندو نہ وري ڪنهن رت پٽ تي پلجندو. اوچ نيچ جا سنڌا ميٽجي ويندا ۽ سڄي انسان ذات صحيح معنيٰ ۾ "اشرف المخلوقات" ٿي پوندي ۽ هي سب خوبيون اسان کي مذهب اسلام ۾ موجود نظر اينديون.

## 1.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| سوڀ | ڪاميابي |
| اڀياس | مطالعو |
| لوڙ | گهرج، ضرورت |
| ڪلون | انجڻيون، مشينون |
| چٽاڀيٽي | مقابلو |
| نهٽ | بلڪل، صفا |
| هرڪائڻ | لالچ ڏيڻ |
| ريهڻ ريبڻ | ورغلائڻ |
| مڇرجڻ | چڙڻ، ڪاوڙجڻ |
| وهاڻو تارو | ڏينهن ٿيڻ کان اڳ ڏينهن ٿيڻ جو پيغام ڏيندڙ صبح وارو روشن تارو. |
| نفعي خورن | فائديمندن |
| هٽ | گڏ |
| وساه | ڀروسو، يقين |
| اوسر | ڦٽڻ |
| موڙي | دولت، سرمايو |
| ڦرمار | ڏاڙو هڻڻ، طاقت جي زور تي کسڻ |
| چٽي | واضح، پڌري |
| ججهي | ڪثرت، لاتعداد |
| ماري مات | خاموش ڪرائڻ |

| | |
|---|---|
| چاڙتي | من پسند |
| گھٽي | دٻائي ڇڏڻ |
| اوچ نيچ | ننڍ وڏائي |
| سنڌا | فرق، تفاوت |

## 1.5 خود آزمائي نمبر 1

### سوال نمبر (1)

**هيٺ لکيل سوالن جا مختصر جواب ڏيو.**

(1) پورهيتن جي پهرين جڳ مشهور هلچل ڪهڙي ملڪ جي ڪهڙي شهر ۾ هلي هئي؟

(2) پورهيتن اها هلچل ڪهڙي سن ۾ هلائي هئي؟

(3) پورهيتن جي اهم گهر ڪهڙي هئي؟

(4) سرمائيدار ۽ مزدور جي طبقاتي جنگ جو پايو ڪنهن وڌو؟

(5) مالڪ ۽ مزدور جي انهيءَ جهڳڙي جو سماجي سبب ڇا هو؟

(6) ڪهڙي طاقت مڙسي مزدورن کي هڪ ڳالهه تي متفق ڪيو؟

(7) سرمائيدار سرشتي جو پايو ڪڏهن پيو؟

(8) مزدورن پنهنجن حقن ميراڻن لاءِ ڪهڙي ڪوشش ڪئي؟

### سوال نمبر (2)

مالڪن کي اها ضرورت ڇو پيش آئي، جو انهن مزدورن کان ڪم وڌيڪ ورتو ۽ کين اُجرو گهٽ ڏنو.

# 2. مصطفیٰ جي الوداعي نصيحت

## 2.1 ليکڪ جو تعارف

هيءُ مضمون، مرحوم عثمان علي انصاري جي ڪاوش آهي. جيڪو سندس مشهور ڪتاب "ادبي انتخاب" تان ورتو ويو آهي. انصاري صاحب 1901ع ۾ شڪارپور شهر ۾ پيدا ٿيو. سندس وابستگي تعليم جي شعبي سان رهي ۽ ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن اِن سنڌ جي عهدي تي بہ فائز رهيو. انصاري صاحب 1948ع ۾ سچل سرمست جو رسالو بہ ايڊٽ ڪيو. سندس افسانن جو مجموعو "پنج گنج" اهم آهي. هن جيڪو ڪجهہ لکيو سو سندس شهرت جو باعث بڻيو سندن وفات 1962ع ۾ ٿي.

## 2.2 مضمون جو خلاصو

اسان جي اديب، هن يونٽ ۾ شامل "مصطفیٰ جي نصيحت" واري هن شهپاري ۾ زماني جي تجربن کان باخبر هڪ بزرگ جي خيالي ڪردار کي پيش ڪيو آهي. انهيءَ ڪردار کي هن مصطفیٰ جو نالو ڏنو آهي. مصطفیٰ ڪنهن شهر ۾ وڏو عرصو گذاري پنهنجي وطن واپس ورڻ چاهي ٿو. کيس الوداع چوڻ لاءِ زندگي جي اهم شعبن سان تعلق رکندڙ ماڻهن جا نمائندا وٽس ملڻ اچن ٿا، انهن ملڻ وارن ۾ عورتون، مرد، ٻڍا، نوجوان، شاگرد ۽ عالم شامل هئا. هر طبقي جو اڳواڻ کيس اهڙي نصيحت ڪرڻ لا ءِچوي ٿو. جيڪا هن کي ڪارائتي ۽ ڪارگر زندگي گهارڻ ۾ مدد ڏئي.

درويش پنهنجي علم، تجربي ۽ مشاهدي جي آڌار تي هر هڪ کي جيڪا نصيحت ڪري ٿو، تنهن جو بنياد پاڻ ۾ پيار ۽ محبت سان ٻڌي ۽ اتحاد ۾ رهڻ واري سبق تي آهي. ان کانپوءِ هر هڪ طبقي جي نمائندگي ڪندڙ کي پنهنجي سماجي، اخلاقي ۽ مذهبي ذميوارين نڀائڻ ۽ معاشري طرفان مٿن مقرر ڪيل فرضن جي پوراڻي جي ب هدايت ڪري ٿو. اهي هدايتون اهڙن نڪتن تي ٻڌل آهن، جن تي هلي ڪري سڄي سماج جي اصلاح ڪري سڌاري سگهجي ٿو.

## 2.3 مضمون جو متن

مصطفىٰ محبوب. پنهنجي زماني جو سچ. ٻارهن سال پرديس ۾ گذاري پنهنجي وطن ڏي ويو. موٽڻ واري ڏينهن نڪري جي چوٽي تان ڏٺائين ته ڪيس واپس وٺي هلڻ لاءِ، هڪ ٻيڙي سمنڊ جي ڪناري تي بيٺي هئي. بيحد خوشيءَ جي ڪري، اکيون ٻوٽي خاموشيءَ سان شڪر ڪيائين. پر جيئن نڪريءَ تان هيٺ لٿو، تيئن سندس خوشي ڏک ۾ بدلجي ويئي. دل ۾ چيائين.

"هن شهر ڇڏيندي منهنجي دل کي درد ٿو رسي. مون هن شهر ۾ ٻارهن ورهيه مئيءَ مٿيءَ مصيبت جا گذاريا آهن. هينئر هن شهر کي ڪيئن ڇڏيان؟ ميرو ڪپڙو هجي ته لاهي اُڇلايان، پر بندن جي کل ته ايذاءَ کان سواءِ ڪين لهندي؟ ڪو خيال هجي ته وساري ڇڏيان، پر پنهنجي درد مند دل کي هتي ڪيئن ڇڏي وڃان؟ اهي ٻڪ ۽ اُڃ جون راتيون ۽ ڏينهن پيلا وسري ٻه سگهندا ڇا؟ دل ٿي گهري ته هتئون جو سڀ ڪجهه ساڻ کڻي وڃان پر کڻي نٿو سگهان. ٻاز پنهنجي آکيري کي ڇڏڻ وقت ڪو وڻ کي ٻه کڻي سگهندو ڇا؟

جيئن ٻيڙيءَ ڏي ٿي آيو تيئن ڏٺائين ته شهر جا مرد ۽ زالون، پنهنجو ڪم ڪار ڇڏي، سندس پٺيان پيئي آيا. بزرگ خيال ڪيو ته "هي سڀ مون کي چوندا ته ڪين ڪجهه نصيحت جا ٻه لفظ چئي پوءِ هتان روانو ٿيان. مان پيلا ڪين ڪهڙي نصيحت ڪري سگهندس؟ مان گهٽي ۾ گهٽو ته پنهنجو اونداهو فانوس مٿي جهلي، قدرت جي مالڪ کي عرض ڪندس ته منجهس تيل ۽ وٽ وجهي، روشن ڪري، جيئن اُها روشني انهن جي اندر کي ٻه اجالو ڏئي....."

بزرگ کي ٻيو ٻه ڪجهه دل ۾ هو پر چئي نه سگهيو. چو ته شهر جا ماڻهو هينئر اچي ڪيس مليا. پوءِ هڪ ٻڍو شخص اڳتي وڌي آيو ۽ اچي بزرگ کي چيائين ته "سمجهون

ٿا تہ توهان کي پنهنجي وطن جي سڪ لڳي هوندي. اسين اوهان کي روڪيون ٿا. فقط هيءُ عرض ڪريون ٿا تہ پنهنجي معلومات جي نور مان ڪجهہ روشني اسان کي بہ ڏيئي وڃو.“

بزرگ فرمايو، ”اوهان کي ڇا ٻڌايان؟“

هڪ شخص اڳتي وڌي آيو ۽ چياڻينس. ”اسان کي محبت بابت ڪجهہ ٻڌايو!“ بزرگ منهن مٿي ڪري سڀني ڏي نهاريو. سڀ خاموش ويٺا هئا.

بزرگ فرمايو: ”محبت جو رستو ڪيترو بہ مشڪل هجي تہ بہ اوهين سندس سڏ ۾ سڏ ڏيو ۽ جڏهن محبت پنهنجا پيار ڀريا پر کولي اوهان کي پنهنجي آغوش ۾ وٺڻ لاءِ تيار ٿئي، تڏهن اوهان هي خوف نہ ڪجو تہ مٿان سندس پرن ۾ ڪا تلوار لڪل هجي، جا اوهان کي ڦٽي وجهي.

”محبت جا لفظ جيڪڏهن اوهان جي خوشيءَ جي دنيا کي تاراج ڪري رکن. جيئن خزان جي موسم، باغن کي ويران ڪري ڇڏيندي آهي، تہ بہ اوهان اکيون پوري دل جي ڪنن سان لفظ ٻڌندا رهو چو تہ محبت جي دنيا نرالي آهي. جنهن ۾ تخت ۽ تختي جو فرق ڪونهي، جنهن ۾ هر خوشي غم جي شروعات آهي ۽ هر غم خوشيءَ جي تمهيد. جنهن ۾ انسان خادم ٿيندو آهي مخدوم ٿيڻ لاءِ، ۽ مخدوم ٿيندو آهي خدمت لاءِ.

”محبت اوهان کي پاڻ وٽ اٿين گڏ ڪندي، جيئن هڪ ڪڙمي پنهنجي ٻار ۾ ڪڻڪ گڏ ڪندو آهي. پوءِ اوهان کي ڳنڍين جي ڳاهہ ۾ ڳاهي، اوهان جي تُهہ ۽ مٽي جدا ڪري، اوهان کي جدائي جي جنڊ ۾ پيهي، اچو اٽو ڪندي، پوءِ وري پريت جو پاڻي وجهي اوهان کي ڳوهي، برهہ جي باهہ ۾ پچائي، اوهان کي انهيءَ لائق ڪندي جيئن اوهان پاڻ کي پنهنجي محبوب جي مهماني لائق بڻائي سگهو. پر جيڪڏهن اوهان خوف کاڌو ۽ محبت جي مُهريءَ کان پاڻ بچايو تہ پنهنجن تُهن ۽ مٽيءَ ۾ حياتي جا ڏينهن گذاري مري ويندا. اوهان جي حياتي اهڙي بي حس گذرندي، جنهن ۾ نہ سيارو هوندو نہ اونهارو، نہ خزان هوندي نہ بهار. اوهان کلندا، فقط وات وڏي ڪرڻ سان نہ روح سان، اوهان روئندا تہ فقط اکين سان ۽ نہ دل سان.“

"محبت اوهان کي ڏيندي بہ محبت ۽ وٺندي بہ محبت. نہ اوهان جي شيندي ۽ اوهان کي پنهنجو ڪندي. چو تہ محبت فقط محبت جي شيندي آهي ۽ فقط محبت کي پنهنجو ڪندي آهي."

"محبت ڪرڻ وقت ائين نہ چئو تہ محبت اسان جي دل ۾ آهي بلڪ چئو تہ اسين محبت جي دل ۾ آهيون. چو تہ جا شيءِ اوهان وٽ آهي. تنهن تي اوهان حڪم هلائي ٿا سگهو. پر محبت اوهان تي حڪم ٿي هلائي چو تہ اوهان وٽس آهيو."

"محبت ڪانسواءِ جيڪڏهن بہ ڪا بہ خواهش اوهان جي دل ۾ پيدا ٿئي تہ اها محبت نہ پر اوهان جي خواهش آهي."

"محبت جي هر هڪ امتحان ۾ جدا جدا قسم جي لذت پيل آهي. مثلاً جي اوهان کي فراق جي ڪوٺاريءَ ۾ وجهي ڳاريو وڃي تہ اوهان خوش ٿيو چو تہ اوهان کي رقيق بنائي، درد، جي رقت جو مزو چکايو ويو."

"هر روز صبح جو اٿي. اول شڪر ڪريو تہ اوهان کي هڪ وڌيڪ ڏينهن محبت ڪرڻ لاءِ نصيب ٿيو ۽ هر رات جو وري شڪر ڪريو چو تہ اوهان کي اجا هڪ رات ملي تہ پاڻ کي فراق ۾ پچائي پختو ڪريو ۽ سڄڻن واري کي دعائون بہ ڪريو."

پوءِ هڪ بدڙيءَ عورت جنهن جي گود ۾ ٻار هو تنهن چيو تہ "سائين. اولاد بابت اوهان جو ڇا خيال آهي؟"

بزرگ فرمايو: "اولاد اوهان جو نہ آهي. قدرت جا اهي پٽ ۽ نياڻيون آهن. جي انسان ذات جي تخم کي فنا ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ قدرت پيدا ڪرائيندي ٿي رهي.

"اولاد اوهان مان دنيا ۾ نئو اچي. البت اوهان جي معرفت ٿو اچي ۽ توڻي جو اوهان انهن کي پاليو ٿا تہ بہ هو اوهان جي ملڪيت نہ آهن."

"اوهان پنهنجي ٻارن کي پيار ڏيو ٿا چاڪاڻ تہ اهڙي پيار ڏيڻ ۾ اوهان کي خاص لذت ٿي اچي اهو ڪو هنن تي احسان نٿا ڪريو."

"ٻارن کي اوهان پنهنجا خيال نہ ڏيو ڇو تہ هو قدرت کان پنهنجا خيال ٻہ وٺي آيا آهن، جي بلڪل تازا ۽ نوان آهن."

"اوهان هنن جي گهٽ ۾ گهٽ بدني پرورش ڪري سگهو ٿا. سندن ذهن جي پرورش، اوهان جي قدرت کان ٻاهر آهي، ڇو تہ سندن ذهنيت انهيءَ مستقبل جي محلات ۾ ٿي پلجي، جتي اوهان جي خيال کي بہ وڃڻ جي اجازت نہ آهي."

"هنن کي پاڻ جهڙو بنائڻ جي ڪوشش بہ نہ ڪجو، البت جي ٿي سگهي تہ پاڻ هنن جهڙا ٿي وڃجو، ڇو تہ ارتقا جو اصول آهي تہ دنيا ترقي ڪندي رهي، مستقبل کي ماضي جو انتظار ڪو نہ ٿيندو آهي."

"والدين جڻ تہ هڪ ڪمان جا ٻہ پاسا آهن جي نڪاح جي زهہ سان ٻڌا ويا آهن. جن ٻنهي جي گڏيل عمل سان قدرت پنهنجي مرضي موجب جيترا تير، اولاد جي صورت ۾ ڪنهن خاص نشاني جي چٽڻ لاءِ هڻندي ٿي رهي، جن مان ڪي ٺيڪ نشاني تي وڃي ٿا لڳن، ڪي اوري ڪري ٿا پون."

"قدرت جي انهيءَ مشغلي ۾ جيترو حصو ڪمان جو آهي، اوترو ئي تيرن جو تنهن ڪري ٻيئي سندس محبوب هستيون آهن."

پوءِ هڪ دولتمند چيو، "سائين، خيرات ڏيڻ بابت بہ ڪجهہ ٻڌايو!"

بزرگ فرمايو تہ، "اوهان جڏهن پنهنجي ملڪيت مان ڪجهہ خيرات ڏيو ٿا، تڏهن حقيقتاً ڪجهہ بہ نٿا ڏيو. البت جڏهن پاڻ مان ڪجهہ ڏيو ٿا، تڏهن سچ پچ خيرات ڏيو ٿا، ڇو تہ اوهان جي ملڪيت ۾ دراصل اهو ڪجهہ آهي جو توهان احتياطً سنڀالي رکيو آهي تہ جيئن آئي ويل ڪم اچي، پر ممڪن آهي جو اها آئي ويل اوهان جي اڳيان ڪنهن ضرورت جي پيش ڪرڻ جي بدران، انسانيت جي آخرين ضرورت يعني موت آئي بيهاري، تنهن ڪري آئيءَ ويل جو بهانو ڏيئي، دولت گڏ ڪرڻ هڪ انساني ڪمزوري آهي جا ڏيڻ واري داتا مان اوهان جو ايمان گهٽ ڪندي رهي ٿي.

"اوهان مان ڪي پنهنجي گهٽي مان ڪجهه ڏين ٿا. انهيءَ لاءِ ته ناٺو ٿئي، تن به جڻ ته ڪين ڏنو. ڪي پنهنجي ڪافيءَ مان ڪجهه ڏين ٿا. تن قدرت جي ڏيڻ، وٺڻ جي اصول کي سمجهيو. ڪي پنهنجي ٿوري مان به ڪجهه ڏين ٿا. تن انسانيت جي لذت ورتي."

"سائل کي ڏيڻ به چڱو، پر سوال کان اڳ ڏيڻ بهتر. حقيقي سخي اهو آهي، جو سائل کي ڳولهيندو ٿو رهي."

"اوهان مان ڪي چوندا ته اسين ڏيڻ لاءِ تيار آهيون پر ڪو مستحق به ته هجي! خيال ڪريو ته جيڪڏهن اهڙي چوند اوهان جي باغن جا ميويدار وڻ به ڪن. ته هوند دنيا ميوي کان خالي ٿي وڃي. ميويدار وڻ، ميوو هن خيال سان نٿو ڏئي ته ڪير لائق کائيندو يا نالائق. هن کي فقط پنهنجي قدرت کان مليل ذات کي ظاهر ڪرڻو آهي، تنهن ڪري اول ڪُلندو آهي، پوءِ ميوو ڏيندو آهي ۽ وري ايندڙ فصل جي تياري ۾ لڳي ويندو آهي. محنت ڪري زمين جي پاتال مان رس چوسي، ميوو تيار ٿو ڪري انهيءَ لاءِ ته هر ڪو کائي."

پوءِ هڪ مزور چيو، "سائين، محنت بابت به ڪجهه ٻڌايو!"

بزرگ فرمايو: "محنت جو بهترين مظاهرو محبت آهي.

قدرت ڏينهن ـ رات محنت ڪندي ٿي رهي انهيءَ لاءِ ته انسان به سبق سکي، جو ته حياتي، اُمنگ کانسواءِ بي معنيٰ، اُمنگ، عقل کانسوءِ انڌو. عقل، محنت کان سواءِ خالي، دهل، ۽ محبت محنت کانسواءِ هڪ عذاب آهي."

"ڪوري ڪپڙو ٿو اُڻي ڪيس گهرجي ته هڪ هڪ تار اهڙي محنت سان وجهندو رهي، جو جڻ ته اهو ڪپڙو پنهنجي محبوبن لاءِ ٿو تيار ڪري."

"رازو گهر ٿو ٺاهي. ڪيس هڪ هڪ سر اهڙي پريم سان هڻڻ گهرجي جڻ ته انهيءَ گهر ۾ سندس پريتم اچي رهندو."

"آرائين باغ ٿو ويهاري. ڪيس هر هڪ ٻوٽي جي اهڙي سنڀال ڪرڻ گهرجي جو جڻ ته سندس باغ جو سمورو ميوو ۽ گل سندس حبيب اڳيان ويندا."

"هڪ پڳهاردار نوڪر اوهان جي روٽي ٿو ٺاهي ۽ هڪ ماءُ پنهنجي ٻچن لاءِ ماني ٿي ٻچائي." فرق ڏسو.

"دنيا جون زنده قومون فقط اهڙي محنت پيدا ڪري سگهيون آهن جا محبت سان معمور هجي."

تنهن ڪانپوءِ هڪ عورت چيو، "سائين، اسان کي ڏک سک بابت به ڪجهه ٻڌايو!"

بزرگ فرمايو ته، ڏک جڏهن پردي ۾ آهي ته ڏک آهي ۽ جڏهن بي نقاب ٿو ٿئي، تڏهن اوهان هن کي ٻيو نالو ڏيئي، سُک ٿا سڏيو. پوءِ ڇا ٿو ٿئي، جو جنهن چشمي کي اوهان پنهنجي ڙڪن جي پاڻيءَ سان ڀرپور ڪيو ٿا، انهي ساڳئي چشمي مان اوهان خوشي جا جام پيئندا ٿا رهو.

"ڏک جيترو اونهو اوهان جي وجود ۾ ويندو اوتري وڌيڪ اوهان وٽ خوشيءَ جي ماپڻ لاءِ جاءِ پيدا ڪندو."

"خيال ڪريو، جنهن جي ڪوزي ۾ اوهان فرحت ڏيندڙ شڌو پاڻي ٿا پيو سو اول اول ڪنهن ڪنڀر جي آويءَ ۾ جليو هوندو."

"يا جنهن بانسري جو مٺو آواز اوهان کي مست ڪندو ٿو رهي تنهن جو اندر ڪنهن تيز چاقو سان ڪوري خالي ڪيو آهي."

"جنهن وقت پاڻ کي بيحد خوش سمجهو، انهيءَ وقت مهرباني ڪري ٿورو غور ڪري ڏسو ته اوهان جي خوشي جي پيدا ٿيڻ جي جاءِ به ساڳي اُها آهي، جنهن مان ڪجهه اڳ درد پيدا ٿيندو رهيو يا نه؟"

"جيئن نر ۽ مادي قدرت جي بنايل جفت آهي، تيئن ڏک ۽ سُک به قدرتي جوڙو آهي، تنهن ڪري جي هڪ هوندو ته ٻئي جو هجڻ به لازمي آهي. پوءِ جي هڪ اوهان جي دسترخوان تي اوهان سان گڏ آهي، ته ٻيو وري بستري تي اوهان جو منتظر هوندو."

"حقيقت جي نظر سان ڏسبو تہ انسان، ڏک ۽ سک ٻنهي ٻن پارتين جي وچ ۾ هڪ کينهون؛ مثال آهي. هيڏانهن هڪ ڏک تہ هوڏانهن ٻئي جي مهہ ٻيز. اها بہ قدرت جي رانديگرن جي کيڏ ڇنبي، جو کينهون ٻنهي حالتن سان مانوس ٿيو وڃي."

پوءِ وري هڪ رازي چيو تہ "سائين، ڪجهہ اسان جي گهرن بابت بہ ٻڌايو!"

بزرگ فرمايو تہ "اوهان جا گهر وڏي پيماني تي اوهان جا اَڏيل آهن. ڪاش مان اوهان جا گهر ريتيءَ جي ذرن وانگر ميڙي مٺ ڀري هوا ۾ اڏائي سگهان!

"قدرت جا ٻار آهيو. اوهان کي قدرت جي ٺاهيل ڇت هيٺان رهڻ گهرجي، جيئن پنهنجون قدرت کان مليل طاقتون وڌائي سگهو. جهڙيءَ طرح وڻ، پکي ۽ ٻيا جاندار ٿا رهن."

"مون کي ٻڌايو تہ اوهان پنهنجن گهرن ۾ ڪهڙين قيمتي شين جي حفاظت ڪري ٿا سگهو؟ ڇا ڪسجي وڃڻ يا چوراڃجي وڃڻ جو خوف اوهان کي درن يا ديوارن اندر رهڻ لاءِ مجبور ٿو ڪري؟"

"ڇا اوهان جا گهر، اوهان جي ذهني قوتن جي حفاظت ڪري سگهن ٿا؟ اوهان جي دلي يا روحاني خوشي انهن گهرن ۾ محفوظ آهي؟"

"اوهان پنهنجي قدرت کان مليل حسن جي حفاظت گهرن اندر ڪري سگهو ٿا؟ جي انهن سڀني سوالن جو جواب نفيءَ ۾ آهي تہ آءٌ چوندس تہ اوهان جا گهر فقط عيش پرستي جا منارا ۽ اوهان جي ڪوڙيءَ وڏائي جون ثابتيون آهن."

"اوهان جا گهر اهڙا هئڻ گهرجن، جهڙا اکين جي بچاءَ لاءِ قدرت اوهان کي ڇپر ڏنا آهن، جن ۾ آرام جي وقت اوهان محفوظ رهي سگهو. نہ تہ اهي بنگلا ۽ ماڙيون اوهان جي بي حساب قوتن کي زائل ڪري ڇڏينديون. اهي پلنگ ۽ آرام ڪرسيون اوهان مان جوانمردي ڪڍي ڇڏينديون. وڏين وڏين ديوارين جي اندر رهڻ ڪري اوهان جي تندرستي خراب ٿيندي. تازي هوا نہ ملڻ ڪري اوهان جو حسن بہ ويندو رهندو ۽ اها ٿڌي ڇانو ۽ آسائش اوهان کي اهڙو بيڪار ڪري ڇڏيندي، جو اوهان ڪنهن بہ سختي سهڻ لائق نہ رهندا."

تنهن ڪانپوءِ هڪ واپاري چيو تہ : "سائين، واپار بابت بہ ڪجھ ٻڌايو!"

بزرگ فرمايو: "اوهان جو ڌنڌو ڏاڍو شاندار آهي ۽ اوهان ڪڏهن بہ محتاج نہ ٿيندا جي اوهان قدرت جي ڏي ـ وٺ جي اصول تي هلندا. ڌرتيءَ مان مليل يا هٿ ڪيل نعمتن جي اهڙي مناسبا ڪريو جيئن هر ڪو پنهنجي ڪيل محنت جو ميوو هٿ ڪري راضي رهي، پر جيڪڏهن اوهان جي مناسبا، محبت ۽ انصاف تي ٻڌل نہ هوندي تہ اوهان مان ڪي حريص ٿي پوندا تہ ڪي وري بکيا رهجي ويندا.

"اوهان وٽ وهوار سانگي ڪيترائي ڪاسبي ايندا ڪڙمي، باغائي، ڪوري، موچي، ڪنهار ۽ ٻيا پنهنجي محنت جا ڦل کڻي اوهان وٽ ايندا. اوهان کين محبت ۽ سچائي سان يقين ڏياريندا رهو تہ حقدار کي ضرورت حق پلئہ پوندو. جيڪڏهن انهن مان هڪ بہ هٿين خالي پنهنجي گهر موٽيو تہ قدرت جو ڪوپ اوهان تي ڪرندو، جو تہ جي قدرت پنهنجي هر هڪ ٻچي جون روزانيون ضرورتون پوريون ٿيل نہ ڏسندي تہ ظلم ڪندڙ کي سک سمهڻ ڪين ڏيندي. اڄ نہ سڀاڻ، خود ڪان، نہ تہ سندس پوين ڪان، سمورو حساب ڪتاب چڪتو ڪري وٺندي."

پوءِ هڪ منصف اڳتي وڌي آيو ۽ چيائين، تہ "سائين، اسان کي ڪجھ ڏوھ ۽ سزا بابت بہ ٻڌايو!"

برزگ فرمايو: "جڏهن اوهان جو روح (جو اوهان جو سچو رهبر آهي) غير حاضر آهي ۽ اوهين اڪيلا ۽ بي رهبر آهيو، تڏهن اوهان ٻين جو ڏوھ ٿا ڪريو. اهو حقيقت ۾ پاڻ تي ظلم ٿا ڪريو.

"هر انسان تي ٽن قوتن جو حڪم ٿو هلي: هڪ سندس "صالح" حصي جو، جنهن کي "نوري" حصو بہ چئجي ٿو، ٻيو "انسانيت جي حصي جو" ۽ ٽيون "حيوانيت جي حصي جو"، اهو حيوانيت جو حصو اوهان جو غلام آهي. اوهين جيئن هن کي چوندا، تيئن

ڪندو. اوهان جو نوري حصو ڏوھ ۾ گناھ کان پاڪ. باقي رهيو اوهان جو انساني حصو جو گناھ به ڪري ٿو ۽ سزا به ڀوڳي ٿو.

اوهان جڏهن ڪنهن ڏوهيءَ جو ذڪر ڪندا آهيو ته انهيءَ معلوم ٿيندو آهي ڇڻ ته هو اوهان مان هڪ فرد نه آهي، بلڪ ڪنهن ٻيءَ دنيا جو رهواسي آهي. ياد رکو ته انسانن مان جيڪو نيڪ کان نيڪ يا پاڪ کان پاڪ انسان آهي، سو به انسانيت جي دائري کان مٿي نٿو ٿي سگهي. خراب ۾ خراب انسان به هڪ حد کان هيٺ نٿو ڪري، جو ته انهيءَ ڪريل حالت ۾ به هو اوهان جي سماج جي هڪ فرد ليکجڻ ۾ ايندو. جيئن وڻ جي هر هڪ پن پنهنجي ساوڪ تڏهن ڇڏيندو جڏهن ان وڻ جو اندروني انتظامي ڪيس حڪم ڪندو، تيئن ڏوهي به ڏوھ تڏهن ڪري سگهندو جڏهن اسان جو سماج هن کي بري ڪم لاءِ ميدان تيار ڪندو.

"هڪ وڏي لشڪر مان باقاعدي قدم کڻندي جيڪڏهن ڪو سپاهي ڪنهن پٿر تان ٿاٻو کائي ڪري ٿو پوي ته ڏوهي! سچ پچ ٻڌايو ته خطا ڪنهن جي؟ يقيناً انهن جي، جي هن کان اڳ اُتان لنگهيا، پر انهيءَ پٿر کي پري نه ڪياٿون، جنهن تان ٿاٻو کائي هيءَ گنهگار ڪري پيو ۽ ڪرندي ڪرندي به پنهنجي پٺيان ايندڙن کي خبردار ڪندو ويو ته سنڀالي لنگهن، متان ڪين به ٿاٻو نه اچي. تنهن ڪري اٿين نه سمجهو ته ٻي ڏوهي سچ پچ ٻي ڏوهي هئا، ڇاڪاڻ نه ٿاٻو ڪين کاڌائون ۽ ٿاٻو کائي ڪرڻ وارو يقيناً ڏوهي هو، ڇاڪاڻ ته ڪري پيو. جو نه هيئن چئو ته انهيءَ ڪرڻ واري اڳين جو ڏوھ به پنهنجي سر تي کنيو ۽ پوين لاءِ به رستو صاف ڪري ڇڏيو."

"هڪ ڪوري اڇيون ۽ ڪاريون تندون گڏ اُڻندو ٿو وڃي، پوءِ جيڪڏهن ڪا ڪاري تند ڇڄي پوي ته ڪوريءَ کي گهرجي ته اُڻڻ بند ڪري پنهنجي آڌاڻي کي جاچي ڏسي نه متان اڳتي هلي ڪي سفيد تندون به ڇڄي پون."

"ڪنهن عمارت جي اڏاوت ڪندي ڪن پٿرن کي زمين اندر پوريو ۽ ڪن کي چوٽي تي ٻيهاريو ويو آهي نه ته عمارت ڪين ٺهي سگهندي. پوءِ اوهان ڪيئن چئي سگهندا

تہ ميليان پٽر مٽيس پٿرن کان ذليل آهن. آخر ڪن کي تہ ضرورت هيٺ ڪرڻو آهي، جيئن هيا مٿي چڙهن."

پوءِ هڪ نواجوان چيو تہ "سائين، دوستي بابت بہ ڪجهہ ٻڌايو!"

بزرگ فرمايو: دوست! اوهان جي ضرورتن جو پيار ڀريو جواب آهي. دوستي هڪ اهڙو فصل آهي، جو محبت سان پوکبو آهي ۽ شڪريي سان لڻبو آهي. جيڪڏهن اوهان جو دوست خاموش آهي تہ کيس خاموش نہ سمجهو، ڇو تہ دوستي جو سڪوت ايتريقدر فصيح آهي، جو هر هڪ لطيف خيال، پياري اُميد، مٺي نصيحت ۽ اندروني خوشيءَ جو اظهار انهيءَ گنگي طريقي سان ممڪن ٿيو پوي ۽ ناطق زبان ڪُٺيو پوي.

"دوستي فقط دوستي خاطر ڪجو ڇو تہ جيڪا دوستي ڪنهن مطلب لاءِ ڪئي ٿي وڃي سا دوستي نہ آهي پر هڪ جار آهي، جنهن ۾ صيد ۽ صياد ٻيئي ڦاسن."

"پنهنجي دوست کان ڳالهہ نہ لڪايو. جيڪڏهن هن کي فقط اوهان جي نيڪيءَ جي ڄاڻ آهي تہ پنهنجون اوڻايون بہ مٿس ظاهر ڪيو."

پوءِ هڪ شاگرد چيو تہ "سائين، تقرير بابت اوهان جو ڪهڙو خيال آهي؟."

بزرگ فرمايو: "جڏهن اوهان جو پنهنجي خيالات سان جهيڙو ٿيندو آهي. تڏهن اوهان مجبوراً گفتگو شروع ڪندا آهيو. ڇو تہ جو شخص پنهنجي دل جي صحبت کان محروم ٿو ٿئي تنهن کي لاچار پنهنجي زبان جي صحبت اختيار ڪرڻي ٿي پوي. جيئن کيس پنهنجي آواز مان مزو اچي."

"تقرير ڪرڻ وقت اوهان کي پنهنجي خيالات کي مارڻو ٿو پوي ڇو تہ خيال هڪ آزاد پکي آهي جنهن کي لفظن جي پڃري ۾ جيڪڏهن قيد ڪبو تہ هو ڦٿڪي ڦٿڪي دم ڏيندو....."

"اوهان مان ڪي اهڙا آهن جن کي گهٽيءَ گ لهائڻ وارن جي سنگت پسند آهي. جو
تہ اعتقادي جي خاموشي سندس ضمير جي اڳيان سندن افعالن جي اگهاڙي تصوير اچي ٿي
پيش ڪري، جا هو ڏسڻ نٿا گهرن."

پوءِ هڪ شخص چيو تہ "سائين قوم بابت اوهان جو ڇا خيال آهي؟"

بزرگ فرمايو: "منهنجا دوستو! افسوس ڪاٿو انهيءَ قوم تي جا وهم ۽ وسوسي
سان ڀريل ۽ مذهب کان خالي آهي. افسوس ڪاٿو انهيءَ قوم تي جا ڪپڙا ٻاتي ٿي پر ڌارين
جا لهيل. روٽي کائي ٿي پر پراڻي پوکيل اَن جي."

"افسوس ڪاٿو انهيءَ قوم تي جا جابر کي هيرو ۽ ظالم کي سخي ٿي سمجهي."

"افسوس ڪاٿو انهيءَ قوم تي جنهن جون دانهون فقط پنهنجن جنازن تي بلند ۽
ٿيون اچن. جا پنهنجي برباديءَ تي بہ فخر ڪندي ٿي رهي."

"افسوس ڪاٿو انهيءَ قوم تي. جنهن جا اڳواڻ شيطان کان گهٽ نہ آهن. جنهن جو
فيلسوف مداري ۽ جنهن جو هنر فقط نقل ڪرڻ آهي."

"افسوس ڪاٿو انهيءَ قوم تي جنهن جا مدبر گونگا ۽ ٻوڙا آهن ۽ جنهن جا نوجوان
اڃا پينگهن مان هيٺ لهڻ نٿا گهرن."

"افسوس ڪاٿو انهيءَ قوم تي جا ٽڪرا ٽڪرا ٿي پيئي آهي ۽ جنهن جو هر هڪ
ٽڪرو پاڻ کي پوري قوم ٿو سمجهي."

آخر ۾ هڪ عابد چيو تہ "سائين! مذهب بابت ڪجهہ ٻڌايو!"

بزرگ فرمايو: "هن وقت تائين مذهب کان سواءِ ڪنهن ٻئي موضوع تي
ڳالهايو اٿم ڇا؟ انساني زندگيءَ جو هر هڪ پهلو جنهن تي سوچ يا گهڻو پهلو ڪرڻو پوي
ٿو. سو مذهب جو هڪ جدا باب آهي. سزا يا جزا انسان جي عمل تي منحصر آهي."

## 2.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| آغوش | جهولي، گود |
| تمهيد | آغاز، ابتدا |
| خادم | خدمت ڪندڙ |
| مخدوم | جنهن جي خدمت ڪئي وڃي |
| مهري | ان صاف ڪرڻ لاءِ ڪتب ايندڙ ڏندو |
| تخم | ٻج، نسل وڌائڻ وارو مادو |
| سائل | سوال ڪندڙ |
| مستحق | حقدار |
| پريتم | جنهن کي پيار ڪجي |
| نقاب | پوش، پردو |
| جُفت | ٻڌي، جوڙو جوڙو |
| دسترخوان | کاڌي کائڻ وقت وڇائڻ وارو ڪپڙو |
| وهنوار | ڪاروبار، ڏيتي ليتي |
| ڪاسبي | مزوري ڪندڙ |
| ڪڙمي | هاري، ڪڙمت ڪندڙ |
| ڪوپ | ڏمر، ناراضگي |
| اوڻائي | خامي، ڪمزوري |
| سُڪوت | خاموش، جدائي |
| جزا | اجر، اجرو |

| | |
|---|---|
| ٿهه | ٽوٽڙ، سنگن جا اهي ڇلڪا، جن ۾ اُن تيار ٿيندو آهي. |
| آوي | ڪنهن جي ٿانون پچائڻ واري ڪوري |
| صيد | شڪار |
| صياد | شڪاري، شڪار ڪندڙ |

## 2.5 خود آزمائي نمبر 2

### سوال نمبر (1)

**هيٺيان حوالا ڏيئي، سمجهايو:**

(1) "ميويدار وڻ، ميوو هن خيال سان نٿو ڏئي ته ڪو لائق ڪائيندو يا نالائق؟"

(2) "محنت جو بهترين مظاهرو محبت آهي."

(3) "دوستي فقط دوستي خاطر ڪجو، ڇو ته جا دوستي ڪنهن مطلب لاءِ ڪئي ٿي وڃي سان دوستي نه آهي."

(4) "ميرو ڪپڙو هجي ته لاهي اُڇلايان پر بدن جي کل ته ايذاءِ ڪانسواءِ ڪين لهندي."

### سوال نمبر (2)

**هيٺ ڏنل سوالن جا مختصر جواب لکو:**

(1) بزرگ محبت جي باري ۾ ڇا وراڻيو؟

(2) بزرگ خيرات بابت ڪهڙي هدايت ڪئي؟

(3) محنت لاءِ بزرگ ڇا فرمايو؟

# 3. خود آزمائشن جا جواب

## خود آزمائشي نمبر 1

### سوال نمبر (1)

(1) آمريڪا جي شهر شڪاگو ۾ اها پهرين جڳ مشهور هلچل هلي هئي.

(2) پورهيتن اها هلچل پهرين مئي 1886ع ۾ هلائي هئي.

(3) پورهيتن جي اهم گهر اها هئي ته "اهي سورهن ڪلاڪن جي بجاءِ اٺ ڪلاڪ ڪم ڪندا."

(4) دراصل سرمائيدارن ۽ مزورن جي انهيءَ طبقاتي جنگ جو پورهيتن جي پورهئي جي ڦرمار ۽ ڦرلٽ ئي پايو وڌو هو.

(5) مالڪ ۽ مزور جي انهيءَ جهيڙي جي سماجي سبب اهو هو جو جيئن جاگيرداري سرشتي ۾ هاري ڪي جاگيردار پيو ڦريندو آهي، تيئن سرمائيداري نظام ۾ وري پورهيت ڦربو آهي، سرمائيدارن جي هٿان. سو هتي به پيدوار جي انهيءَ ان برابري ۽ ناانصافيءَ واري ورج جهيڙيءَ جو باعث بڻي.

(6) مزورن مٿان ٿيندڙ ظلم ڪين هڪ ڳالهه تي متفق ڪيو هو.

(7) سرمائيدار سرشتي جو پايو مشيني دور ۾ پيو.

(8) مزورن پنهنجي حقن ميجرائڻ لاءِ ٽريڊ يونينون قائم ڪري، منظم نموني هلچل هلائي.

### سوال نمبر (2)

هر مل جو مالڪ چاهي پيو ته سندس پيدوار وڌي ۽ وڪرو ٿي مل جي پيٽ ۾ گهٽجو نٿي. ان لاءِ ضروري هو ته مزور گهٽو وقت ڪم ڪري. پر مال جي گهٽي وڪري جو

دارومدار مال جي سستي هجڻ تي هو. مال سستو ان صورت ۾ ٿي پئي سگهيو، جڏهن ان تي خرچ گهٽ اچي. خرچ ان حالت ۾ گهٽ اچي پيو، جنهن حالت ۾ مزور کي رقم گهٽ ڏجي، تنهن ڪري هر ڪارخانيدار انهيءَ ڪوشش ۾ رهيو ته وٽس مزور ڪم گهڻو ڪن، پر اُجرت ڪيس گهٽ ڏيڻي پوي.

# خود آزمائشي نمبر 2

## سوال نمبر (1)

(1) اهي سٽون، مصطفيٰ جي نصيحت واري مضمون تان ورتل آهن. اهي جملا بزرگ هڪ دولتمند طرفان خيرات بابت پڇيل سوالن جي جواب ۾ چيا هئا، جن جو مقصد آهي ته خيرات ڏيڻ ۾ صرف نيت سچي ڪرڻ گهرجي. ان ڳالهه کي نه نهارجي ته سوال ڪندڙ خيرات کي ڪهڙي مقصد لاءِ ڪتب آڻيندو.

(2) هيءُ جملو "مصطفيٰ جي نصيحت" واري مضمون ۾ موجود آهي ۽ بزرگ هڪ مزور کي محنت بابت ٻڌائيندي چيو هو. ان جو مقصد آهي ته جيڪڏهن محنت ڪرڻ ۾ محبت، خلوص ۽ ايمانداري شامل آهي ته پوءِ پڪ اڳتي ان جو اُجرو به بهتر ملندو.

(3) هي سٽون "مصطفيٰ جي نصيحت" واري مضمون مان کنيون ويون آهن جيڪي هڪ نوجوان طرفان بزرگ کان دوستي بابت پڇيل سوال جي جواب ۾ بزرگ جون چيل آهن. انهن جو مطلب آهي ته دوستي اها آهي جيڪا ڏکئي وقت ۾ ڪم اچي، پر جيڪڏهن لالچ رکي دوستي ڪبي ته پوءِ اها دوستي نه چئبي.

(4) هي سٽون "مصطفيٰ جي نصيحت" واري مضمون مان کنيون ويون آهن. هن شهر کي ڇڏيندي پنهنجي يادن جي وهڪري ۾ وهندي چوي ٿو ته هي شهر ڇڏڻ درد ۽ تڪليف ڏيڻ کان گهٽ ڪونهي ڇو جو ميرو ڪپڙو ته لاهي اڇلائي ڇڏجي ٿو پر بدن جي کل ته ايذاءُ ۽ تڪليف کان سواءِ نٿي لهي.

## سوال نمبر (2)

هيٺ لکيل سوالن جا مختصر جواب ڏيو:

(1) محبت جي باري ۾ بزرگ هدايت ڪئي ته محبت جي دنيا نرالي آهي. ان دنيا ۾ تخت ۽ تختي يعني ڪاميابي يا ناڪامي، فائدي يا نقصان جو ڪو به تصور ناهي. ان دنيا جي هر خوشيءَ جي ابتدا غم مان شيندي آهي، پر اها فقط محبت آهي، جيڪا هر جاندار کي عام طور تي ۽ خاص طور تي انسانن کي اتحاد ۽ اتفاق ۾ رکي سگهي ٿي.

(2) بزرگ خيرات جي ڏس ۾ چيو ته اها پنهنجي مشهوري ۽ نالي پيدا ڪرڻ لاءِ نه ڏجي ۽ نه ان جي ڏيڻ مهل اهو ڏسجي ته خيرات جنهن کي ملي ٿي اهو ان کي ڪهڙي مقصد ۾ ڪتب آڻيندو. خيرات ڏيڻ وقت، ڏيندڙ کي سچي نيت ڪرڻ کپي ۽ بس.

(3) محنت جي ڳالهه ڪندي، بزرگ چيو ته هر ڪم جيڪو اوهان جي حوالي سان ڪيو ويو آهي، ان کي پوري ڪرڻ وقت محبت، ايمانداري ۽ سچائي جو مظاهرو ڪيو. ان ڪم ۾ لالچ نه ڪيو. دنيا ۾ اهي ئي قومون زنده ليکجن ٿيون جن محنت کي محبت کان الڳ نه ڪيو.

# يونٽ جو تعارف

**شاگرد ساٿيو!**

شاعريءَ واري حصي جو هيءُ ٻيو يونٽ آهي. هن يونٽ ۾ سنڌيءَ جي ڇهن اهم ۽ عظيم شاعرن جي احوالن سان گڏ سندن شاعريءَ مان به مثال ڏنا ويا آهن. اسان کي پڪ آهي ته هن يونٽ پڙهڻ کانپوءِ اوهين انهيءَ لائق ٿي ويندا جو:

## يونٽ جا مقصد

(1) شاعرن جي زندگين جي احوال کان آگاهه ٿي سگهندا.

(2) لفظن جي معنيٰ وسيلي شاعرن جي ڏنل پيغام کي سمجهي سگهندا.

(3) شاعرن جي ڪلام جو مقصد سمجهي سگهندا.

(4) شاعرن جي شعري روايتن کان واقف ٿي سگهندا.

# فهرست

صفحو

# 1. قاضي قادن

## 1.1 تعارف

قاضي قادن جا وڏا اصل سيوهڻ جا هئا پر پوءِ بکر ۾ اچي رهيا هئا۽ ڪري قاضي صاحب کي ڪن عالمن "سيوستاني" يعني سيوهڻ جي پراڻي نالي سيوستان جو سڏيو آهي ته ڪن وري بکر جو هئڻ ڪري "بکري" چيو آهي

سنڌ جو پهريون ۽ مڪمل شاعر آهي قاضي قادن ابجد جو علم ڄاڻندڙ هو. سلوڪ جي رستن ۾ ڏاڍيون رياضتون ڪيل هئس. حرمين شريف جي زيارت ڪيل هئس. سنڌ ۾ ارغونن جي حڪومت جو وڏو قاضي مقرر ٿي رهيو

قاضي قادن جا ست بيت سڀ کان پهرين شاه ڪريم جي ڪلام جي پڇاڙي ۾ ڏنا ويا هئا. پر 1978ع ڌاري هندوستان جي هرياڻا صوبي جي ننڍڙي ڳوٺ راتيلا جي صديون پراڻي مندر جي کنڊرن مان پراڻي ديوناگري رسم الخط ۾ لکيل 112 بيت هٿ آيا. ان کانپوءِ هندوستان جي وڏي عالم هيري ٺڪر انهن بيتن کي موجوده سنڌي ۾ ترتيب ڏيئي ڪتابي شڪل ۾ پڌرو ڪيو. قاضي قادن جو ڪلام نج سنڌي ٻولي جي هئڻ جي ڪري هن ۾ محاورا، عوامي قصا توڙي تاريخي داستان به شامل آهن. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته قاضي صاحب جو سنڌ جي تاريخ سان گهرو واسطو رهيو آهي. هو پنهنجي وقت جي هڪ عظيم شخصيت هو جنهن کي ان زماني جي علمي ۽ سياسي حلقن ۾ به خاص اهميت حاصل هئي. قاضي قادن 958ھ برابر 1551ع ۾ وفات ڪئي.

## 1.2 بيت

1. زيران زبران آيتان، اڪر انتَ نہ پار
هيڪڙيو ايمان ۾، لهڻ سڀني سار

2. ڪنز قدوري ڪافيا، ڪي ڪتب پڙهيام
سو ڏيهو ئي ڪو ٻيو، جان ٿي پرين لڌام

3. اڪر ٻيا وسار، الف اڳهون ٿي ياد ڪر
سوتون ڏيئو ٻار، جو نہ اجهنبي ڪڏهين

4. لائي لام الف سان، ڪاتب لکين جيئن
مون هنيڙو پريان سان، لڳو آهي تيئن

5. دل اندر درياو ٻُڃڻ ڪيا سمندر ڪل
ماڻڪ اِهَ سرياو، چڱي چوکي نہ ڪٽي

6. ڪايا مُهہ ڏيئي، ٻيڻا جي درياءَ ۾
پسندا سيئي، ماڻڪ اکڙين سين

7. جي سانو رو سُڌ لَهي، ڪنولان سندي ڪاءِ
تہ پيو پاتال ۾، هوندو نہ متي، ڪاءِ

8 اڪ اندر سريو، جاڳي پَسُ جوانُ
منجهيئي مَحڪ ٿيئي، منجهيني مُلتان

9 جوڳي جاڳا يوس، سٽو هنس ننڊ ۾
تهان پيو ٿيوس، سڌي پريان پيچري

10 سونيرڀان سنهڙو، جتن ڪيوڙ نه ٿنيو
توکي اکيڙين ۾، پرين پيندو ڪنيو

## 1.3 ڏکين لفظن جي معنیٰ

| | |
|---|---|
| انت | آخر |
| هيڪڙيو | فقط هڪ |
| ڪوڙين | ڪروڙين (انيڪ) |
| ايھ | اِها |
| جان جان | اِتان اِتان |
| ڪافيا | ديني فقھ جا ڪتاب |
| لوڪ | دنيا جا ماڻهو |
| اڳهون | سڀ کان اڳ |
| اجهنپ | اجهامي، وسامي |
| ڪَلَ | پتو، ڄاڻ |
| مُهِ | منهن |
| بيئا | هڪ قدم نہ چُريا |
| سيئي | اهي ئي |
| سالورو | ڏيڏر |
| سڌ | ڄاڻ، خبر |
| ڪنولان | ڪنول جا گل |
| پاتال | تلاءَ جو ترو |
| سريو | سڌ ٿيڻ، حاصل ٿيڻ |
| سوٿيڙيان | سنهڙي سٽي ڪان |

## 1.4 قاضي قادن جي بيتن جي سمجهاڻي

**بيت نمبر 1**

زيرن، زبرن، آيتن ۽ اکرن جو ڪو انت پار نہ آهي. فقط پڪو ڀروسو رکڻ سان پرين سيني جي سار لهن ٿا.

**بيت نمبر 2**

ديني فقہ ۽ ويا ڪرڻ جا ڪتاب، ڪنز قدوري ڪافيا انهن ما ڪو بہ ڪو نہ پڙهيو اٿم. اهو هنڌ ٿي ڪو ٻيو آهي، جتان ٿي پنهنجي پريتم کي پاتو اٿم.

**بيت نمبر 3**

ٻيا سڀ اکر وساري، سڀ ڪان اڳ الف (الله) جو اکر ياد ڪر اهو ڏيئو ٻار، جو ڪڏهن بہ نہ وسامي.

**بيت نمبر 4**

اي ڪاتب! (لکڻ وارا). تون الله لکڻ وقت جيئن الف کي لام (ل) سان جوڙي لکين ٿو، منهنجو من پنهنجي پرين سان اٿين ٿي جڙيل آهي.

**بيت نمبر 5**

دل اندر ٿي درياهہ آهي، سمنڊ جو پتو چو ٻيو ٻچين، دل جي درياهہ ۾ موتي ماڻڪ پيا آهن تون چوندي سچا ماڻڪ ڪٽين ٿي نٿو.

**بيت نمبر 6**

جيڪي پنهنجي سرير ڏانهن منهن ڪري سرير روپي درياهہ اندر گهرندا، اُهي ئي پنهنجي اکين سان املهہ ماڻڪن جو درشن ڪندا.

### بيت نمبر 7

جيڪڏهن ڏيلڙ ڪي اها ڄاڻ هجي ته تلاءُ ۾ ڪنول به آهن ته اهو جيڪر ٻه تال ۾ ويهي متي نه ڪاٽي

### بيت نمبر 8

اي جوان، تون سجاڳ ٿي ڏس، تنهنجي اک اندر ئي سڀ مهيا آهي. مصر به تنهنجي اندر ۾ آهي ته ملتان به تنهنجي من ۾ آهي.

### بيت نمبر 9

من غفلت جي ننڊ ۾ ستو پيو هوس، اچي جوڳي مونکي جاڳايو، منهنجي من مان ميران ڪڍي، مون کي محبوب جو سڏ، پيچرو ڏيکاريائين.

### بيت نمبر 10

پرين ته سنهڙي سٽي ڪن ٿا سنهڙو آهي. تو ان ني اکين ۾ سمائڻ لاءِ ان مطابق ڪوشش ئي نه ڪئي آهي. تنهنجي اکڙين ۾ پرين ڪيئن سمائجي سگهندو.

# 2. شاهه ڪريم

(1537ع-1621ع)

## 2.1 تعارف

سيد عبدالڪريم بلڙي وارو متعلوي سادات مان هو. سن 944 هجري (38-1537ع) ۾ ڄائو ۽ سن 1030 هه (22-1621ع) ۾ وفات ڪيائين. سڄو ڏينهن عبادت ۾ مشغول رهندو هو. سندس حياتي ۽ ڪرامتن جا احوال، ڪتاب "بيان العارفين في تنبيه الغافلين" ۾ ڏنل آهي، جو ميان محمد رضا عرف مير دريائي ٺٽوي، سندس وفات کان اٺ ورهيه پوءِ، يعني 1038 هه ۾ تصنيف ڪيو.

شاهه ڪريم جا مقولا ۽ ارشاد "بيان العارفين" ۾ جمع ٿيل آهي، جو فارسيءَ ۾ لکيل آهي. سنڌي بيت به چيا اٿس، جي ڏهڙن جي شڪل ۾ آهن ۽ سنڌي شعر جي پهرين ڪڙي سمجهيا وڃن ٿا.

## 2.2 بيت

1. مُورک مُور نه سَمجهنا، هيڏانهن هوڏانهن ڪن
ڪَنڌَ جنين اکيين ۾، سي ڪيئن پرين پسن.

2. سڄڻ ساعت هيڪڙي، جي ٿئي اکيئون ڌار
ته ڪر سڀ ڄمار، ڏٺوسين نه ڪڏهين.

3. مجازي موهي، ڪڏهن ويندءِ نڪري
اکڙيون توهي، مڃڻ وهين وسهي.

4. جي جاڳندي مَن ۾، سُتي پڻ سيئي
مَن پريان نيئي، پکيهو پاڻ گري.

5. پاڻياريءَ، سِر ڀِڙُو، جَر تي ڀڪي جيئن،
اسان سڄڻ تيئن رهيو آهي روح ۾.

6. وَرُ سا سُڃي ويڙ، جتي سَڄَڻُ هيڪڙو
سو ماڳوني ڦير، جتي ڪوڙ، ڪمائوئين.

7. چاڄَر ڇُڳيرن، گهور نه اچي گهاتوئين
اڪيون اُنين سنديون، ڪڏا ڪروُن پُڇن.

8. هنجهه تنئين هوءِ، اونهي ۾ اوڙاهه جو
اي ڪانيرو ڪوءِ، چاچر ۾ چيرون ڪري.

## 2.3 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| مُتعلوِي | متيارين جي رهڻ وارن کي عربن انهيءَ اُچار سان لکيو آهي. |
| مورک | موڳو، اڄاڻ |
| مُور | اصل، بلڪل |
| ٻجهڻ | سمجهڻ |
| ڪَتَرَ | ڪَڪُ. ڦلو يا نفرت. بغض |
| ٻڌيون | خالي. خشڪ |
| ڍانڍا | برتن. ڍانچا. ڏُهرو جسم |
| مجازي | مجاز وارا |
| موهي | لالچ ڏيئي |
| ميڄ | متان |
| وِسَهُ | اعتبار، ڀروسو، يقين |
| ڏکڻُ | ڏک هڻڻ، ڪُٽڻ |
| سُڃو | سکڻو، ويران، برباد |
| ڳرلائڻ | سُوري ڀهنجو ڪرڻ، ويجهو ڪرڻ، سيني سان لڳائڻ |
| ڀاٽياري | ڀاٽي ڀرڻ واري |
| سِرُ | مٽو |
| ڀهڙو | ڀيلهڙو |
| جَرُ | ڀاٽي |
| وَرُ | ڦيرو |

| | |
|---|---|
| ور ڪرڻ | رخ موڙي وڃڻ، ڇڏي ڏيڻ |
| ماڳ | هنڌ، جاءِ |
| ڪماڙوٽڻ | ڪوڙ ڳالهائيندڙ ڪوڙ جو ڪاروبار ڪندڙ |
| جاچر | درياءَ جي ڪناري وارو گهٽ پاڻي، بيٺل يا خراب پاڻي |
| ڇڳبر | بزدل، ڊڄڻو |
| ڪڏا | پاڻي جون ڪڏون، جتي ٻڏڻ جو خطرو رهجي |
| ڪرون | پاڻي جا نشان |
| گهاتو | گهتون هڻندڙ، اڻموٽ، بهادر، پاڻي کان نه ڊڄندڙ، شڪاري |
| اوڙاهه | وڏو پاڻي |
| ڪانيرو | درياهي پکي |
| چيرون ڪري | خوشيون ملهائي |

وٽي پڻ وٽ قابو ڪيو آهي ۽ هاڻي جاڳندي توڙي سُتي ۾ سڄڻ سا ملاقات ٿيندي رهندي آهي

**بيت نمبر 5**

پاڻيءَ جو ڪو ڦڪي جڏهن ترڻ لڳي ٿو تڏهن اُن پاڻي ۾ ڦڪيءَ جي وچ ۾ وار جي ٻ وٿي ڪانہ بچندي آهي. منهنجي مَنَ ۽ محبوب جي وچ ۾ ڪا ٻہ وٿي رهيل ناهي

**بيت نمبر 6**

اها جاءِ يا ماڳ مڪان جتي ٻيو ڪو ٻہ نہ هجي پر جيڪڏهن پرين موجود آهي تہ اهو هنڌ بابرڪت آهي. اتي وڃڻ ٻہ سجايو آهي. اهڙو هنڌ يا ماڳ جڏي ڏين گهرجي. جتي موجود ماڻهن وٽ رڳو ڪوڙ ٿو ڪمائجي.

**بيت نمبر 7**

بي همت ۽ ڏجڻا ماڻهو. ترڻ جي سڌ ڪري هلن تہ ٿا. پر درياءِ ڏسيو ڏهلجيو ٿا وڃن. اهي وچ ۾ وڃي ترڻ جو اصل لطف حاصل ڪرڻ جي بجاءِ ڪناري واري ننڍي پاڻي ۾ پاسي کان ويهي پاڻي جا نشان ڏسيو پيا خوش ٿين.
پر جيڪي دلير ۽ گهاتو يا شڪاري آهن ۽ ترڻ کان واقف آهن. تن کي درياه کان ڪو ٻ ڀئو ڪو نہ ٿو ٿئي اهي ٺي آهن. جيڪي وڏي ڪان وڏي پاڻي ۾ وڃي ترڻ جو اصل مزو ٿ ماڻين.

**بيت نمبر 8**

منجهہ ڦڪيءَ جو هنڌ وڏو پاڻي آهي. پر ننڍي ۽ خراب پاڻي ۾ جيڪو تُرڳي رهيو آهي اهو منجهہ نہ پر ڪانيرو ڦڪي آهي ٻنهي جي خاصيتن ۾ اهو ئي وڏو فرق آهي.

# 3. شاھ عبداللطيف ڀٽائي

(1689ع-1752ع)

## 3.1 تعارف

سنڌ جو ناميارو شاعر شاھ عبداللطيف ڀٽائي، حبيب شاھ جو فرزند ۽ شاھ عبدالڪريم بلڙي واري جو ٽڙ پوٽو هو. سندس وڏا، امير تيمور جي زماني ۾ سنڌ ۾ آيا هئا ۽ حيدرآباد ضلعي موجوده مٽياري جي هالا تعلقي ۾ اچي مقيم ٿيا.

شاھ عبداللطيف 1102 هجري، مطابق 1689ع ۾ ڄائو. ننڍي هوندي کان سندس طبع جو لاڙو فقيري ڏانهن هو. جواني ۾ عشق جي چوٽ لڳيس، جنهن رچائي رنگ ڪيس. ويهن ورهين جي عمر ۾ شادي ڪيائين، پر اولاد ڪو نہ ٿيس. شاھ صاحب سير ۽ سفر جو ڪوڏيو هو. راڳ سندس روح جي راحت هو. سندس شعر ۾ اهي سڀ خوبيون موجود آهن جيڪي هڪ الهامي شاعر ۾ هئڻ گهرجن.

پنهنجي والد جي وفات کانپوءِ اهو لڏي اچي هڪ واري جي ڀٽ تي رهيو ان ڪري کيس "ڀٽائي" ڪري چوندا آهن.

شاھ صاحب هجري 1165ھ برابر سن 1752ع ۾ صفر مهيني جي چوڏهين تاريخ وفات ڪئي. هر سال انهيءَ تاريخ تي ڀٽ تي ميلو لڳندو آهي.

## 3.2 سر ڪليان

1. تون حبيب، تون طبيب، تون درد جي دوا

جانب منھنجي جيءَ ۾، آزار جا انواع

صاحب! ڏيج شفا، ميان! مريضن کي.

2. تون حبيب، تون طبيب، تون درد جو دارون

دوا اُھين دل کي، تنھنجون تنوارون

ڪريان ٿي ڪارون، جڻ ٻکي ھنڌئون نه ٿيي.

3. تون حبيب، تون طبيب، تنھنجو وٽن وڃُ

تون ڏيين، تون لاھيين، تُنھنجو ھادي، ربُ

آھم اِڪِهُ عجب، جن واريو ويچ وھاريين.

4. تون حبيب، تون طبيب، تون دارون کي دردن

تون ڏيين، تون لاھيين، ڏاتر کي ڏکندن

تڏھن قصيو ز [illegible] امر ڪر ھوان کي.

## 3.3 سُر يمن ڪليان

1. ڇو ٿي پھتنگن کي، سنديون ڪامڻ خبرون

آٿئو وجھن آگ ۾، جي پنھنجو جيءُ

جيڏري جنين کي، لڳا نيزا نينھ جا.

2. پتنگ چايين پاڻ کي، تہ اَچي آگ اُجهاءِ
پچڻ گهڻا پچاشيا، تون پچڻ کي بچاءِ
واقف ٿي وساءِ، آگ نہ ڏجي عام کي.

3. پتنگن پَهہ ڪئو، مڙئا مٿي مَچَ
پسي لهس نہ لڇئا، سڙيا مٿي سَچ
سندا ڳچين ڳچ، ويچارن وڃائيا

4. چڙهئو چڪاسن چاءِ، آگ پرندي آئيا
وَهَسن واڙي ڦُل جن، محبتي مچ لاءِ
آئي پاڻ اڙاءِ، ڪٿي ڪوري وچ پر.

## 3.4 سر ڪنڀات

1. چوڏهينءَ چندا تون اُڀرين، سهسين ڪري سينگار
پَلَڪَ پريان جي نہ پڙين، جي جيلَن ڪريين هزار
جهڙو تون سڀ ڄمار، تهڙو دم دوست جو.

2. سهسين سجن اُڀري، چوراسي چندن
با الله، ري پرين، سڀ اُنداهي ياڻيان.

3. چندا چٽائي تُنهنجي، سياهيءَ پر سُور
لايان لال لڳن کي، چندن پري پُور
ڪومايو ڪپُور، مون واجهہ نيندي پريءَ کي

4. چنڊ! چئين حق، جي ورهين جي وچرين
ٻہ اکيون ٿئو نڪ، تو ۾ ناهه پرين جهو.

5. چنڊ! چئين سچ، جي مٿي مور نہ ڀائيين
ڪڏهين اڀرين سنهڙو، ڪڏهين اڀرين ڳچ
جو منهن ۾ ٻريئي مچ، سو پدم پريان جي پير ۾.

## 3.5 سُر ليلا چنيسر

1. ليلا! حيلا ڇڏ، جي تون سوهي! سڪيين
ڀائيءَ ڀاند ڳچيءَ ۾، ڀاڻ غريبيءَ ڳنڍ
هڏ نہ چندءَ لڏ، جي ڪارون آئين ڪاند ڪي.

2. جي ڪارون آئين ڪانڌ ڪي، تہ روئي ريجهائيج
ليلا! ليلائيج، ائين ماڳ منٿ جو.

3. جي ليلائي نہ لهين، تان پڻ ليلائيج
آسرم لاهيج، سڄڻ ڀاڄهيندڙ گهڻو.

4. سهيئي سهاڳڻيون، سيني ڳچيءَ هار
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، سهسين ڪن سينگار
ڍول تنين جي ڍار، هيئا هيون هلن جي.

# 3.6 ڏکين لفظن جي معنىٰ

## سر ڪليان

| | |
|---|---|
| آزار | تڪليف، مشڪلاتون |
| انواع | جمع آهي "نوع" جو. نوع = قسم، نمونو |
| شفاء | ڇوٽڪارو، نجات |
| دارون | علاج، دوا |
| تنوار | صدا، آواز، يادگيري |
| ڪارون | ڀڪارون |
| ٻُڪي | دوا جي پڙي |
| ٻنئون | ٻين ڪان، ٻين وٽان |
| ڊڀ | جهنگلي گاهه، سُتي، ڀساري جي دوا |
| هادي | هدايت ڏيندڙ |
| واريو | موٽايو |
| ويڄ | طبيب |
| ڏُکندو | ڏک، تڪليف، بيماري |
| ڦڪي | دوا جو وزن، دوا جي پڙي |
| آڳ | باهه |
| اُمر | حڪم |

## سُريمن ڪليان

| | |
|---|---|
| ڪامڻ | سڙڻ |
| جيءُ | جان، وجود |
| نيهه | عشق |

| | |
|---|---|
| چاشين | چوائين |
| اجهاءِ | وساءِ |
| جيرو | باھ جي جري |
| تَوَ | تپش، حرارت |
| سهاڻي | آسري تي، ڀروسي تي |
| اروت | ڪچڙو، سيڪڙات |
| ڪوريُ | پرندڙ باھ جو هنڌ، جتي سرون يا ٿانو پچن |
| پَهُ | فيصلو، عزم |
| لهس | گرمي |
| لچنا | ڊنا |
| گَڃُ | وڏو حصو |
| وهَنُ | خوش ٿيڻ |
| واڙي | رڍن ٻڪرين جي ڌڻ ويهارڻ واري جاءِ، باغيچو، گلن جي واڙي |
| ڦَلَ | گُل |
| اڙائڻ | داخل ڪرڻ، شامل ڪرڻ، وجهڻ |
| سهسين | بي شمار، ڪيترائي |
| پَلَڪَ | اکين جا پلڪ |
| پَلَڪُ | گهڙي، پَلُ، ساعت |
| حيلا | ڪوششون، جَتَنَ |
| جمار | عمر |
| دم | ساھ |
| بالله | الله سان، الله جو قسم |

| | |
|---|---|
| ري | ڪانسوء، بغير |
| چتاشي | روشني |
| مٺي | مٺيان، ڪاوڙ، ناراضگي |

## سُر ڪنڀات

| | |
|---|---|
| سياهي | ڪاراڻ، اونداهي |
| ڪپور | ڪافور |
| چڻين | چوان |
| وچرين | چڙين، ناراض ٿيڻ |
| ڇهو | جهڙو، وانگر |
| پَدم | جُتي، روشني |
| جهڪو ٿيڻ | گهٽجڻ |
| ڪوماڻ | (ماضي ڪوماڻو) شرمائڻ، مُرجهائڻ |
| قَمَرُ | چنڊ |
| تاٻ | غلام، حڪم هيٺ، خدمت ڪندڙ |
| ديکَڻُ | ڏسڻ |
| جوهر | روشني |
| جمال | حُسن |
| سوڀ | فتح، ڪاميابي |

## سُر ليلا چنيسر

| | |
|---|---|
| حيلا | بهانا، اجائي دليل بازي |
| پاند | جهولي، دامن |

## 3.7 سرڪليان جي بيتن جي سمجهاڻي

**بيت نمبر 1**

سالڪ پنهنجي مالڪ کي پڪاريندي چوي ٿو ته اي مالڪ! تون ئي منهنجو حبيب به آهين ۽ طبيب به آهين. منهنجي جسم ۾ قسمين قسمين بيماريون ۽ مرض آهن انهن مرضن مان تون ئي ڇوٽڪارو ڏيار.

**بيت نمبر 2**

منهنجو حبيب به تون ۽ طبيب به تون ئي آهين. منهنجي دردن جي دوا به تون آهين هي جي مرض لڳل اٿم، تن مان تنهنجي ذڪر سان شفا ملندي آهي. مان ان ڪري پڪارون پيو ڪيان ته هن بيماري جي دوا ٻيو ڪير به ڪري نه سگهندو

**بيت نمبر 3**

تون ئي حبيب تون ئي طبيب آهين. منهنجي بيمار جان جو علاج به تون آهين. اهي درد ۽ تڪليفون ڏين ۽ لاهڻ به تنهن جي هٿ ۾ آهن. هدايت ڏيندڙ ۽ جان جو مالڪ به تون آهين اها ئي حيراني اٿم ته جن مرضن جو علاج ويجن ۽ حڪيمن کان نٿو ٿئي اهو تون اهڙي انداز سان ڪريو ڇڏين. جو ويچ ڏسيو عبرت ٿا حاصل ڪن.

**بيت نمبر 4**

تون حبيب به آهين ۽ طبيب به تون ئي آهين ۽ تون ئي هنن دردن جي دوا درمل به آهين. اهي درد ۽ تڪليفون ڏين ۽ لاهڻ وارو به تون آهين. ظاهر ۾ بيشڪ انهن تڪليفن جو علاج دوائن وسيلي ٿئي ٿو. پر اهي به اثر ان مهل ڪن ٿيون جڏهن تون انهن کي حڪم ڏيئن ٿو

## 3.8 سُر يمن ڪلياڻ جي بيتن جي سمجهاڻي

### بيت نمبر 1

سالڪ شاعر کي صلاح ٿو ڏيئي تہ سڙڻ جون خبرون پتنگن کان پُڇ، جيڪي باھ ڏسڻ سان، پنهنجا جسم آڻيو ان ۾ اڙائين. (اهو ئي عشق آهي. انهن کي بہ عشق لڳل آهي، تڏهن بنا ڪنهن خوف خطري جي اچيو باھ ۾هان اڙائين.)

### بيت نمبر 2

جيڪڏهن اي سالڪ! تون بہ پنهنجي عشق کي پتنگ وانگر پختو ٿو ڄاڻين تہ اچ، اچي پنهنجي جسم جي ٿڌاڻ سان باھ کي وساءِ باھ جي تپش تہ هر شيءِ کي پچائيندي آهي، پر تون پاڻ ۾ اهڙي باھ پيدا ڪر، جو خود پچڻ بہ ان ۾ پچي وڃي. انهي راز کي پاڻ وٽ محفوظ رک ۽ هر ڪنهن کي ان کان آگاھ نہ ڪر.

### بيت نمبر 3

پتنگن تہ پچڻ جو پَهہُ ڪري ڇڏيو آهي. مَچ ڏسي، ڪيترن نہ خوشي خوشي ان جي چوڌاري گڏ ٿيا آهن. باھ ۾ تاءُ هوندي بہ اهي، ذري پر پوءِ نٿا ڪن. سچ تي سِرُ ڏيڻ وارا پهلا ڪيترن سِرَ جو سانگو ڪندا. اهي ويچارا سدائين سچ جي ڳولا ۾ رهندا آهن. هاڻي سچ ڏسي، پهلا پاڻ کي ان کان پري ڪيئن ڪندا. اهو ئي سبب آهي جو بنا خوف خطري جي اهي پنهنجي گهڻين جا گهچ ڪرايو ٿا ڇڏين.

### بيت نمبر 4

ڏيئو روشن ٿيو تہ اها روشني ڏسي، پتنگ ڪيترن نہ اچي ڪٺا ٿيا آهن. ڦيريون پايو سڙڻ ۽ ٻرڻ واريءَ جاءِ کي پيا ڏسن. مچ جا اهي محبتي، باھ ۾ سڙڻ لاءِ واڙيءَ جي گلن وانگر پيا ٽڙن ۽ خوش ٿين. تون بہ جي عاشق آهين تہ پتنگن وانگر ڪوريءَ ۾ خوشي سان ڪاهي پئو.

# 3.9 سُر کنهات جي بيتن جي سمجهاڻي

### بيت نمبر 1

اي چوڏهينءَ جا چنڊ، اُڀرڻ مهل تو برابر ڏاڍا سينگار ڪيا آهن. پهرين تون هزارين حيلا هلاءِ، پر پرينءَ جي پيرن؛ برابر به ڪو نه آهين. تنهنجي ساري عمر ۾ منهنجي محبوب جي هڪ پل جو جلوو، پوءِ به منهنجي محبوب جو جلوو توکان مٿي آهي.

### بيت نمبر 2

ڪيترا ئي سج اُڀرن ۽ چنڊ به ساڻن گڏجي روشنايون ڪن، پر خدا جو قسم ته جي منهنجو محبوب ناهي، ته اهو سڀ ڪجهه مون کي اونداهي مثل ٿو لڳي.

### بيت نمبر 3

اي چنڊ، اونداهيءَ ۾ تنهنجي روشني اهڙين تي لڳي، جن جسم جي ڪنهن حصي ۾ سور هجي. چندن جي خوشبوءِ واري هُور سان جسم کي ۽ گهَر کي ڪافور جو واس ڏنو اٿم. جو جو محبوب اچڻو آهي. محبوب جو انتظار ڪري ڪري اهي ٻئي پنهنجي پنهنجي خوشبوءِ جهڪي ڪري چڪا آهن پر سڄڻ اڃا ڪونهي آيو.

### بيت نمبر 4

اي چنڊ، مان توکي چوندس سچي ڳالهه پوءِ ڀلي ناراض ٿي. تو ۾ منهنجي محبوب وانگر به اکيون ۽ هڪ نڪ ته نظر ئي ڪو نه ٿو اچي.

### بيت نمبر 5

اي چنڊ، جي ڪاوڙ نه ڀانئين ته سچ چوانءِ، تون ڏس ته ڪڏهن سنهڙو ۽ ڪڏهن وڏو ٿي ٿيو اُڀرين. ڀلي ڪٿي منهن مان روشني جا مچ نڪرنئي، پر تون انهيءَ جتيءَ جي برابر به ناهين، جيڪا منهنجو محبوب پير ۾ پائيندو آهي.

# 3.10 سُر ليلا چنيسر جي بيتن جي سمجهاڻي

**بيت نمبر 1**

شاهه سائين هن بيت ۾ ليلا کي مخاطب ٿيندي فرمائي ٿو ته جيڪڏهن توکي پنهنجي مڙس کان پنهنجي خطا معاف ڪرائڻي آهي ته هي حيلا ۽ بهانا ڇڏ، پنهنجي غلطي تي پردو وجهڻ لاءِ ان تي اجائي دليل بازي جو پردو نه وجهه جيڪڏهن معافي گهرڻ چاهين ٿي ۽ مڙس تي سوڀ حاصل ڪرڻ چاهين ٿي ته سندس منٿ ميڙ ڪر. ان جي اڳيان ڳڙ ڳڙاءِ ۽ وري معافي گهر، پنهنجو پاڻ کي ان جي اڳيان عاجز ۽ بيوس، حقير ۽ ناچيز تصور ڪر بس توکي پنهنجو ور تڙي نه ڪڍندو، تو تي ضرور رحم ڪندو ۽ توکي معاف ڪندو.

**بيت نمبر 2**

شاهه صاحب هن بيت ۾ ليلا کي مخاطب ٿي فرمائي ٿو ته جيڪڏهن پنهنجي مڙس کان پنهنجي خطا جي معافي وٺين ٿي ته توکي گهرجي ته ان جي اڳيان منٿ ميڙ ڪر. ان جي اڳيان پڇتاوي جا ڳوڙها وهاءِ. هتي توکي عاجز ٿي پيش ٿيڻو پوندو ڇو ته اهو مقام ئي اهڙو آهي جو توکي هٺ ۽ وڏائي دور ڪري عاجزي ۽ انڪساري کان ڪم وٺڻو پوندو.

**بيت نمبر 3**

شاهه صاحب ليلا کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته منٿ ميڙ ڪرڻ سان به تنهنجو مڙس نٿو پرچي تڏهن به تون ڪوشش ڪر ۽ بار بار ڪوشش ڪر. مايوس نه ٿي ڇو ته هو ڏاڍو ٻاجهارو ۽ رحم ڪرڻ وارو آهي. هو رحم دل آهي تو کي ضرور معاف ڪندو.

**بيت نمبر 4**

هن بيت ۾ شاهه صاحب چنيسر جي ناراضگي ڪانپوءِ ليلا کي پنهنجي ور کان معافي گهرڻ ۽ خطا معاف ڪرائڻ جي صلاح ٻڌائيندي فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن توکي پنهنجي مرد کان حقيقي طور تي معافي گهرڻي آهي تہ نياز ۽ نوڙت جي راهه اختيار ڪر ڇو تہ جيڪڏهن تون هن کي عاجزي، انڪساري ۽ احترام سان هيٺاهين وٺي معافي گهرندين تہ تنهنجو مڙس توکي بلڪل معاف ڪري ڇڏيندو.

# 4. حضرت خواجہ محمد زمان

(1713ع-1774ع)

### 4.1 تعارف

حضرت خواجہ محمد زمان جن سنڌ جي اهم بزرگن مان هئا. سندن طريقو نقشبندي هو ۽ بدين ضلعي ۾ لنواري سندن ڳوٺ هو. سندن حياتيءَ جو گهڻو احوال "مرغوب احباب" نالي ڪتاب ۾ بيان ڪيل آهي. سندس ولادت 21 - رمضان 1125 هجري (1713ع) ۾ ٿي. پاڻ جمندي جام هئا، سجو وقت الله تعاليٰ جي عبادت ۽ ماڻهن کي فيض ڏيڻ ۾ گذاريندا هئا. شاهه عبداللطيف ڀٽائي جن به سندن ملاقات ۽ ڪانئن فيض حاصل ڪرڻ لاءِ لنواري آيا هئا.

ڪڏهن ڪڏهن سندن مبارڪ زبان مان بيساخته سنڌي بيت پڻ جاري ٿي ويندا هئا. سندن وفات 1188 هجري (1774ع) ۾ ذوالقعد مهيني جي 4 تاريخ تي ٿي.

## 4.2 بيت

1. سجڻ ڏٺو جن، تن ڏسڻ غير گناهه
جنين لڌي راهَ، وڃڻ تنين وهہ ٿيو.

2. لڳو واءُ وِصالَ، جنين ساعت هيڪڙي
تن سا لڌي لعل، جنهن لئہ جڳ خلقيو.

3. عارف ۽ عشتاق، پسڻ گهرن پرينءَ جو
جَنت جا مشتاق، اجا اوراهان ٿيا.

4. تانسين تون نہ فقير، جانسين سانگ سِپيءَ جو
ماڻئو تن ملير، جن جو مال مباح ڪيو.

5. ڇڏيان هي جهان، هُو پڻ گهوري گهوريان
پلڪ پريان ساڻ، جي مون سري جيڏيون.

6. سِڪ روحاني ساميين، جسمي جاهلن
بگهن مجي من، پارس پسن ڪينڪي.
7. پهرين پيءِ پچار، ملڪ ۾ ميثاق جي
ڪن پن ڪَنِ اقرار، اسين پانهنا، تون ڌڻي
8. پريان جي پچار ۾، اچي جن آرام
دنيا تن کي دام، پڄن موسم موت جي.
9. ماهيت مينهن نه پوءِ، قُلزم اندر قطري
مگر وجي سو، جڳ جڏي جالار ۾.
10. اکر پڙهه عشق جو، ڪَنزُ قدوري ڇڏ
پڙهه تنين جي مڏ، جي سُتي ڏين شراب جي.
11. صوفين صاف ڪثو، ڌوئي ورق وجود جو
تڏهن تن ٿيو، جيري پسڻ پرينءَ جو.

## 4.3 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| چامر | قابل، لائق، سرادر، اڳواڻ |
| ولادت | پيدائش |
| بي ساخت | ٺاهہ ٺوهہ جي بغير، از خود |
| غير | ڌاريو، اڻ واقف |
| لعل | ڳاڙهي رنگ جو قيمتي پٿر |
| عارف | معرفت جو ڄاڻو |
| عُشتاق | عاشق جو جمع |
| اوراهان | اورتي |
| سانگ | سانگو، احساس |
| سِسي | سِري، مُندي |
| ماڻڻ | حاصل ڪرڻ |
| جُسو | بدن |
| مُباحُ | حاضر ڪرڻ، پيش ڪرڻ |
| وهلور | پري شين |
| گهورڻ | صدقي ڪرڻ، قربان ڪرڻ |
| سَرَڻ | گذرڻ |
| سامين | سامي فقيرن کي |
| پارس | اهڙو پٿر، جنهن لاءِ روايت آهي تہ لوهہ کي لڳي تہ ان کي سون بڻائي ڇڏي. |
| پچار | ذڪر، يادگيري |
| مشتاق | معاهدو، ٺاهہ اقرار |

| | |
|---|---|
| اقرار ڪرڻ | وعدو ڪرڻ، قبول ڪرڻ |
| دام | قيد، ڪوڙڪي، ڦاسٽي |
| ڇالار | جام، گهڻو، بي حساب پاڻي |
| ڪنز قدوري | علم تصوف بابت ڪتابن جا نالا |
| قطرو | ڦڙو |
| مَڏ | پيهي |

## 4.4 بيتن جي سمجهاڻي

### بيت نمبر 1

سڄڻ کي جنهن به هڪ ڀيرو ڏٺو، تنهن ٻئي ڏي نهارڻ گناهه ڪري ڄاتو. جن به محبوب ڏي ويندڙ واٽ ڏسي ورتي، تن کي ويهڻ وري ڪيئن ايندو؟

### بيت نمبر 2

جن کي رڳو هڪ گهڙي محبوب جي ملاقات نصيب ٿي، تن لاءِ اها ملاقات اتين آهي، ڇڻ نہ ڪين تمام ڪو اهڙو املهہ لعل لهي ويو آهي، جنهن لعل لاءِ هيءَ ڪائنات خلقي وئي آهي.

### بيت نمبر 3

معرفت جا صاحب ۽ عاشق هر وقت محبوب جي ديدار جي طلب ٿا رکن. پر جن کي جنت جي ملڻ جي لالچ ۽ حرص هو، اهي نہ جنت ماڻي سگهيا ۽ نہ انهن کي محبوب جو ديدار نصيب ٿيو.

### بيت نمبر 4

جيستائين تو کي پنهنجو ساهہ عزيز آهي، تيستائين فقير نٿو بڻجي سگهين. ملير تہ انهن کي حاصل ٿيندو آهي جن پنهنجي جان ۽ جسم محبوب تان گهوري ڇڏيا.

**بيت نمبر 5**

هيءُ جهان بہ نہ گهرجيم ۽ هو جهان مليم تہ اهو بہ جيڪر قربان ڪري ڇڏيان. پر جي انهيءَ قرباني جي عيوض محبوب رڳو هڪ گهڙي گڏجي گذاري (تہ بہ اهو سودو سستو ڄاڻان.)

**بيت نمبر 6**

سامي فقير ٿي روحاني طور تي محبوب لاءِ سڪ رکن ٿا. باقي جن کي سڄڻ جي وجود لاءِ پيار آهي، اهي جاهل آهن. (اهي اٿين آهن). جيئن ڀڳهہ ڀڪيءَ کي رڳو مڇيءَ جي وات ۾ وجهڻ جي لالچ هوندي آهي. حالانڪ مڇي بہ اتي ٿي آهي. جتي پارس پيل آهي، پر ڀڳهہ کي اهو پارس نظر ٿي نٿو اچي.

**بيت نمبر 7**

سڀئي ملڪ ۾ سالڪ ۽ مالڪ جي وچ ۾ ڪيل اقرار جي پچار پئي ٿي هلي. ڪڪ توڙي پن انهي واعدي (الست بربڪم ........قالوُ بلىٰ) جو اقرار پيا ڪن (چون پيا تہ) بيشڪ تون مالڪ ۽ اسين تنهنجا ٻانها آهيون.

**بيت نمبر 8**

اهي ... الڪ. جيڪي محبوب جي پچار ٻڌڻ ۾ سڪون ۽ قرار ٿا محسوس ڪن. تن لاءِ هيءَ دنيا قيدخاني مثل آهي. اهي رڳو موت جي مُند جو انتظار پيا ڪن. جو انهن کي موت ڪانهوءِ واري وقت ۾ يقين آهي تہ اهي ان وقت پنهنجي پرين سان وڃي ملندا.

**بيت نمبر 9**

مينهن جي اصليت معلوم ڪرڻي اٿئي تہ درياءَ تي غور ڪر. جتان اهي قطرا ٻاڦ بڻجي، ڪڪر جي صورت ۾ مٿي ويا ۽ وري مينهن جو روپ وٺي موٽي درياهہ جي شڪل ۾ وهڻ لڳندا.

## بيت نمبر 10

اهي ڪنز ۽ قدوريءَ جا فقه وارا ڪتاب پڙهڻ ڇڏي ڏي، تون رڳو عشق وارا سبق پڙهه. پنهنجي صحبت به انهن سان رک، جيڪي توکي عشق واري شراب جي سُرڪ پيارين ٿا.

## بيت نمبر 11

صوفي فقير به جڏهن رياضتون ۽ عبادتون ڪري، پنهنجا اندر ڏوئي، اُجارين ٿا، تڏهن کين جيئري هوندي محبوب جو ديدار ٿو نصيب ٿئي.

## 4.5 خود آزمائي نمبر 1

### سوال نمبر (1)

(1) قاضي قادن جا وڏا اُصل ڪٿان جا هئا؟

(2) قاضي قادن ڪهڙي حڪومت ۾ وڏو قاضي مقرر ٿيو؟

(3) قاضي قادن جا 112 بيت هندوستان جي ڪهڙي سنڌي عالم ترتيب ڏئي ڪتابي شڪل ۾ پڌرا ڪيا؟

(4) قاضي قادن جي وفات ڪهڙي سال ۾ ٿي؟

### سوال نمبر (2)

هيٺين سوال جا مختصر جواب لکو:

(1) اکين ۾ ڪنڊا هجڻ واري تشبيهہ جو مطلب ڇا آهي؟

(2) شاعر هنجهہ جو هنڌ ڪٿي ٻڌايو آهي؟

(3) شاعر پتنگ مان ڪهڙي مراد ورتي آهي؟

(4) شاعر سامين کي ڪهڙي سڪ رکندڙ ڪوٺيو آهي؟

(5) شاعر ڪهڙن ڪتابن جي بجاءِ عشق جي سبق پڙهڻ لاءِ هدايت ڪئي آهي؟

### سوال نمبر (3)

هڪ لفظ ۾ جواب ڏيو:

(1) شاهہ ڪريم جي زندگيءَ جو احوال ڪهڙي ڪتاب ۾ آهي؟

(2) متعلوي جو ڇا مطلب آهي.

(3) شاهہ ڪريم رشتي ۾ شاهہ لطيف جو ڇا هو؟

(4) شاهہ ڪريم جا مقولا ۽ ارشاد ڪهڙي ڪتاب ۾ آهن؟

(5) خواجہ محمد زمان بابت گهڻو احوال ڪهڙي ڪتاب ۾ ڏنل آهي؟

## سوال نمبر (4)

هيٺين بيتن جو مطلب لکو:

(1) شاهه ڪريم جو بيت نمبر 8

(2) سُر ڪليان جو بيت نمبر 3

(3) سُر ليلا چنيسر جو بيت نمبر 4

(4) خواجه محمد زمان جو بيت نمبر 5

(5) خواجه محمد زمان جو بيت نمبر 10

## سوال نمبر (5)

سُر کنڀات جو خلاصو لکو.

## سوال نمبر (6)

خواجه محمد زمان جي زندگيءَ جو مختصر احوال لکو.

# 5 خود آزمائي جا جواب

## سوال نمبر (1)

(1) قاضي قادن جا وڏا اُصل سيوهڻ جا هئا.

(2) قاضي قادن ارغونن جي حڪومت ۾ وڏو قاضي مقرر ٿيو.

(3) قاضي قادن جا بيت هندوستان جي عالم هيرو ٺڪر ڪتابي صورت ۾ پڌرا ڪيا.

(4) قاضي قادن جي وفات 958هه 1551ع ۾ ٿي.

## سوال نمبر (2)

(1) اهڙي شخص جو مثال ڏنو ويو آهي جنهن جي اک ۾ ڪک پئجي ويو هجي ۽ هو پنهنجي محبوب کي نه ڏسي سگهندو هجي.

(2) شاعر هنجهه جو هنڌ وڏي ۽ گهري پاڻي ۾ ٻڌايو آهي.

(3) شاعر پتنگ مان اهڙي قرباني ڏيندڙ شخص جو مثال ورتو آهي جيڪو مقصد ماڻڻ لاءِ وڏي کان وڏي قرباني ڏيڻ کان پوئتي نه پوي.

(4) شاعر سامين کي پنهنجي محبوب لاءِ روحاني سڪ رکندڙ ٻڌايو آهي.

(5) شاعر، فقهه جي ڪنز ۽ قدوري نالي وارن ڪتابن پڙهڻ جي بجاءِ، عشق جو سبق پڙهڻ جي هدايت ڪئي آهي.

## سوال نمبر (3)

(1) بيان العارفين في تنبيهه الغافلين.

(2) مٽياري جو رهاڪو.

(3) ٽڙ ڏاڏو.

(4) بيان العارفين.

(5) مرغوب احباب.

# يونٽ جو تعارف

**شاگرد ساٿيو!**

هيءَ ناثون يونٽ اوهان جي اڳيان آهي. هن يونٽ ۾ سنڌي جي جن ممتاز شاعرن جي زندگيءَ جو مختصر احوال ۽ سندس شاعري مان ڪجهه مثال پيش ڪيا ويا آهن تن مان سچل سرمست کي هفت زبان شاعر سڏيو ويو آهي. سندس شاعري سنڌي کانسواءِ ٻين ٻولين ۾ ٻه آهي. ٻئي طرف حمل فقير لغاري جي شاعري اسان کي سنڌي ۽ سرائيڪي ۾ ٻه ملي آهي. ٻنهي شاعرن جي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي حيثيت مجيل آهي

انهن بابت هتي جيڪي ڪجهه ڏنو ويو آهي، تنهن جي مطالعي کانپوءِ اوهين انهيءَ لائق بنجي ويندا جو:

## يونٽ جو مقصد

(1) ٻنهي شاعرن جي زندگين جي احوالن کان واقف ٿي سگهندا.

(2) ٻنهي شاعرن جي بلند خيالي کان با خبر ٿي سگهندا.

(3) شاعري ۾ ڏنل سندن پيغام کي خود سمجهي سگهندا ۽ ٻين کي سمجهائي سگهندا.

(4) شاعرن جي ڏنل پيغام تي عمل ڪري، زندگي کي ڪامياب بنائي سگهندا.

# فهرست

# 1. سچل سرمست

(1739ع. 1829ع)

## 1.1 تعارف

سچل سرمست جو نالو ميان عبدالوهاب هو. سندس مائٽ کيس سچو يا سچيڏنو ڪري سڏيندا هئا. شعر ۾ بہ پنهنجو ساڳيو نالو قائم رکيو اٿس. سندس پيءُ ميان صلاح الدين فاروقي جي وفات کانپوءِ سندس چاچي ميان عبدالحق سندس سنڀال ڪئي ۽ طريقت جي ڏگ تي لاتائينس.

سچل، قرآن پاڪ جو حافظ ۽ فارسي ۽ عربي جو عالم هو. چون ٿا تہ شاهہ عبداللطيف هڪ ڀيري درازن ۾ آيو، اتي ننڍي سچل کي ڏسي، ميان صاحب ڏني کي مخاطب ٿي چيائين: "جيڪو ڪنو اسان چاڙهيو آهي تنهن جو ڍڪڻ هيءُ نينگر لاهيندو."

سچل جو ڪلام بيباڪيءَ جو آئينو آهي، رندي ۽ مستي سان ڀريل آهي. جيڪو ڪلام سنڌي ۽ سرائيڪي ۾ چيو اٿس اهو سمورو، سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي.

## 1.2 سر مستيءَ مان بيت

1 اٿي ويا اوٺار، ڪٿي سات سويل جو
ماٺي اديون آٿيا، ڏورڻ مون ڏونگار
ٻيا ٻي هوت هزار، منهنجو ڀيچ پنهونءَ سان.

2. منهنجو ڀيچ پنهونءَ سان، ازل لاڪون آهہ
ماٺي ويهڻ چاهہ، ڀينر هن ڀنڀور ۾؟

3 ڪريان ڪوه پنهور ۾، پنهون پڇاڻاءِ
سوز چڪايو ساءِ، ويهڻ مون وهُ ٿيو.

4 ڪريان ڪوه پنهور ۾، پڇاڻان پرين
وار نہ سي ويهن، جنين مٿي مامرو.

5. ور ۾ وساريج، هيءَ تان سنديو آھ
وجي ڪيچ وٺن مَ، هيءَ سٽر ساريج
تيتر مَ ماريج، جيتر توکي نہ مڙان.

6. ساري شهر پنهور جي، ڇڏي لوڪ لذت
توريءَ ڏٺي ڪو نہ ٿو، ماڻهو عام عزت
ٿئي ساھ صحت، جي ٻيهر ٻاروچا اچين.

7 ڪيو ڪميٽيءَ ڪچ، جو سُتي سويلي رهي
انهيءَ جي افسوس سين، ڪيو محبت مچ
پنهون جام پرچ، ناميا نماٽي سان.

8.ٽيون هن هٿاءِ، ڪيٿي موراٿون مديون
پنهون ڏسي پاڻ ڏي، آسڻ منهنجي آءِ
سانول توريءَ ساءِ، اچي ماڻهٺان ڪين پنهورجي.

9. پنهون پنهون ٿي ڪريان، آءُ پڻ پنهون پاڻ
اديون ٿيس آجاڻ، جو ڪين پروڙيم پاڻ کي

10 جان پروڙين پاڻ لي، تان پنهون پاڻ ٿي آهيان
ڪنهن طرف ڪاهيان، چوڌ طرف مڙيئي تم ٿيا.

11. پيهي پروڙيوم، تان پنهون پاڻ ٿي آهيان
پاڻ ۾ منجهان پاڻ کي، هيءُ پڙلاءُ پيوم
صحيح ڪن ڪيوم، تہ غير گمان اٿي ويا.

## 1.3 سر سارنگ مان بيت

1. مون ۾ آهين تون، تون ۾ آهيان مان
بجلي بادل سان، آهي جيئن سهرين.

2. سارنگ سندا سانگ، سرتيون سانڻ آيون
ڦيريو راڳن ٿاٽَ، وڃن ويس وَس ڪيا.

3. پورب سندي پار جا، ڪڪر ڪارونيار
وڄن ۾ وڄڻ سان، چڙهن ٿا چوڌار
اَيي کي آبيندي، لڏئون سنڌڙيءَ سار
ساوا ٿيا سنگهار، مولئي سندي مهر سان،

4. راتاڪر ريهن سان، رڻ ڪيائين ريج
پنهنجي رائي ريج ڪري، جيئن ساوڻ ٻيج
ٻرن ۾ بهار ڪئي، گلزاريءَ جي گيج
”سچل“ سارنگ سيج، سونهي ساوڪ وچ ۾.

5. وسي پيو وڏڦڙو، ڀنيون، ڀٽ ڀريون
ڀٽاريون ڀٽن تان، وٺائين وريون
ڪيرن جون ڪريون، چاڏيين ڏنئون چاهه مان.

6. والي وسائيج، دردمنديءَ جو ديس
ڀرين مون ڀرديس، ائي ايندم اوڏڙا.

## 1.4 ڏکين لفظن جي معنیٰ

| لفظ | معنیٰ |
|---|---|
| آسڻ | اگڻ |
| ماٺهنان | ماٺهن مان |
| اجاڻ | ناواقف، اڻجاڻ |
| پروڙ | سمجهه، سوچ |
| پڙلاءُ | آواز، غوغاءُ |
| سهرين | پرين، پيارا |
| ساٽ | سوڻ |
| ناٽ | راڳ جو قسم. نٽ، ناٽگر، وڏائي، عيش |
| وس | وسڪارو، ڪوشش، حيلا ڪرڻ |
| پورب | اوڀر طرف، اوڀر ۽ اُتر طرف جي ڪنڊ |
| پار | ٻئي ڪناري تي، طرف، بدلو |
| ڪارونهار | ڪڪرن جو ڪارو رنگ |
| وڄ | کنوڻ، آسماني بجلي |
| اڀو | اوڀرپاسو |
| آبيندي | آب ڀياريندي = پاڻي ڏيندي، ريج ڪندي |
| سار | سنڀار، ياد |
| مِهر | رحم |
| ٻهه ٻهه | خوشين مان |
| ڀڪروال | ڪڪرن جو قسم، جنهن مان ڏاڍو مينهن وسندو آهي. |
| ٿَهَڻُ | ڦاهه ڪاٽڻ، ٻجي وڃڻ |
| آهو | هَرَڻُ |

| | |
|---|---|
| چونگا | هرڻ جا چال |
| ٻلال | سارين جو سُڪل گاهه |
| منڊل | خوشيون، شادمانا |
| اُنا | وسيا |
| جهري ٻوڻ | مينهن جي ڪري جهڳين جو وسي پوڻ. جهڳين جو ڀڄڻ |
| اجهال | مينهن نه جهلي سگهندڙ |
| ننگ پال | عزت رکندڙ |
| پت | عزت، مان |
| جهل | روڪ، رنڊ |
| ڪَهَلَ | رحم |
| ڪاهل | سست، رحم يا ڪهل جي لائق |
| راتاڪُر | رات کان وٺي |
| گيج | ڏهڪ |
| سونهي | سونهين = ٺهي، سهڻو لڳي |
| ڪڪوريا | اڙ ٻهڪا، ظاهر ٿيا |
| سورڻ | شروع ڪرڻ، اڳتي وڌائڻ |
| ڀتاريون | ڪير جون پهريون ڳئون ۽ مينهون |
| چاڏي | ڪير جمائڻ لاءِ ڪتب ايندڙ ٺڪر جون وڏو ٺانءُ |
| ڪير جون ڪريون | ڪير ڏيڻ ۾ تيز |
| اوڏا | ويجها، قريب |
| ٻهر سوڻ | اُڏامڻ جي تياري ڪرڻ |
| ڀاتون ڀات | قسمين قسمين، ڪيترن قسمن جا |

| | |
|---|---|
| هج | ڪمر ڪار |
| جن | ڪليل چت وارو گهر، ويڪ و منهه |
| رن | اها عورت، جنهن جو مڙس زنده هجي |
| واهر | مدد |
| واهرو | مدد گار، سباليندڙ |
| ضوز | جوٽيون |
| سوڙ | ڏاڍو مينهن |
| مڱهه | بارش، برسات |
| لوڙ | گهرج، ضرورت، ڳولا |
| قزح | انڌلٺ، قوس و قزح |
| جهلي آئي | لهي [illegible]ي |

# 1.5 سر سسئي جي بيتن جي سمجهاڻي

**بيت نمبر 1**

اٺن وارا اٺن تي سامان لڏي، سوير ئي اُٺ اٺاري ويا. اي ڀينر! انهن جي وڃڻ ڪانهوءِ، پوءِ مون منهنجو ڪو بہ سهارو ڪونهي. هاڻي اهي جبل مون کي اڪيلي سِر پار ڪرڻا پوندا. هوت قبيلي جا ڀيا بہ ڪيترائي ماڻهو آهن، پر منهنجو پيچ تہ رڳو پنهون سان پيل آهي.

**بيت نمبر 2**

پنهونءَ سان منهنجو اهو عشق اصل کان وٺي ٿيل آهي. سرتيون! پنهون هليو ويو. هاڻي پنهون بغير ڀنڀور ۾ رهڻ وري ڪهڙو؟

**بيت نمبر 3**

پنهون مونکي ڇڏي هليو ويو. مان انهيءَ جي بنا ڀنڀور ۾ رهي ڇا ڪنديس. سنڌس عشق ۾ ايڏو تہ لطف آيو اٿم، جو هاڻي ويهڻ وهہ ٿيو لڳيم.

**بيت نمبر 4**

پرين جي وڃڻ ڪانهوءِ ڀنڀور کي ڇا ڪنديس! جنهن شخص جي مٿان مامرو (مصيبت، تڪليف) اچي پوندي آهي، اهو هڪ وار بہ ويهي نٿو سگهي.

**بيت نمبر 5**

اي منهنجا مالڪ! تون مونکي اصل نہ وسارجانءِ. مان توهان جي پنهنجي آهيان. اٿين نہ ٿئي جو تون مونکي وساري وڃي ڪيچ ۾ آرام سان ويهين. وساربو تہ مري وڃڻ ڪانهوءِ آهي. مون کي تيسين نہ مارجانءِ، جيسين تو سان ملاقات نہ ڪري وٺان.

بيت نمبر 11

سچل سائين هن بيت ۾ چوي ٿو ته جڏهن سسئي پهاڙن ۽ جبلن ۾ پنهنجي ڏکي پنهور ني گولهيو پئي ۽ پنهون کو نه مليس تڏهن وڏي سوچ ويچار کانپوءِ چيائين آءُ پاڻ ئي پنهور. هيان چاڪان ته منهنجو اندر اهو پڙلاءُ پيو ڪري. جڏهن اجا به غور ڪيم ته يقين ٿي ويم ۽ سڀ شبها ختم ٿي ويا.

## 1.6 سر سارنگ جي بيتن جي سمجهاڻي

بيت نمبر 1

تنهنجي وجود ۾ مان ۽ منهنجي جان ۾ تون. اسين ٻئي هڪٻئي سان ائين لاڳاپيل آهيون. جيئن بادل ۾ بجلي هر وقت سمايل هوندي آهي.

بيت نمبر 2

اڄ سرتيون گڏجي، سارنگ جا ساٽ ڪرڻ آيون آهن. هيڏانهن سرتين سارنگ اچڻ بابت راڳ ڳائڻ شروع ڪيا ۽ هوڏانهن وجون وري وسڻ جا ويس پهري تيار ٿي اچي پهتيون آهن.

بيت نمبر 3

پورب جي پاسي ڏي، ڪڪرن جي ڪاراڻ ته ڏسو! وڄن جا چوڏاري وسڪارا لڳا پيا آهن ۽ ڪڪر آهن جو، ڪر ڪنيو مٿي اُهرندا پيا اچن. اوهر پاسي کي مينهن وسائي پاتي پياري انهن هاتي منهنجي سنڌ جي سرزمين جو رخ ڪيو آهي. مولا جي اها مهر ڏسي، مال وارا ماڻهو ڏاڍا خوش ٿيا آهن.

**بيت نمبر 4**

رات ڪان وٺي ڪڪڪرن ريهون ۽ رڙيون ڪيون آهن ۽ ڪنوتين سان وسڪارا ڪري آباد ۽ رڻ پٽ جهڙيون ويران ٿيل زمينن تي خوب ريج ڪيا اٿائين. اهي سڀ "هُوَ" ساون وانگر پنهنجو پاڻ پساڻيندو رهندو آهي. ويران پٽن تي مينهن وسڻ سان ساوڪ ٿي آئي آهي ۽ گل ڦل ڦٽي آيا آهن. اي سچل! سارنگ جي اها سيج ڏس تہ ساوڪ جي ڪري. ڪهڙي نہ سهڻي ٿي پئي آهي!

**بيت نمبر 5**

وڏ ڦڙي مينهن وسي وسي هيٺ مٿاهيون پاڻيءَ سان ڀري ڇڏيون آهن. ڪير ڏيندڙ ٻليون ڳٿون ۽ مينهون پٽن ۽ پٽن تان ساوا ۽ سَيا گاهہ چري. هاڻي وٿن ڏي موٽڻ لڳيون آهن. اهي ڪير جون اڳئي ٻليون هيون، پر هاڻي تہ وڏيون چاڏيون ڪير سان ڀري ڏيڻ لڳيون آهن.

**بيت نمبر 6**

اهي منهنجا وارث والي' هن دردن ماري جوديس آباد ڪر تہ منهنجا پرين جيڪي ڪماٿن لاءِ پرديس هليا ويا آهن. اهي بہ مينهن سبب آيل خوشحالي جون خبرون ٻڌي موٽي اچي ملن.

# 2. حمل فقير

(1225 - 1296ھ)

## 2.1 تعارف

حمل فقير ذات جو لغاري بلوچ هو. سنڌ ۾ ولادت رياست خيرپور ۾ تقريباً 1225ھ مطابق 1809ع ڌاري ٿي. ابتدائي عمر ۾ هو تعليم ڏيڻ جو شغل ڪندو هو. لنواري وارن بزرگن جو مريد ۽ خاص عقيدت سان هو. هن بزرگ ڇنڇر رات، 2- صفر 1296ھ ۾ وفات ڪئي.

سندس سمورو ڪلام، "ڪليات حمل" ۾ سهيڙيل آهي. جنهن کي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سهيڙيو آهي ۽ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي.

## 2.2 سڪ بابت بيت

1. سانديم سدائي، سڪ توهان جي ساهه ۾
اندر ۾ اڏما ڏٺي، سا ڪل نه ڪنهن ڪائي
حمل چئي هي ۽ دل تو، گهوري سا گهائي
جا لنئون اوهان لائي، سا ڪنهن دم وسري ڪين ڪي.

2. ڪندي تيڙم سال، تو سڪ نه لاٿي سپرين!
اٿئي پهر اندر ۾، آ تنهنجي سڪ سنڀال
اچين هوند حمل چئي، ڪري ڀلايون ڀال
ته ملڪ مڏيون سڀ مال، سر سوڌو صدقو ڪيان

ٿ سڪ مڙيئي سور، سور به سرجيا سڪ مور
صبر سڪ وڃايو، ماٺ نه اچي مور
ڏانهون درد فراق جون، ڏيهه سڄهن ٿيون ڏور
حمل! هيءُ ڪلور، جو ساجن سان ڪيئن ڪي!

4 ساجن تنهنجي سڪ جي، اهڙي اندر ۾ اُڻ تُڻ
ڏورڙاٽي فراق جا، ٿا چاڪ ڪرن جڻ چڻ
هيڪر حال حمل جو، ساجن تان سڻ سڻ
تنهنجي ڳڻتين ۾ ڳڻ ڳڻ، ڇڪيون دم وسرن ڪيڪي

5 ساجن تنهنجي سڪ، ڪيا اندر آڪيرا
راتيان ڏينهان روح ۾، ڪيا وَهمن واهيرا
اچين هوند حمل جئي، ڏيتهان ڏهه ڦيرا
تان جان جگر جيرا، توکي دوست دعا ڪرن.

6. سورن سَوَ هزار، لکڻ ليکو ناهه ڪو
وهمن وڏي وڻ ڪيا، ڏکن مُڪا ڏار
دعا ڪريو تان دوست اچي، حمل جئي هيڪار
تان ساجن تنهنجون سو وار، صدقو ساهه سڀي ڪريان.

7. ساجن سدائي، جيئرو هئين جهان ۾
مون کي تو منهنجا پرين، ڪا لئون ڳجهي لائي
اندر آڳ عشق جي، تو دلبر دکائي
حمل چئي هن حال جي، ڪل پوئي ڪائي
تان جاني جدائي، هوند موٽي مون سان نہ ڪرين.

8 ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان، ڪنهن سان ڳرهيان ڳالهہ
ساندڻ سڪ سڄڻ جي، مشڪل آهہ محال
اندر ۾ اُڏما ڏئي، ويسند ناهہ هڪ وال
حمل هيءُ حوال، ڪنهن پر پهچي پرين کي.

9. ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ، آءٌ ڪاٿون ڪڍان ڪن جون
نہ تہ ڪير ڪاڻ ڪيرا سين، ڪير ڪڍي هوند ڪاڻ
اسين پاڻ اُتامرا، ڪڍون نہ ڪنهن جي ڪاڻ
پر حمل سرهي ساجن ڪاڻ. تہ ڪاٿون ڪڍون ڪن جون.

## 2.3 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| سانديل | سنڀاليل، رکيل، حفاظت ۾ رکيل |
| سهيڙڻ | گڏ ڪرڻ |
| اُڏمون اچڻ | جذبن جو قابو کان ٻاهر اچڻ |
| گهائڻ | ڦٽڻ، زخمي ڪرڻ |
| ٻال | قرب، ٿورا، احسان |
| مِلڪ | ملڪيت |
| مڏي | گهر، ملڪيت |
| سر سوڌو | جان سميت |
| سرجڻ | ساڻو ٿيڻ، اُڀرڻ، ظاهر ٿيڻ |
| اُن تُڻ | ڳڻتي، چنتا |
| ڦورڙائو | غم، فڪر |
| چاڪ | ڦَٽَ، زخم |
| ليکو | حساب، ڳاٽيٽو |
| ڳرهيان | وندياں، ورهايان، ورچيان |
| محال | ڏکيو، مشڪل |
| ويسند | واندڪائي، فراغت |
| ڪاڻ ڪڍڻ | نوڙت سان هلڻ، برداشت ڪرڻ، خيال رکڻ، احسان ڪرڻ. |
| اُتامرا | فخر وارا، ماناٽتا، مرتبي وارا |
| دم | گهڙي، پل |

## 2.4 بيتن جي سمجهاڻي

**بيت نمبر 1**

تنهنجي عشق ڪي مون سدائين ساه ۾ سانڍي رکيو آهي. اها عشق منهنجي دل ۾ جيڪي اُذما ٿي اٿاري. اها رڳو مون کي خبر آهي. حمل فقير ٿو چئي ته هن دل کي تو گهورن سان گهايل ڪيو آهي. تنهنجي نينهن جي ڪري، هڪ پل لاءِ به تنهنجي ياد دل مان نٿي نڪري.

**بيت نمبر 2**

اي منهنجا محبوب! تنهنجي لاءِ سڪندي، مونکي ڪيترا سال گذري ويا آهن، پر تو ڪڏهن اها سڪ گهٽائڻ جي ڪوشش ڪانهي ڪئي. مونکي دل ۾ اڃا به تنهنجي سڪ برپل آهي. حمل ٿو چوي ته قرب ڪري، مون وٽ هڪ گهڙي لاءِ اچين ته هيءُ پنهنجي جند جان ۽ سڄي مال ملڪيت انهيءَ گهڙي تان قربان ڪري ڇڏيان.

**بيت نمبر 3**

شاعر عشق جو فلسفو سمجهائيندي چوي ٿو ته عشق سڄي سور آهي، پر سور به تهڙا جو سڪ مان جنم وٺن ٿا. عشق صبر ختم ڪري ڇڏيو ۽ عاشق رڳو درد فراق جون دانهون پيو ڪري ۽ حمل فقير کي اها ڳالهه حيران ٿي ڪري ته سڄڻ کي ان حالت جو پتو ئي ڪونهي.

**بيت نمبر 4**

اي منهنجا ساجن! تنهنجي لاءِ اندر ۾ رڳو ڳڻتي اٿم. جدائي جي ڪري، دل ۾ جيڪي زخم اٿم، اهي هر وقت سور ۾ سٺون پيا ڏين. حمل ٿو چوي ته هيڪر اچي منهنجو حال ڏسي وڃ ته اهو تنهنجو احسان سدائين ياد رهندو.

**بيت نمبر 5**

منهنجا ساجن! تنهنجي سڪ منهنجي دل ۾ ديرو لاتو آهي ۽ ڏينهن رات دل ۾ وهم پيا پون. جيڪڏهن ڏينهن ۾ ڏهه ڀيرا اچين ته منهنجو انگ انگ تنهنجو دعا گو رهندو.

**بيت نمبر 6**

سيني ۾ انّ ڳتيا سور اُڀريا اٿم، پر وهم به وڏي وڏا ٿيا آهن. دوستو، حمل کي دعا ڪيو ته رڳو هڪ ڀيرو ڪيس سجڻ اچي ملي ته هوند ساه جهڙي قيمتي شي به ان ساعت تي قربان ڪري ڇڏيندو.

**بيت نمبر 7**

منهنجا پرين شال سڄي جهان جون عمريون ماڻين. اي محبوب تو منهنجي دل ۾ ڪا اهڙي لنؤ لاتي آهي. جو اندر ۾ جڻ ته آگ لڳي پئي آهي. شاعر حمل ٿو چوي ته جيڪڏهن توکي منهنجي اندر جي حالت معلوم ٿي وڃي ته هوند وري اهڙي جدائي نه ڪرين.

**بيت نمبر 8**

شاعر پريشاني جي عالم ۾ پڇي ٿو ته ڪيڏانهن وڃان ۽ ڪنهن سان دل جي اُها ڪيفيت ظاهر ڪيان. هاڻي ته سڪ سنڀالڻ به مشڪل ٿي پئي آهي. انهي اندر ۾ اُڏما لاٿي ڏنا آهن ۽ هڪ گهڙي جي وار به نٿي اچي. حمل ٿو چوي ته هاڻي اهو احوال ڪمهن پر پرين کي پهچي.

**بيت نمبر 9**

ڪنهن کي ڪهڙي خبر ته ڪنهن جي لاءِ ڪنهن ڪنهن جون ڳالهيون ٻڌيون ٿيون پيون. جي اها جهوري لڳل نه هجيم ته هوند ڪير ٿو ڪنهن جي نوڙت ڪري ۽ هيٺاهون هلي. شاعر ٿو چوي ته اسين پاڻ هٺيلا آهيون ۽ ڪنهن جي غلامي ڪو نه ڪيون، پر حمل رڳو محبوب جي سر جي ڪري ٻين جون اهي ڳالهيون پيو برداشت ڪريان.

# 3. خود آزمائي نمبر 1

**سوال نمبر (1)**

سسئيءَ جي مختصر ڪهاڻي لکي ڏيکاريو.

**سوال نمبر (2)**

شاعر سسئيءَ جي موضوع تي ڪهڙن احساسن جو اظهار ڪيو آهي؟ وضاحت ڪيو.

**سوال نمبر (3)**

"سنڌ ۾ وسڪارو" جي عنوان تي گهٽ ۾ گهٽ 25 سٽن جو هڪ جامع مضمون لکو.

**سوال نمبر (4)**

"سارنگ" جي سري سان ڳنڍيل شاعري ۾ پيش ڪيل ڪيفيتن کي بيان ڪيو.

**سوال نمبر (5)**

شاعر "سڪ" بابت جن خيالن جو اظهار ڪيو آهي، تن کي پنهنجي لفظن ۾ لکو

**نوٽ: سوال جا جواب توهان کي يونٽ جي متعلق حصي ۾ ملندا.**

# يونٽ جو تعارف

**شاگرد ساٿيو!**

اوهان پنهنجي نصاب جو هيءُ ڏهون يونٽ پڙهڻ شروع ڪيو آهي. هن يونٽ ۾ ڏهن ڪيل شاعرن جي زندگي جا احوال پڙهڻ سان گڏ، اوهان کي انهن جي چونڊ شاعري پڙهڻ جو به موقعو ملندو.

اسان کي يقين آهي ته هن يونٽ جي مطالعي مڪمل ٿيڻ کانپوءِ اوهان هيٺين ڳالهين لائق ٿي ويندا ته:

## يونٽ جا مقصد

(1) حليفي گل جي غزل جو انداز و پرروڙي سگهو.

(2) شاعرن جي زندگي جي احوال کان آشنا ٿي سگهو

(3) سنڌي ڪافي جي شاعري کان آگاهه ٿي سگهو

(4) سنڌي شاعري جي پيغام کي سمجهي سگهو ۽ سمجهائي سگهو

# فهرست

# 1. خليفو گل محمد

## 1.1 تعارف

خليفو ميان گل محمد تخلص "گل" مشهور سانوڻي مُلن مان هو ۽ پراڻن حالن ۾ رهندو هو. فارسي، عربي ۽ علم تصوف مان گهڻي قدر واقف هو. ڪنگري واري پير پاڳاري جو مريد ٿيو، جتان خلافت جي پڳ مليس، جنهن ڪري خليفو سڏجڻ لڳو. گهڻو وقت ذڪر ۾ گذاريندو هو. آخري ڏينهن ۾ حرمين جي زيارت لاءِ اُسهيو. ممبئيءِ ۾ پنهنجي غزلن جو ڪتاب "ديوان گل" جي نالي سان ڇپايائين، پوءِ عربستان روانو ٿيو، جتي 1855ع وفات ڪيائين.

خليفو گل محمد پهريون سنڌي شاعر آهي جنهن سنڌي الف. ب جي قافين تي ديوان تيار ڪيو. سندس شعر بحر وزن تي آهي. پراڻي وقت جا نج سنڌ لفظ ڪم آندا اٿس.

## 1.2 غزل نمبر 1

1. نير رنگ واڌو ڪيڏي، منجهہ جهڳ جهب
عشق وارو وڏ وڏي منجهہ لوس لب

2. پاڻي تي تهڪي تپي جڻ جڻ ڪنو
ٿو رجهي تيڻن ڪاچ جيڻن سانپين اَب

3. يون منيءَ تي ٿا ٿين پو ڪون پڙ
گاه، ويہ، بيلا، ڪلر ۾ ٿُب ٿَب

4. ٿي پڪي عادت وڏي، جا پئي نندي
ٿيا پڪي پختا، ڪچي پيا جنهن کي ڪب

5 ڪين نڪرن تا سلا سالم اُتي
جت هجي ڀون گاهُ ڪَرڙو ڪُٻَ ڪَٻَ

6. ٽڙ ٽڪڙ ۾ ڪينئن وجهي وڪ ترت ۾
ٻير ۾ "گل" جنهن جي نڪتي آهي گهُٻ

## 1.3 غزل نمبر 2

آئي رات ساونڻ سندي، مينهن وسي ڪيڙا ملهار
ڍڍ وسيا برپٽ وسيا، سرها ٿيا سانگي سنگهار.
گاهه ساوا سبز ٿيا، هر سو ڀريا ٻاٽين تراهه
ڀِريا ڀوڻن وٽي چو طرف پنهنجا ڏڻ ڏرار.
هڪ طرف گجون ۽ گوڙيون، ٻئي طرف ڪوئيون ڪنون
مينهن ٿهه ٿهه ڪيو ٿمن، ٻاهيون ٻرن چوڏس هزار.
خوش ٿيون سرهيون سنگهاريون، ٻٽ ڦرن سينگر ڪيو
لويون لاڪيون لال سر تي. ڳچي ڀويون پايو هار.
ڪيا منڊل برسات برسي، "گل" ٿڙيا ڀوڪن مٿي
زعفران و سنبل و نرگس ڪليا ۽ ڪٿهار.

## 1.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ |
|---|---|
| حرمين | حرم پاڪ، مڪو مدينو |
| اُسهڻ | روانو ٿيڻ |
| واڌو | زائد، وڌيڪ، اضافي |
| جهَڳَ | گجي، کير يا لسي جي گَجي |
| جهبَ | جيئن زالون چاڏي مان مکڻ ڪڍڻ وقت جهبينديون آهن. |
| وڌ | جزو، مادو، احساس |
| لُوس لَبَ | خواري، بدنامي، رولڙو |
| ڪاڄ | ڪاڏو، ماکي جو ڪاڄ |
| اُبَ | ٻاڦ، حرارت |
| لويون | شالون |
| سانيان | سچ سمجهڻ، هوبهو، وانگر |
| برپٽ | ميدان |
| پونءِ | زمين، ڌرتي |
| ڪُبَ | ڪُبو، وَري ويل، وَرَ وارو |
| ڪرڙو | سخت زمين، زمين جو قسم |
| ڪتّهار | گل جو قسم |
| سلو | ٻوٽو |
| ڪُبَ ڪُبَ | هيٺ مٿاهيون |
| تُرت | سُتَت، بروقت، فوري |

| لفظ | معنيٰ |
| --- | --- |
| گهب | گندي پاڻي ۾ هلڻ سبب پير ۾ نڪرڻ واري ڦرڙي |
| ملهي | ٿڌڪار، بهاري |
| هرسو | هر پاسي، هر طرف، چوڌاري |
| براه | هيٺ هيٺ |
| لاکيون | لاک جون ٺهيل، ادني |

## 1.5 غزل نمبر هڪ جي سمجهاڻي

1. نير جو رنگ پساڻ ڪافي ناهي، پر ان کي جيئن هٿ سان جهڳيو تيئن ان ۾ گهاٽاڻ وڌندي. عشق بہ اهڙين آهي، جيئن ان کي رلائبو تيئن منجهس واڌارو ايندو.
2. جيئن ڪُني ۾ پاڻي باه تي نهڪي ٿو، تيئن ڪاچ کي تيار ٿيڻ لاءِ بہ تپش گهرجي ٿي، تڏهن ڪاٿ لائق ٿئي ٿو.
3. مٺي زمين ۾ هر قسم جا وڻ، ٻيلا ۽ ٻليون ٻوڪون ٿين ٿيون پر ڪلر ۾ رڳا ٿُٻَ ٿُٻَ ٿين ٿا.
4. جنهن شخص کي هڪ پيرو ڪا نينڊڙي عادت پوي ٿي اها وڏي پڪي ٿي وڃي ٿي. جيئن ڪنهن ڪچي ڪاٺي کي هيڪر وَرَ پون ٿا تہ پڪي ٿيڻ تائين پختا ٿيو وڃن ٿا.
5. ڪب ڪب ۽ ڪرڙي واري زمين ۾ ڪڏهن بہ سالم سلا نٿا نڪرن.
6. شاعر "گل" ٿو چوي تہ جنهن جي پير ۾ گُهَب نڪتل هوندي اهو ٽڪڙو ٽڪڙو وري ڪيئن هلي سگهندو.

## 1.6 غزل نمبر ٻہ جي سمجهاڻي

هن غزل ۾ شاعر ساوڻ جي مهيني ۾ مينهن جي وسڪاري وقت ٻهراڙي واري نظاري کي لفظن ۾ تہ اهڙو اثرائتو ڪري بيان ڪيو آهي جو جڻ تہ هوبهو مينهن وسي پيو. وسڪاري هلندي گاه ڦٽي آيو آهي، اتي مال پيو چري. مال جي ڳچين ۾ ٻڌل چڙن ۽ ٽلين جو وٺندڙ آواز ٻڌيو مالوارا خوش پيا ٿين. مينهن جي پاڻي تي ڦٽل گاه چرڻ ڪري مال سگهارو ٿيو آهي ۽ کير واري مال کير وڌايو آهي جنهن ڪري مال وارن جي مالي حالت بهتر ٿي آهي ۽ اهي خوشين ۾ نٿا ماپن.

# 2 فقير قادر بخش بيدل

## 2 1 تعارف

فقيرقادر بخش "بيدل" سنڌ جي مشهور صوفي فقيرن ۽ شاعرن مان هڪ آهي. سندس والد جو نالو فقير محمد محسن هو. بيدل سندس تخلص هو. سندن ولادت 1230 هجري بمطابق 1814ع ۾ روهڙي ۾ ٿي. 14 سالن جي عمر ۾ عربي ۽ فارسي جي تعليم مڪمل ڪيائين. "بيدل" جي ڪلام تي مجاز جو رنگ چڙهيل آهي. سندس ڪلام سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ وڏي چاهه سان ڳايو ويندو آهي. روهڙي ۾ روحاني درس ڏيندي 1872ع ۾ وفات ڪيائين. سندس ڪلام ڪي سيد عبدالحسين موسوي مرتب ڪيو جيڪو 1991ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيو آهي.

## 2.2 ڪافي نمبر هڪ

ٿالهه.        ڪانگ لنوي ملي لاتِ

محب مسافر چاڻ ڪي ايندا.

1. جيڪي دانهان درد منهنجي جون

پهتيون اُتي پرڀات

الم اُميد تہ هيئن نہ چڏيندا.

2. وورندا سيئي ساريان ٿي سجڻان

طلب جنين جي آهي تات

گولي پانهنجي گڏ گڏيندا.

3. ايندا جو هت جانب جاني
واني جنين حي مون آ وات
دوست دلاسو دل کي ڏيندا.

4 درد فراق انهيءَ جي مون کي
حالئون نيو هيهات
وٺي وصال جي شال ونديندا.

5 "بيدل" بلڪل شيءِ نہ ماندو
سنجهہ صبح ڪي رات
اچي هو توسان هڪ ٿيندا.

## 2.3 ڪافي نمبر ٻہ

ٿل. رات مون ڏي مارن جو، نئون نياپو آيو
ڏکيو ڏوراپو آيو.

1 جسمانيءَ جي ڪوٽ ۾
رکيشي رهڻ جو رايو.

2. مُلڪ مارن جو نت بهاريو
تو ڪيئن چنڙو چايو.

3. ويڙهيچن ڏانهن وڃي ايڏانهن
تو ڪيئن خيال مٽايو.

4. مارن ريءَ هنن ماڙين ۾
تو ڇا سان من پرچايو.

5. هُتِ سنهارن سانگي توکي

هِت ڪنهن سانگ رهايو.

6. ڪيهي سببان تو، هن ڏينهن

ڏيهون ڏور ڏسايو.

7 ورّ سائيهہ ڏي سگهڙو "بيدل"

اٿي سنبر ڪر سعيو.

## 2.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| لات | مٺي ٻولي |
| تاتِ | يادگيري، ذڪر |
| گولي | خادم، ملازم، نوڪرياڻي |
| واڻي | قول، ڳالهيون، گفتو، ٻول |
| دلاسو | دلداري، ڏُڍُ |
| هيهات | افسوس |
| ماندو | غمگين |
| سنجهو | رات جو پهريون حصو |
| ڏوراپو | شڪوو، ميار |
| نت | سدائين |
| چت | عقل، دل |
| ويڙهيچا | ويڙهي وارا، ويڙهي ۾ رهندڙ، پنهنجا، مٽ مائٽ |
| پرِڀائڻ | ريجهائڻ، سرچائڻ، خوش ڪرڻ |
| سانگ | سفر، ڪم جي مجبوري، ناتو |
| ڏيهون | ملڪ مان، ڏيهه کان |
| سنبر | تيار ٿي، تياري ڪر |
| سعيو | ڪوشش، تياري |
| رايو | مرضي، ارادو |

## 2.5 ڪافي نمبر هڪ جي سمجهاڻي

ٿلهه.          ڪانگ اڄ ڏاڍي وڏنڊڙ ٻولي، ٻولي رهيو آهي. ان جي اها ٻولي ٻڌي انهن ٿو لڳي ته جڻ ڪي محبت وارا ايندا.

1 رات وڇوڙي واري درد جي ڪري جيڪي آهون ۽ دانهون پيئي ڪيون اٿم شايد اُهي محبوب ٻڌي ورتيون آهن. هاڻي اُميد اٿم ته مون کي اهڙي حال ۾ ڇڏيو نه ڇڏيندا.

2 مون کي جن سڄڻن جي هر وقت تانگهه ۽ طلب لڳل هوندي آهي اڄ ٻـ تن جي ياد ستائڻ لڳي اٿم. مونکي جن جي اپتري تات لڳل آهي تن کي ٻـ منهنجي اهڙي ئي سار هوندي. پڪ اٿم ته اهي پنهنجي هن گولي کي انهن ڪو نه ڇڏيندا. سندس سار ضرور لهندا.

3 مون کي جن جي هر وقت طلب رهندي آهي، سي اميد ته ايندا ۽ اچي دلاسا ڏيندم.

4 مونکي انهن جي در فراق، حال کان بي حال ڪري وڌو آ. شال وصال جو ڪو وارو وري.

5 اي بيدل! تون ماندو نه ٿيءُ. رات يا صبح جو جڏهن ٻـ محبوب آيو ته پڪ تو سان ملڻ لاءِ اچي نڪرندو.

## 2.6 ڪافي نمبر ۾ جي سمجهاڻي

مارئيءَ جي سُر ۾ شاعر هيءَ ڪافي جوڙي آهي. جنهن ۾ مارئي جي وائي چوايو آهي ته مارن، رات ننڊ نه ٿيڻ ۾ ڏکن جو ڏوراپو موڪليو آهي ته مارئي ان جو ڪوٺ ۾ رهڻ جو پڪو ارادو ڪيئن ڪيو. مارن. مارئي کي خبر ڏني آهي ته هن ملڪ ۾ ڏاڍيون بهارون اچي ويون آهن تون ان جو آسرو پلي جڏيو آهي تو وطن وارن کان پيري ٿيس وارو اهو خيال ڪيئن وساري جڏيو آهي تنهنجي ملڪ وارا ته توکي سيني ياد پيا ڪن پر هڪڙي تون آهين جو (قيد جو) بهانو بنايو آهي اتي ويٺي آهين ڪهڙو سبب آهي جو تو پنهنجي ڏيهه کان پري ايترا ڏينهن گذاريا آهن شاعر بيدل ٿو چوي ته اٿي تياري ڪر ۽ سنت ٿي ساٿيهه ڏي ورڻ جي تياري ڪر.

# 3. خود آزمائي

**بيت نمبر** (1)

خليفي "گل" جي زندگي جو مختصر احوال لکو.

**بيت نمبر** (2)

خليفي "گل" جي شاعري جو مڪمل جائزو پيش ڪيو.

**بيت نمبر** (3)

خليفي "گل" سانوڻ واري مند جو جنهن انداز سان بيان ڪيو آهي، ان کي پنهنجي لفظن ۾ لکو.

**بيت نمبر** (4)

قادر بخش "بيدل" ڪافي نمبر 1 ۾ ڪهڙو مرڪزي خيال بيان ڪيو آهي.

**بيت نمبر** (5)

مارئي کي ڪير ڏور ڏيا ڏئي رهيا آهن.

**بيت نمبر** (6)

شاعر مارئي بابت جن خيالن جو اظهار ڪيو آهي، اهو تفصيل سان لکو.

نوٽ: سوال جا جواب يونٽ جي واسطيدار حصن جو ابياس ڪرڻ سان اتي ئي ملي ويندا.

# يونٽ جو تعارف

شاگرد ساٿيو!

اوهان يونٽ نمبر يارهون پڙهڻ لاءِ ڪتاب هٿ ۾ ڪنيو آهي. هيءُ يونٽ ٻه سنڌي جي ٻن اهم شاعرن جي زندگي جي احوال ۽ انهن جي چونڊ شاعري تي ترتيب ڏنل آهي.

## يونٽ جا مقصد

هن يونٽ جي مطالعي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ اسان کي يقين آهي ته اوهان:

(1) يونٽ ۾ ڏنل شاعرن جي زندگي تي خيال آرائي ڪري سگهندؤ.

(2) يونٽ ۾ ڏنل شاعري ۾ پيش ڪيل اعلیٰ مقصد کي معلوم ڪري سگهندؤ.

(3) سنڌي شاعريءَ جي شعري خوبين کان واقف ٿي سگهندؤ.

(4) شاعرن جي ڏنل پيغام کي سمجهي ۽ سمجهائي سگهندؤ.

# فهرست

صفحو

# 1. مير عبدالحسين خان سانگي

(1850.1924ع)

## 1.1 تعارف

ميرعبدالحسين خان "سانگيؔ" شهداداڻي ٽالپرن مان هو. سندس پيءُ مير عباس علي خان پنهنجي والد مير محمد نصير خان سنڌي جي پوئين ٽالپر سان ڪلڪتي جي هزاري باغ ۾ نظر بند هو. اتي هڪ انگريز خاتون سان شادي ڪيائين جنهن مان 1850ع ڌاري مير عبدالحسين خان پيدا ٿيو. 1857ع ۾ سندس والد جي وفات کانپوءِ پنهنجي چاچي مير حسن علي خان سان گڏجي سنڌ ۾ آيو ۽ سندس سنڀال هيٺ رهڻ لڳو. حيدرآباد ۾ چڱي تعليم حاصل ڪيائين. سرڪار وٽان کيس اسپيشل فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽي جو عهدو مليو.

کيس ننڍپڻ کان وٺي شاعري جو شوق هو. جواني ۾ سندس شاعري ڏاڍي ترقي ڪئي. سنڌ جا ناميارا شاعر جهڙوڪ حافظ حامد، سيد مرتضيٰ شاهه "مرتضائي" غلام محمد شاهه "گدا"، پير صاحبڏنو شاهه بلڙي وارو، سندس محل ۾ گڏجي شاعري جون محفلون ڪندا هئا. سندس تصنيفن مان "ديوان سانگي" ۽ لطائف لطيفي" ڪافي مشهور آهن. جي ڇپجي چڪا آهن. سندس مرزا پٽ شاهه تي آهي.

## 1.3 ڏکين لفظن جي معنىٰ

| لفظ | معنىٰ |
|---|---|
| ناميارو | نالي وارو، مشهور |
| ترانا | نغما |
| وامق | وامق ۽ عذرا: هڪڙي داستان جا اهم ڪردار |
| فرهاد | فرهاد ۽ شيرين به ايراني قصي جا مشهور ڪردار آهن. |
| قيس | ليلىٰ جي عاشق مجنون جو نالو قيس هو |
| دانا | عاقل، عقل وارو |
| نادان | بي عقل |
| سنگ | پٿر |
| خار | ڪنڊا |
| چڪاس | جاچ جوچ |
| دولتن | دولت جو جمع، دولتون |
| خانن | خان جو جمع خان، سردار، مير، رئيس |
| خان | چوڪڙيون، گهرڙا |
| شهانا | بادشاهن جهڙا |

## 1.4 غزل جي سمجهاڻي

1. وري گذريل زمانا ياد پيا آهن ۽ وسري ويل گيت ۽ نغما ٻيهر ياد آيا اٿم

2. دل تي وامق، فرهاد ۽ قيس جا قصا ياد آيا آهن. ڇاڪاڻ ته دوستن کي ڏسڻ سان ئي ديوانا ياد اچڻ لڳا آهن.

3. مجنون واري عشق جي وادي ۾ قدم رکڻ سان، ڪيس ماڻهن طرفان لڳل پٿر ۽ ڪنڊا ياد آيا اٿم ۽ انهن کي ڏسي، اهي عقل جا اڪابر بہ ياد آيا اٿم . جن اهڙن سچن عاشقن لاءِ عجيب فتوائون ۽ فيصلا ڏنا آهن.

4. جڏهن پرو ڀلون جي دولت ڦلمر تہ مونکي حقيقي ۽ خانداني شاهوڪارن جي دولت ياد آئي.

5. غزل جو خالق، انسان کي چوي ٿو تہ مونکي يقين آهي تہ هر شيءِ فنا ٿيڻ واري آهي، جيئن اڳين بادشاهن جا ٺاٺ ٺاهہ ماڻهن کان وسري ويا آهن.

# 2. مرزا قليچ بيگ

(1853-1929ع)

## 2:1 تعارف

مرزا قليچ بيگ جي والد جو نالو مرزا فريدون بيگ هو، جو مير مراد علي خان ۽ مير ڪرم علي خان جي ڏينهن ۾ ايران کان سنڌ ۾ آيو هو. مرزا قليچ بيگ1853ع ۾ ٽنڊي ٺوڙهي حيدرآباد ۾ ڄائو

ابتدائي تعليم حيدرآباد ۾ حاصل ڪائين ۽ ميٽريڪيوليشن جو امتحان به اتان ڏنائين. وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ممبئي ويو. پوءِ اتان واپس اچي روينيو کاتي ۾ نوڪري ڪيائين. آخر روينيو کاتي مان 1909ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر جي عهدي تان پينشن ورتائين، مرزا صاحب 76ورهين جي عمر ۾ ٽي جولاءِ 1929ع تي وفات ڪيائين.

مرزا صاحب جو سنڌي ٻولي تي هيءُ وڏو احسان آهي جو هن انگريزي ادب جي بهترين ڪتابن کي سنڌي ۾ ترجمو ڪري سنڌي جي مختلف شعبن ۾ وڏو علمي ذخيرو مهيا ڪيو. هن جا لکيل ناول، مضمون، ڊراما توڙي ٻيا علمي ڪتاب، سنڌي ادب ۾ وڏي عزت سان ڏٺا وڃن ٿا جي ذري گهٽ سمورا سنڌي ادبي بورڊ شايع ڪيا آهن.

## 2.2 غزل نمبر ھڪ

1 چڱائي ۽ انصاف جي ڪٽ ٻه يار
اڄوڪي زماني ۾ ڪاٿي ٻچار.
2 وڏا اڄ ننڍن جا ٿيا زيردست
سخي سڀ بخيلن اڳيان ٿيا خوار.
3 رذيلن جي در تي رلن ٿا شريف
ٿا منجهه بند، آزاد ڏسجن هزار.
4 رهن خوش ٿا نادان، ساٺن مزا
۽ دانا ڏکن ۾ رڙن زار زار.
5 چڙهي لاءِ گڏهن تي پيا سونا سنج
ٿيا تازي گهوڙا، کڻي سخت بار.
6 مگر سڄ چيو تن، ترن ڪک مٿي
رهن موتي پاتار ۾ شاهوار.
7 هزيل جي سواري جا پيادا سي اڄ
هليا ٿي جي پيادا، اهي اڄ سوار.
8 جي آباد هند هئا، سي ويران ٿيا
۽ آباد، ويران هئا جي ديار.
9 ٿيا افسوس! بيقدر، ايماندار
ٿيا قدر وارا شرير ۽ مڪار.
10 مثال اِن سندا ڪيترائي ڏئي، "قليچ"
نموني جي مٽ مان پروڙيو خرار.

## 2.3 غزل نمبر ٣

1 مشڪل ۾ پئو ته آسان مشڪل به ٿي پوي ٿو
ٻاٽي اندر ٽپڻ سان درياهه جي ڊپ لهي ٿو

2 بدبوءِ گلن رڱڻ جي، گندن ڪمن ڪرڻ جي
خوشبوءِ ٿئي بدلجي، ماڻهو جڏهن هري ٿو

3 آفيم سنکيو ۽ ڀيا، جي زهر قاتل آهن
عادت سان ماڻهو تن جو، ڳنڍيو ڳهي وڃي ٿو

4 ڊوڙڻ، نچڻ، رسي تي، لٻڻ، هتن ٿا بازيون
هڻي جو مٿو ڦري ٿو ۽ هو مٿان ڪري ٿو

5 گهوڙا به گڏهه ڊوڙائي، بيهي هڻن ٿي تن جي
هڪڙن نعام ڏاران، ڇهبڪ به هو هڻي ٿو.

6 سيکو هنر يا حرفت آهي اول ۾ مشڪل
ورزش ڪان ڏکيو ڪم ٻهي، آخر سکيو ٿئي ٿو

7 دل ۽ دماغ جا ڪم، عضون ڪان گهٽ نه آهن
هر ڪو ڪرامت ان ڪي، يا معجزو چوي ٿو

8 پنهنجو شرف تون ذاتي، ڏس ڏيان سان، "قليچا"
هل رستو سو هميشه، هت تو ڪي جو ٺهي ٿو.

## 2.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| زيردست | ماتحت، حڪم هيٺ |
| بخيل | بُخل ڪرڻ وارو، ڪنجوس |
| رزيل | وِڙلُ، بيڪار، ڪميڻو |
| بند | قيدخانو |
| پاتار | پاتالُ، ترو |
| ديار | ڌرتي، زمين |
| مڪار | مڪريل، فريبي، ٺڳ |
| شرير | شرارت ڪندڙ |
| سندا | پنهنجا، جهڙا، جا |
| بدبو | ڌَپَ |
| هرڻ | عادت ٿيڻ |
| سنکيو | ڪچو زهر، توتيو |
| ڌاران | ڪانسواءِ، بغير |
| ڪرامت | ولين هٿان ٿيندڙ ڪارناما |
| معجزا | نبين هٿان ٿيندڙ ڪارناما |
| شرف | شان، عزت، مانُ، اعزاز |
| پچار | گفتگو، ڳالهه ٻولهه |
| ريردست | قبضي ۾ اچي وڃڻ |
| نادان | بي وقوف، اڻ ڄاڻ |
| دانا | عقلمند، شعور رکندڙ |
| پياده | بناسواري جي پيرين پنڌ |

## 2.5 غزل نمبر هڪ جي سمجهاڻي

1. شاعر پنهنجي زماني جي بي مروتي ڏسي افسوس ڪندي چوي ٿو تہ چڱائي ۽ انصاف جي ڳالهہ، تي ڪير بہ ڪو نہ ٿو ڪري.

2 اڄ ننڍا ۽ وڏن جي حڪم هيٺ آهن سخي سب بخيلن جي اڳيان خوار آهن.

3 شريف ويچارا وزيلن جي درن تي رلن پيا اهي ٿي شريف بند ۾ آهن ۽ بدمعاش ٻاهر آزاد آهن.

4. نادان خوشين ۾ وتن گذاريندا ۽ دانا ڏکن ۾ آهن جو زارو زار رئن پيا.

5 شاهي سواري ڏاڄ آهي گهوڙن جو ۽ سونا سنج بہ مٿن ٿا ٺهن. پر اڄ گڏهن تي سونا سنج پيل آهن ۽ ان کي شاهي سواري جو مرتبو مليو آهي. ان جي ابتڙ، گهوڙن کان گڏهن وارو بار ڍوئڻ جو ڪم ورتو وڃي ٿو ٿي اهي ڦٽجي ۽ زخمي ٿي پيا آهن.

6 اها حقيقت آهي تہ ڪک پاڻي تي ترندا آهن پر موتي ۽ گوهر تري ۾ پيا هوندا آهن

7 جيڪي سواري جا هيراڪ هئا اهي پيادا آهن ۽ جيڪي اڳي پيادا هوندا هئا تن کي سوار ٿو ڏسجي.

8. آباد هنڌ ويراني ۾ ۽ ويران هنڌ آبادي ۾ بدلجي ويا آهن.

9. افسوس آهي جو بي قدرا اڄ ايماندار ۽ قدر وارا شرير ۽ مڪر وارا ٿا ڪوٺجن.

10 اي قيليچ اهڙا ڪيترائي مثال آهن. هت تہ رڳو ان جي خرار مان مُٺ ڀري زماني جو نمونو ظاهر ڪيو ويو آهي.

# 3. خود آزمائي

**سوال نمبر (1)**

مير عبدالحسين خان سانگي جي زندگي بابت جيڪي لوهان پڙهيو آهي تنهن کي پنهنجن لفظن ۾ بيان ڪيو

**سوال نمبر (2)**

سانگي جي غزل جو خلاصو پيش ڪيو.

**سوال نمبر (3)**

مرزا قليچ بيگ جي زندگيءَ جو مختصر احوال لکو.

**سوال نمبر (4)**

مرزا قليچ بيگ مرحوم جي شاعريءَ جي مرڪزي خيال کي پنهنجن لفظن ۾ لکو.

**سوال نمبر (5)**

**هيٺين ڏنل شعرن جو مطلب سمجهايو:**

(الف) سانگي جي غزل جو شعر نمبر 6

(ب) مرزا قليچ بيگ جي شاعري جو شعر نمبر 9

(ت) شريف اڄ ڪنهن جي درن تي رُلن ٿا؟ شاعر جو ان مان مطلب ڇا آهي کولي سمجهايو.

نوٽ: ضروري سوالن جا جواب يونٽ جي واسطيدار حصن ڏانهن ڏسي سگهجن ٿا.

یونٹ نمبر 12

## شاعر

1. محمد ہاشم مخلص
2. شیخ عبداللہ عبد

# فهرست

# 1.2 غزل

1. دل ڪنهن سان رکان، هاۓ جو دلبر نہ مليو ٿو
ڇا ظلم سهان ڪوئي ستمگر نہ مليو ٿو

2. خط منهنجو نيو جنهن سو ڪبوتر نہ مليو ٿو
ڇا ذڪر ڪبوتر سندو، هڪ پر نہ مليو ٿو

3. زلفن جي طرح عمر بسر آهہ ٿي منهنجي
هن خانہ بدوشن کي ڪٿي گهر نہ مليو ٿو

4. ڇا ساڻ ڏيان يار جي دندان کي تشبيهہ
ڪنهن جاۓ تي اهڙو تہ ڪو گوهر نہ مليو ٿو

5. هڪ طالب، زر بت نہ ٿيو، غور سان ڏس تون
حق آهي تہ الله بہ بي زر نہ مليو ٿو

6. جا هجر کان ٿي چاڪ، سا دل منهنجي سِبي ڪير
اهڙو ڪوئي اُستاد رفوگر نہ مليو ٿو.

7. "مخلص" جو لبالب ٿئي عرفان مئي سان
ساغر اوبجز ساقي ڪوثر نہ مليو ٿو.

## 1.3 ڏکين لفظن جي معنیٰ

هاشم — حشمت وارو، ڏيا رکندڙ

مخلص — خلوص وارو، وفادار

مزاح — کل ڀوڳ، ظرافت

نمايان — پڌرو، ظاهر

ستمگر — ستم ڪندڙ، ظالم

نِيڻ — ولي وڃڻ، ڪٽي وڃڻ

زُلف — ڊگها ۽ نرم وار

بسر ڪرڻ — گذارڻ

خانہ بدوش — لاڏو هجرت ڪرڻ وارو، هڪ جاءِ کان ٻئي جاءِ مٽائڻ وارو

دندان — ڏند

تشبيهہ ڏيڻ — ڀيٽ ڪرڻ، هڪ جهڙائي ظاهر ڪرڻ

هجر — فراق، جدائي

رفو — ساڳئي رنگ جي ڌاڳي سان ڪپڙي ۾ ٿيل سوراخ کي بند ڪرڻ

رفوگر — رفو ڪندڙ

لباالب — ٽمٽار، صفا ڀريل

ساغرُ — سمنڊ

اُو — هُو

ٻجُز — هوبهو، جهڙو، وانگر

ساقي — شراب جو پيالو پيارينڌڙ، سهڻو ساٿي

6 نسيم صبح، هي مستي جو عاشقن کي پيالہ
هواءِ شام، هي ڪنهن شوخ جو حسين خرامؐ
7 سڀئي هي قدرت قادر کي آشڪار ٿا ڪن
اسان کي پنهنجي ڏٿيءَ جي اڳيان وٺي ٿا هلن

## 2.3 شرط

1 مسلمان! جيڪي تون چاهين، سو برابر ٿي پوي
چيز بدتر بہ چوڻ تنهنجي سان بهتر ٿي پوي
2 خاڪ کي مُٺ ۾ رکين جي تہ اها زر ٿي پوي
سنگريزه جي کڻين هٿ ۾ تہ گوهر ٿي پوي
3 لوهہ ان گهڙڻي تي ڦيراسين جي هٿ تون پنهنجا
باليقين لوهہ جو سو ٽڪرو بہ زيور ٿي پوي
4. تنهنجو الطاف جي غمخواري ڪرڻ ساڻ اياز
تہ سو، هم قسمت محمود و سڪندر ٿي پوي
5 جي وڃين نڪري تون ڪنهن جهنگ ۽ ويراني ۾
تہ سو، ويرانو عدن باغ جو هڪ گهر ٿي پوي.
6. تيز طوفان ۾ روشن جي ڪرين تون ڪو چراغ
تہ جهڪو ان جي اڳيان ماه منور ٿي پوي.
7 الغرض تنهنجو ارادو، جيڪو چاهي سو ٿئي
تنهنجا الفاظ چون جيڪي سو اڪثر ٿي پوي.

## 2.4 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| مرغزار | پکين جي رهڻ واري جاءِ، باغيچو |
| نسيم سحر | صبح واري ٿڌي هير |
| پيام | پيغام، سنيهو، نياپو |
| خرام | ٽهلڻ |
| قادر | قدرت وارو، هر ڪم ڪري سگهندڙ |
| آشڪار | ظاهر |
| بدتر | (بهتر جو ضد) ويل، بيڪار |
| سنگريزه | پٿر جو ٽڪرو |
| گوهر | موتي |
| باليقين | يقين سان، ڀروسي سان |
| الطاف | (لطف جو جمع) لطف، ڪرم، رحمت |
| غمخواري | غم ۾ شريڪ ٿيڻ |
| هم قسمت | ساڳي قسمت وارو |
| هيچ | گهٽ، نه جهڙو |
| پرتو | عڪس، پاڇو |
| همسري | برابري |
| باغ عدن | عدن وارو باغ (شداد ڪافر طرفان جوڙايل باغ ڏي اشارو آهي) |
| چراغ | ڏيو |
| ماه منور | روشن چنڊ |
| تابع | حڪم تي هلندڙ |

## 2.5 قادر جي قدرت بابت شعرن جي سمجهاڻي

1. هوءَ آسمان ۽ بلنديءَ تي نيري رنگ جي چادر ۽ جيڪي چنڊ تارا آهن، تن تيءَ ڏينهن ۽ رات جو دارومدار آهي.
2. هيءَ صبح جنهن کي نور سان تشبيهه ڏجي ۽ هوءَ شام جنهن کي شاعر حور جي وارن سان پيٽ ڏين ٿا.
3. هيءَ سانجهيءَ جي شفق، جنهن کي ڪنهن جي ملڙي ادا سان شهيد ٿيل جي خون سان پيٽ ڏجي ٿي ۽ هيءَ ڪڪر، جن کي ڪنهن جي غمن پريل دُکي دل جي دونهين (آه) سان تشبيهه ڏيڻ کپي.
4. ڪڪرن جي ڪنوڻ جڻ ڪنهن سهڻي ڇوڪري جي چمڪ آهي پر برسات جو وسڻ جڻ محبوب جي وڇوڙي ۾ عاشق جا لڙڪ وهائڻ آهي.
5. برف سان اڇيون ٿيل جبل جون اوچيون چوٽيون، تن جي مٿان چنڊ جي ڪرڻن جڻ تہ راند رچائي آهي.
6 هيءَ صبح جي ٿڌڙي هير جڻ تہ حسينن جي هلڻ جو هڪ اندازو پيو پائنجي.
7. هي سڀ قادر جي قدرت کي ظاهر ٿا ڪن ۽ اسان کي پنهنجي ڏٺي اڳيان وٺي ٿا هلن.

## 2.6 شرط بابت شعرن جي سمجهاڻي

1. اي مسلمان! تون جيڪي ڪرڻ چاهين اهو ٿي پوندو. جي تون ڪنهن خراب شيءِ کي بهتر بنائڻ چاهين ته اهو به ٿي سگهندو.
2. تو ۾ ايتري همت آهي جو مٽي جي ذري کي ٻه ۾ رکي سون بنائين ۽ جي ڪنهن پٿر کي هٿ ۾ رکي موتي بنائين ته اهو به ٿي پوندو.
3. اڻ گهڙيل لوهه جي مٿان رڳو هٿ رکين ته يقيناً اهو به زيور ٺهي پوندو.
4. تون جنهن جي مٿان لطف ڪرين ۽ جنهن جي غمخواري ڪرين ته هوند، ان جي قسمت به محمود ۽ سڪندر جهڙي ٿي پوي.
5. جي تون ڪنهن جهنگ ۽ ويراني ۾ نڪري وڃين ته اهو به ويرانو به عدن واري جنت جو هڪ حصو بڻجي پوندو.
6. جي تون تيز طوفان ۾ ڏيو ٻارڻ جو ارادو ڪرين ته (ان جي روشني ايتري تيز ٿي پوي)، جو ان ڏيئي جي اڳيان چوڏهين جو چنڊ به جهڪو نظر ايندو.
7. مطلب اهو ته تون جيڪو به ارادو ڪندين ته نه رڳو اهو ٿي پوندو پر جيڪي تنهنجي ڪلام ۾ (زبان تي) آهي اهو به يقيناً ٿي پوندو.

# 3. خود آزمائي

**سوال نمبر (1)**

**هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:**

(1) "مخلص" ڪهڙي اخبار جو ايڊيٽر هو؟

(2) "مخلص" ڪهڙي شهر مان اخبار ڪڍندو هو؟

(3) "مخلص" جو تعلق سنڌ ۾ ڪهڙي علائقي ۽ شاعري سان هو؟

(4) شيخ عبدالله "عبد" ڪهڙي اداري جي معرفت ادب جي خدمت ڪئي؟

(5) هن يونٽ ۾ "عبد" جي شاعري ڪهڙن عنوانن سان ڏني وئي آهي.

**سوال نمبر (2)**

**هيٺ ڏنل تشبيهون سمجهايو:**

(1) عاشق گريان جي حال جي تصوير.

(2) چانديءَ جو چشمه ڪوثر.

(3) ابر دونهن ڪنهن دل ڏکيل جو.

(4) همر قسمت محمود و سڪندر.

(5) شاعر غزل خوان جي صدا.

**سوال نمبر (3)**

"مخلص" جي غزل جو اختصار لکو.

**سوال نمبر (4)**

"قادر جي قدرت" ڪي نثر ۾ لکي ڏيکاريو.

**سوال نمبر (5)**

"شرط" جو مرڪزي خيال بيان ڪيو.

# 4. جواب

## سوال نمبر (1)

(1) "مخلص"، "مسلمان" اخبار جو ايڊيٽر هو.

(2) "مخلص" ميرپور خاص مان اخبار ڪڍندو هو.

(3) "مخلص" جو تعلق سنڌ جي ٿر واري علائقي جي شاعرن سان هو.

(4) شيخ عبد الله "عبد" "سنڌي سڌار سوسائٽي" نالي اداري جي معرفت ادب جي خدمت ڪئي.

(5) هن يونٽ ۾ "عبد" جي شاعري جا ٻه عنوان آهن: هڪ قادر جي قدرت ۽ ٻيو شرط

## سوال نمبر (2)

(1) آه و زاري ڪندڙ ڪنهن عاشق وانگر هيءَ بارش ٻه لڳاتار وسڪارو لايو بيٺي آهي.

(2) آبشار مان هيٺ ڪرندڙ پاڻي تي چنڊ جي پوندڙ روشني ان کي اهڙو بڻايو آهي، جو ڄڻ ته اهو چشمو پاڻي جو نه پر چاندي جو آهي.

(3) ڪاري دونهين جهڙا ڪڪر اٿين ٿا لڳن جهڙي ڪا ڏکايل دل هجي.

(4) تاريخ ۾ مسلمان سپه سالار محمود ۽ يوناني بادشاهه سڪندر اعظم کي بهترين قسمت جا ڏٺي ڪوٺيو ويو آهي. هتي انهن ڏانهن اشارو ٿيل آهي.

(5) شاعر جي انهيءَ مخصوص انداز ڏانهن اشارو آهي، جيڪو پنهنجي ڏکيءَ دل جي صدا کي شاعري جي حوالي سان ظاهر ڪندو آهي.

یونٹ نمبر 13

# شاعر

1. حافظ محمد احسن
2. شیخ عبدالحلیم جوش

# يونٽ جو تعارف

**شاگرد ساٿيو!**

هيءَ اوهان جي نصاب جو ٽيون يونٽ آهي. هن ۾ اسان اوهان سان حافظ محمد "احسن" ۽ شيخ عبدالحليم "جوش" کي متعارف ڪرائڻ سان گڏ اوهان کي انهن جي چونڊ شاعري جو اڀياس ڪرائڻ چاهيون ٿا ته جيئن هن يونٽ جي مطالعي کان پوءِ توهان

## يونٽ جا مقصد

(1) شاعرن سان متعارف ٿي سگهو.

(2) سنڌي شاعريءَ جي انداز سان واقف ٿي سگهو.

(3) هنن شاعرن جي عظمت ۽ علميت پرکي سگهو

(4) هنن شاعرن جي پيغام کي هٿين سان هنڊائي انهن جي فن ۽ فڪر جي اپٽار ڪري سگهو.

# فهرست

# 1. حافظ محمد احسن

## 1.1 تعارف

حافظ محمد احسن چنا، 12 اپريل 1900ع تي ڳوٺ ملڪاڻي، ضلعي دادو ۾ ڄائو. سندس نالو جمع خان هو. موجوده وقت جو هڪ سٺو شاعر هو. هر قسم جو شعر چيو اٿس سندس شاعريءَ ۾ قومي ۽ اخلاقي رنگ وڌيڪ آهي. پاڻ 18 جون 1986ع تي لاڏاڻو ڪيائين.

## 1.2 وطن

(1)

وطن پنهنجي سان هر انسان جي اُلفت، محبت آهه
وطن تان جان پڻ قربان صدقي ساري دولت آهه
وطن جي حب ٿي ايمان جي بيشڪ علامت آهه
وطن جي پڻ ڪرڻ هر فرد تي لازم ٿي خدمت آهه
وطن پنهنجو ٿيو هر ڪنهن کي دلبر ۽ پيارو آهه
وطن ۾ پنهنجي هر هڪ فرد عزت شان وارو آهه.

(2)

يقين ڪامل اسان کي آهه، هر دم حق جي رحمت ۾
بسر اوقات ٿيندا حق جي طاعت عبادت ۾
اسان جي زندگي ساري گذر ٿيندي محبت ۾
وطن پنهنجو سدا باغِ ارم ٿيندو حقيقت ۾
نه نالو رهندو ڪو غم جو، خوشي ۽ سادگي هوندي
اسان جي رشڪ جي قابل هي "احسن" زندگي هوندي.

## 1.3 ڏکين لفظن جي معنیٰ

| | |
|---|---|
| هشمر | حشمت وارو. ڏيا رکندڙ |
| فرد | شخص، جتو |
| طاعت | فرمانبرداري، چيو مڃڻ |
| قابل | سياڻو. لائق |
| عنصر | جُزو |
| شاعر | شعر جوڙيندڙ |

## 1.4 وطن جي شعرن بابت سمجهاڻي

(1)

هر انسان کي پنهنجي وطن سان پيار ۽ محبت آهي. وطن تان جان ۽ مال قربان آهي. وطن جي حُب ايمان جي، نشاني آهي. وطن جي خدمت ڪرڻ هر ڪنهن جي فرض مثل آهي. وطن پنهنجو هر ڪنهن جو دلبر ۽ هر ڪنهن کي پيارو آهي. پنهنجي وطن ۾ هر فرد کي عزت ۽ شان ملي ٿو.

(2)

اسان کي حق جي رحمت ۾ پورو پورو يقين آهي. سمورو وقت حق جي پيروي ۽ عبادت ۾ گذارڻ گهرجي. اسان جي سڄي زندگي محبت ۾ گذري ته حقيقت ۾ سارو وطن جنت وارو باغ بڻجي پوي. ائين ڪرڻ سان ملڪ مان غم جو نالو به مٽجي ويجي ۽ رڳو خوشي ۽ خوشحالي ڏسڻ ۾ ايندي. اي "احسن" هيءَ زندگي اهڙي ٿيندي جنهن تي ٻين کي به ريس پئي ايندي.

# 2. شيخ عبدالحليم جوش

## 2.1 تعارف

هي ڪراچي جي شو آباد محلي جو رهندڙ هو. شعر ۾ اظهار خيال جي وسعتن پيدا ڪرڻ ۽ زبان کي نون رجحانن سان آشنا ڪرڻ جو ڪيس ولولو هو ۽ چاهي پيو ته سنڌي زبان هر لحاظ سان بين ترقي يافته زبانن سان همدوش ٿئي. سندس غزل ۾ بيان جي سلاست ۽ خيال جي جدت نظر اچي ٿي.

## 2.2 نوجوانن جو عزم

(1)

نئين نظام ۾ وڌڻ جون پُر خلوص ڪوششون
حيات خوشگوار جون، اِهي اُٿو علامتون
وطن جي آبرو وڌي، اسين جي خود ڪفيل ٿيون
اسان تي ٿي جهان جي نگاهه آهي ساٿيو!
اچو اچو، هلو هلو، وڌو وڌو، اي دوستو!

(2)

وقار قوم جو، اسان جي ولولن جي دام ۾
وطن جي آبرو اسان جي ڪوششن جي جام ۾
ملي اسان کي منزل مراد گام گام ۾
عمل جي راهه ۾ اوهين اڃا بہ تيز تر هلو!
اچو اچو، اي ساٿيو! وڌو وڌو، اي دوستو!

(3)

قدم قدم تي زندگي ٿي مشڪنديءَ نظر اچي
اسان جي فڪر مان ٿي روشني ڪنيو سحر اچي
اچي اچي، ڀلي تہ ڪائي راهہ پر خطر اچي
اسان جو هر قدم وڌائي ٿو اسان جو حوصلو
اچو اچو، اي ساٿيو! وڌو وڌو، اي دوستو!

(4)

وطن جو ذرو ذرو آفتاب ٿو نظر اچي
زمين تي آسمان جو شباب ٿو نظر اچي
سيان جو رُخ تہ اج ٿي بي نقاب ٿو نظر اچي
اسان جي عزم سان جنون جو ساٿ آهي ساٿيو!
اچو اچو، هلو هلو، هلو هلو، اي دوستو!

## 2.3 ڏکين لفظن جي معنیٰ

| | |
|---|---|
| خوشگوار | وڻندڙ |
| خود ڪفيل | پاڻهرو |
| آبرو | عزت |
| گام | وِک، قدم |
| تيز تر | وڌيڪ تيز |
| سحر | صُبح جو سجھندو |
| حوصلو | ڏِو |

## 2.4 شعرن جي سمجھاڻي

(1) نئين نظام ۾ سچائيءَ سان ترقي لاءِ ٿيندڙ واريون ڪوششون لطف سان زندگي گھارڻ واريون علامتون آهن. جيڪڏهن پاڻ ۾ پيار ٿي وياسين ته ان سان وطن جي عزت ۽ آبرو وڌندي. اسين ئي آهيون. جنهن تي سڄي جهان جون نگاهون لڳل آهن. اي دوستو! وک وڌايو اڳتي هلو سڀ دوستو.

(2) قوم جو مان ۽ شان اسان جو جوش ۽ ولولي ۾ موجود آهي ۽ وطن جي عزت اسان جي ڪوششن سان ملي ٿي. جيڪڏهن عمل جي راهه ۾ اوهان تيز تيز هلندؤ ته مقصد واري منزل جن ته وک پنڌ تي بيٺي آهي

(3) اسان جي هر ڪامياب قدم تي زندگي کلندي ڪڏندي ڏسجي ٿي. اسان جي نئي فڪر ۽ سوچ سان رات جي اونداهي مان ترقي جو سج اڀرندو. جي ڪا خطري واري وات هجي ته اها به پلي اچي. اسين حوصلي سان قدم وڌائي . ان خطري مان به پار پنجي ويندا سين.

(4) اسان جي وطن جو ذرو ذرو چنڊ وانگر چمڪندو ٿو ڏسجي. خوشحال ماڻهو ۽ سر سبز زمين، جن ته آسمان جي به جواني آهي. جيڪڏهن اسان جي پڪي ارادي سان جنون به شامل رهيو ته اها سهائي جي تصوير آهي. جيڪا اڄ پنهنجي نظر اچي.

# 3. خود آزمائي

**سوال نمبر (1)**

"وطن" جي شاعريءَ کي نثر ۾ لکو.

**سوال نمبر (2)**

"نوجوان جو عزم" کي نثر ۾ بيان ڪيو.

**سوال نمبر (3)**

شاعر وطن بابت جنهن جذبي جو اظهار ڪيو آهي، تنهن کي پنهنجي لفظن ۾ لکو .

**سوال نمبر (4)**

نوجوان جي "عزم" جو خلاصو لکو.

**سوال نمبر (5)**

هيٺين سوالن جا مختصر جواب ڏيو:-

(1) وطن جي حُبَ کي شاعر ڇا جي علامت ڪوٺيو آهي؟

(2) وطن مان غم کي ڪيئن مٽائي سگهبو ؟

(3) وطن جي آبرو ڪهڙي ڳالهہ ۾ آهي؟

(4) قوم جو وقار ڇا ۾ موجود آهي؟

(5) وطن کي خطري مان ڪيئن پار ڪري سگهبو ؟

# 4. جواب

**سوال نمبر (5)**

(1) شاعر وطن جي حُب کي ايمان جي علامت ڪوٺيو آهي.

(2) محنت سان خوشحالي ايندي ۽ محنت ۽ خوشحالي گڏجي وطن مان غم متائڻ ۾ مددگار ٿيندا.

(3) محنت سان ملڪ کي پاڻهري بنائڻ سان ملڪ جي آبرو وڌندي.

(4) قوم جو وقار ان جي عوام جي جوش ۽ ولولي ۾ آهي.

(5) وطن کي عزم سان خطري مان پار ڪري سگهجي ٿو.

**نوٽ: باقي سوال نموني طور ڏنل آهن جيڪي خود حل ڪرڻا آهن.**

## يونٽ نمبر ١٨

### شاعر

1. شيخ اياز
2. سرويچ سجاولي
3. حڪيم نياز همايوني

# يونٽ جو تعارف

**شاگرد ساٿيو!**

هن نصاب جو آخري ۽ چوڏهون يونٽ هن وقت اوهان پڙهڻ لاءِ کوليو آهي. هن يونٽ ۾ ٽن شاعرن جو تعارف شامل آهي. اها ته توهان کي به خبر آهي ته اهو تعارف تڏهن وڃي مڪمل ٿيندو، جڏهن شاعرن جي زندگي جي احوال سان گڏ سندس شاعري جو به ابياس ڪنداسين. انهي ڳالهه کي اڳيان رکي، اسان هن يونٽ ۾ به شاعرن جي باري ۾ معلومات ڏيڻ سان گڏ سندن پيغام به پيش ڪيو آهي. هن يونٽ جي ابياس ڪرڻ کانپوءِ اسان کي يقين آهي ته توهان:

## يونٽ جا مقصد

(1) شاعرن جي زندگي جي باري ۾ معلوم ڪري سگهندؤ.

(2) شاعري ۾ پيش ڪيل خيالن جي روشني ۾ هاري جي محنت بابت ڄاڻي سگهندو.

(3) مزور جنهن مشقت سان حق حلال جي روزي ڪمائي ٿو تنهن جي تڪليف کي پرکي سگهندؤ.

(4) شاعري جي خوبين ۽ شاعر جي ڏنل پيغام کي به شاعري مان پروڙي سگهندؤ.

# فهرست

# 1. شيخ اياز

## 1.1 تعارف

شيخ اياز 3 مارچ 1923 ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو سندس پورو نالو شيخ مبارڪ علي هو. شيخ اياز موجوده دور جو اهم ۽ وڏو شاعر هو. هن جديد سنڌي کي نئون لهجو ۽ نئون اسلوب عطا ڪيو. هن نون سالن جي عمر ۾ پهريون پختو نظم لکيو ۽ تڏهن کان هو لڳاتار لکندو رهيو. شاعري ۾ هن جو رنگ يڪتا آهي. هن نه رڳو گهڻو پر سٺو لکيو آهي. هن نثر، نظم تي هڪ جيتري دسترس حاصل هئي. هن جا ٽيهاروڪن مجموعا ڇپجي چڪا آهن. هو ڪيترو ئي عرصو سکر ۾ رهيو جتي هو هاءِ ڪورٽ جو هڪ ڪامياب وڪيل هو. پاڻ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو جو وائيس چانسلر پڻ رهيو. ان کانپوءِ هو مستقل طور تي ڪراچي ۾ رهائش پذير ٿيو ۽ اتي ئي تاريخ 28 ڊسمبر 1997ع تي وفات ڪيائين. سندس آخري آرام گاهه ڪراڙ ڍنڍ جي ڪپ تي ڀٽ شاهه ۾ آهي.

## 1.2 نظم

(1)

سوچيو آهه انهيءَ تي ڪڏهين هن چاڪيءَ جي ڏاند !<br>
اکيون ٻه هن جون بند، ته آهي جسم ٻه هن جو ٻاند<br>
پنهنجي سڄي آهن جي ڦڻ ڦڻ سڻ سڻ جي آراند<br>
سوچيو آهي انهي تي ڪڏهين هر ويهي هيڪاند !

رکي سُکي تي راضي آهي، تنهن ڪري تنهن ڏي پيو ڪاهي<br>
ڦٽ پٽ جو هو عادي آهي، ڪڻ پٽ هن ۾ ناهي<br>
اوشل سينو ساهي، ٻاچاري لاهي سانپاهي،

ٺونهي ٿي ٺونهي سان، هن ڄاڪي جو چڪر ڏاهي!
آخر ڪيسين جڳ جي ڄانڊه اونڌي اٿين گهلبي!

(2)

ملين تہ اڄ ٿي ملي وڃ سايان هجان نہ هجان
خبر نہ آهہ، گهٽا ڏينهن زندگي آهي!
سياڻي سج نہ نڪري متان گهٽائن مان
سياڻي ٿهڪ نہ ٻڌجن متان فضائن مان
سياڻي مهڪ نہ ايندي، انين هوائن مان
اچين تہ راهہ ۾ رابيل اڄ ٽڙي آهي
وري سگهندا ائين ٻي اچي ڪڏهن نہ متان
ملين تہ اڄ ٿي ملي وڃ، سڀان هجان نہ هجان.

# 1.4 نظمن جي سمجهاڻي

(1) اياز پنهنجي نظم ۾ "چاڪي جو ڏاند" جي علامت ڪم آندي آهي. جيڪا برمحل ۽ برجستہ آهي "اياز" جنهن ڏاند جو ذڪر ڪري ٿو سو زبردست مشقت ۽ محنت ڪري ٿو. هن ۾ قوت آهي ۽ طاقت آهي. چناڻي ڀجي سگهڻ جي طاقت آهي ۽ مالڪ سان وڙهي سگهڻ جي سگهہ آهي، هو محنت ۽ مشقت ڪري ٿو، پر سندس اکيون بند آهن ۽ جسم بہ هڏل آهي. هو گرمي سردي ۾ پيو هلي ۽ عيوض ۾ ڪيس رُکي سُکي بہ پيٽ ڀري کائڻ جيتري نٿي ملي. محنت هو ڪري ٿو ۽ وقت بوقت تڪليف هو سهي ٿو ڇهبڪ هو کائي ٿو، پر سندس محنت جو ثمر چاڪي کائي ٿو. جيڪو ڪيس جوٽي وجهي ٻئي ڪنهن ڪم جي حوالي ڪري ٿو. آخرڪار اهڙين دنيا ۾ جاندار ڪيستائين اونڌي گهلبيِ رهندي؟

(2) هن نظم ۾ شيخ اياز پنهنجي محبوب کي مخاطب ٿيندي چوي ٿو تہ ملڻو اٿئي تہ اڄ ئي ملي وڃ. ڇو جو خبر نہ آهي تہ زندگي باقي گهڙا ڏينهن آهي. ڇو جو ايتري بہ خبر نہ آهي تہ ڪالهہ وارو سج ڪڪرن مان نڪري بہ الائي نہ. اهڙين بہ ٿي سگهي ٿو تہ ٿهڪن جا آواز بہ سهاڻي هوائن ۾ هڏبا بہ الائي ڪو نہ. جيڪڏهن تون هلي ايندين تہ رستي ۾ لڱل رابيل بہ ڪلي پوندا. ڇو جو انهن جي ٻيهر خوشبو بہ اچي الائي نہ ملڻو اٿئي تہ اڄ ملي وڃ سهاڻي متان هجان يا نہ هجان.

# 2. سرويچ سجاولي

## 2.1 تعارف

محمد صديق ولد خميسو خان تارڙو، شاعري جي دنيا ۾ "سرويچ سجاولي" جي نالي سان مشهور آهي. هي 14 مارچ 1937ع تي ڳوٺ محمد ابراهيم تارڙي لڳ سجاول، ضلعي ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. سندس تعليم فقط چار درجا سنڌي اٿن

سرويچ سنڌ جي عوامي شاعر مولانا حاجي احمد ملاح کان متاثر ٿيل آهي.

1959ع کان شعر چوڻ لڳو آهي. سرويچ جي شعر جي سڀ کان وڏي ۽ اُتم خوبي هي آهي جو سندس شعر بلڪل ٺيٺ سنڌي ٻولي ۾ آهن ۽ سندس لفظن ۾ ٻهراڙي جي زندگي جو عڪس آهي.

سندس شعرن جو مجموعو "آليون اکيون اُٺها وار" جهجهي پڌرو ٿي چڪو آهي جو ڏاڍو پسند ڪيو وڃي ٿو.

## 2.2 هاري ۽ مزور

مزدور ٿيو چور ڪٿي بار پٺن تي
انسان ڪٿي بوجهه، ڪجي جيڪو اُٺن تي
ڇا ڇا نه ڪيو تنهن ته آنڪرن ڙي رُڪن تي
افسوس! ڪيو ترس نه ڪنهن تنهنجي ڏکن تي
هر سال وهي ڏاند جيان پيو ٿو ويچارو!
تحقيق هي مزدور آ قومن جو سهارو!

ڪوڙ بہ صبح شام هٿي ڪو تہ خبر پئي
ڏلها بہ مٿيءَ سر تي کڻي ڪو تہ خبر پئي
ڳٽتين ۾ مسجا ڏينهن ڳڻي ڪو تہ خبر پئي
راتيون بہ بکئي پيٽ تڻي ڪو تہ خبر پئي
۽ گوڏ ڳنڍجيءَ ۾ تہ ڪري ڪير گذارو!
ڪاٽي ڪو سجي رات بنا سوڙ سيارو!
هي پٽ زمينون بہ ڪو ڪيڙي تہ خبر پئي
هر سنگ جدا تنهن کي سهيڙي تہ خبر پئي
هي ڪوڙ انن جا بہ ڪو ميڙي تہ خبر پئي
رستن تي پٿر سخت پڪيڙي تہ خبر پئي
ڪورا بہ جلائي ڪو صبح شام پهارو!
ڏامر جو لڳاتار ڪري ڪو تہ پگهارو!
ان ڪان بہ ڏسان پوءِ ٿو تن کي تہ ڏکيو ڙي!
تت صاف اُگهاڙو ۽ سندس پيٽ بکيو ڙي!
سچٽن جا پسيو سور وجي ساهہ سکيو ڙي!
دم دم ۾ وجي تن ليءِ، سندم دل تہ ڏکيو ڙي!
"سرويچ" پلا ملڪ ۾ ورندو بہ ڪو وارو؟
ملندو بہ غريبن کي جيئڻ جو ڪو سهارو!

## 2.3 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| سرويچ | سر جو سودو ڪرڻ وارو |
| متاثر | اثر وٺندڙ |
| اُتم | متاهون |
| نيٺ | نج، خالص |
| ترس | ڪهل، رحم |
| ڏلهو | مٽي ڪڍڻ جو ٽوڪرو |
| بُٺ | خشڪ ٿيل زمين |
| ڪوڙا | ڍِگ، ڍير |
| ٻپهارو | ٻن پهرن جو وقت |
| پڳهارو | پڳهارن |
| سندم | منهنجو |
| سهيڙي | گڏ ڪري |

## 2.4 شعرن جي سمجهاڻي

هڪ مزدور آهي جيڪو پٺن تي بار ڍوئي ٿڪجي چور ٿي پيو ٿو. اهو بار حي ڍوئڻ جو آهي. جيڪو هڪ انسان پيٽ خاطر پٺن تي ڍوئي ٿو. واقعي مزدور ٿي آهي قوم جو سهارو

ڪي ماڻهو تي هڪ انسان ڪيڏا وڏا وڏا ڪم ڪري ڏيکاريا آهن. پر افسوس ان ڳالهه جو آهي جو سندس حال تي ڪڏهن، ڪنهن کي به ترس نه آيو آهي. (جيئترتيڪ) ڏاندان

وانگر هو سجو سال وهندو رهي ٿو. پر اها حقيقت آهي تہ هي مزدور ئي ڪري سهني قومن جو سهارو رهي ٿو.

صبح شام ڪير ٿو ڪوڙر هڻي. هر ڪنهن جون هوند همتون جواب ڏيو وجن. پر هيءَ تہ مٽي تي مٽي جا ڏلهاب ٿو يوئي. ايتري محنت ڪانهوءِ بہ، پنهنجي زندگي جا ڏينهن ڳڻيندي ٿو گذاري. بکئي پيٽ راتيون گذارڻ ڪيڏو مشڪل آهي. هن کي (مزدور کي) جسم تي پورو لباس بہ ناهي ۽ سجو ڏينهن گنجي ۽ گوڏ ۾ ٿو گذاري.

سياري جي سردي واري رات، سواءِ سوڙ جي گذارڻ، سُڪي ٺوٺ ٿي ويل زمين کيڙڻ، هڪ هڪ سنگ چوندي، گڏ ڪرڻ ۽ کوڙا اُن جا ميڙڻ ڪيڏا نہ ڏکيا ڪم آهن. پر اهي سڀ ڏکيا ڪم مزدور ئي ڪن ٿا.

رستن تي پٿر ڀڪيڙڻ، صبح شام ۽ ڪاڙهي تتي، پنهنجرن ۾ کورا جلائڻ ۽ ڏامر پگهارڻ جهڙا مشڪل ڪم بہ هيءُ ئي ڪري ٿو، پر پوءِ بہ سندس زندگي ڏکن ۾ گذاري ٿو.

مزدور ۽ هاري کي ايتري ساري محنت ڪانهوءِ بہ ڏکيو، پيٽ بکيو ۽ بت اگهاڙو ڏسان ٿو. مزدور دوستن جا اهڙا حال ڏسي دل ڏکيو وڃي ٿي شاعر پاڻ کي مخاطب ٿيندي چوي ٿو تہ "سرويچ" آخر ڪڏهن انهن مسڪين محنت ڪشن جو وارو ايندو. ڪين ڪڏهن ملندو انهن غريبن کي جيئڻ جو وارو؟

# 3. حڪيم نياز همايوني

### 3.1 تعارف

سندس نالو نياز حسن ۽ تخلص "نياز" آهي. اصل وياڻل ڳوٺ همايون، تعلقي شڪارپور جو. گهڻو عرصو حيدرآباد ۾ رهيو. مرڪزي اردو بورڊ حيدرآباد ۾ لئبررين جي عهدي تي فائز رهيو. سٺي پايي جو حڪيم به رهيو آهي. قومي تحريڪن ۾ بهري وٺڻ سبب سندس شعر ۾ قومي رنگ نمايان آهي.

## 3.2 وطن جو ترانو

1. آباد رک خدا يا! هي گلستان اسان جو
اجڙي نہ بادِ صرصر، ڪان بوستان اسان جو
نازان رهن ٿا جنهن تي، شاه و گدا هميشہ
آهي سو ملڪ بيشڪ، جنت سمان اسان جو.

2. اوج و ڪمال اسان جو، دنيا ڏسي رهي آ
آهي بلند سڀ کان، نام و نشان اسان جو.

3. مشڪل ڪي منهن ڏين ۾، همت شڪن نہ آهيون
اي آسمان بلاشڪ، وٺ امتحان اسان جو.

4 جهولي هي سبز جهنڊو، جاه وحشم سان هر دم
ڀاڃي پيو ان جي ڀلجي، پيرو جوان اسان جو.

5. اڄڪلهه "نياز" ان ۾، سڀ ڪجهه ڏسون پيا
آهي وطن اسان لئه، گويا جهان اسان جو.

## 3.3 ڏکين لفظن جي معنيٰ

| | |
|---|---|
| سرويچ | سر جو سودو ڪرڻ وارو |
| گلستان | سرسبز، شاداب |
| بوستان | وطن، ديس |
| اجڙي | ويران، برباد |
| نازان | فخر، وڏائي |
| گدا | فقير |
| هميشه | هميشه |
| اوج | عروج |
| همت شڪن | مايوس |
| پڇي | چانو |
| جاه وحشم | رعب، دبدبو |
| جهان | دنيا |
| پيرو جوان | پيرسن ۽ جوان مڙس |

## 3.4 نظم جي سمجهاڻي

**بيت نمبر 1**

نياز همايوني هن بيت ۾ چوي ٿو تہ اي پروردگار اسان جي هن گلستان جهڙي وطن کي هميشہ آباد رکج، سرءُ جي موسم ۾ بہ گرم هوا کان اجڙڻ بچائي جنهن ملڪ ۾ فقير ۽ شاهہ سڀ فخر سان رهن ٿا سو اسان جو ٿي جنت جهڙو ملڪ آهي.

**بيت نمبر 2**

همايوني صاحب هن بيت ۾ چوي ٿو تہ ترقي ۽ خوشحالي اسان جي ملڪ جي سجي دنيا ڏسي رهي آهي، اسان جي وطن جو نالو نشان سڀ کان بلند ۽ بالا آهي.

**بيت نمبر 3**

همايوني صاحب هن بيت ۾ چوي ٿو تہ ڏکئي وقت ۾ پريشانين کي منهن ڏيڻ ۾ ڪنهن کان گهٽ نہ آهيون اي آسمان جيڪڏن اسان جو امتحان وٺڻو اٿئي تہ آزمائي ڏس.

**بيت نمبر 4**

همايوني صاحب هن بيت ۾ چوي ٿو تہ هيءُ ساڻو پرچم هر گهڙي شان ۽ شوڪت سان جهولي پيو. انهيءُ جي ڇانو ۾ پيرسن ۽ نوجوان پلجن پيا.

**بيت نمبر 5**

همايوني صاحب تراني جي آخري بيت ۾ پاڻ کي مخاطب ٿيندي چوي ٿو تہ "نياز" اڄ ڪلهہ سڀ ڪجهہ انهيءَ وطن ۾ ڏسون پيا پر تڏهن بہ سڄو وطن اسان لاءِ جهان جيان آهي.

# 4. خود آزمائي

**سوال نمبر (1)**

(1) شيخ اياز ڪهڙي دور جو اهم شاعر آهي؟

(2) شيخ اياز ڪيتري عمر ۾ پهريون نظم لکيو؟

(3) شيخ اياز جو اصل نالو ڇا هو ۽ ڪٿي پيدا ٿيو؟

(4) شيخ اياز جي مزار ڪٿي آهي؟

(5) شيخ اياز جي شاعري جو مجموعي تاثر پنهنجن لفظن ۾ لکو؟

**سوال نمبر (2)**

(1) سرويچ سجاولي سنڌ جي ڪهڙي عوامي شاعر کان متاثر ٿيل آهي؟

(2) سرويچ جي شعر جي سڀ کان وڏي ۽ اهم خوبي ڪهڙي آهي؟

(3) سرويچ جي شاعري جو ڪهڙو مجموعو گهڻي قدر پسند ڪيو وڃي ٿو؟

(4) ٻن رئيسن کي ڪير ڪيڏي ٿو ۽ سنگ ڪدا ڪري انهن کي ڪير سهيڙي ٿو؟

(5) نظم کي خيال ۾ رکي هاري ۽ مزدور جي وچ ۾ خيالي گفتگو لکو.

**سوال نمبر (3)**

(1) حڪيم نياز همايوني اصل ڪٿان جو ويٺل هو؟

(2) ڪهڙي اداري ۾ نوڪري ڪندو هو؟

(3) ڪهڙين تحريڪن ۾ ڀرو ورتائين؟

(4) نظم "وطن جو ترانو" جو خلاصو لکو؟

# 5. خود آزمائي جا جواب

**سوال نمبر 1**

1. شيخ اياز جديد دور جو اهم شاعر آهي.
2. شيخ اياز نون سالن جي عمر ۾ پهريون پختو نظم لکيو.
3. [illegible]
4. [illegible]
5. خود ڪتاب جي مدد سان حل ڪريو.

**سوال نمبر 2**

(1) سرويچ سجاولي سنڌ جي عوامي شاعر حاجي احمد ملاح کان متاثر ٿيل آهي.

(2) سرويچ جي شعر جي سمجهه کان پڙهندڙ حيران ٿي ويندو آهي ته سندس شعر بلڪل ٺيٺ سنڌي ٻولي ۾ آهن ۽ سندس لفظن ۾ ٻهراڙي جي زندگي جو عڪس آهي.

(3) سرويچ جي شاعري جو مجموعو جيڪو پسند ڪيو ويو سو آهي "آليون اکيون اٿيا وار".

(4) ٻٽ زمينن کي هاري ڪيڙي ٿو ۽ سنگ به هاري سهيڙي ٿو.

(5) خود لکڻو آهي.

**سوال نمبر (3)**

(1) حڪيم نياز همايوني اصل شڪارپور جو ويٺل هو.

(2) مرڪزي اردو بورڊ ۾ نوڪري ڪندو هو.

(3) قومي تحريڪن ۾ اڳ ڀرو ٿي ڀرپور ورتائين.

(4) خود لکڻو آهي.

یونٹ نمبر 15

## موضوعات

- نبی کریمؐ کی ہجرت
- اسلامی حکومت کا امیر سب کا خادم ہوتا ہے
- سب سے بڑا اسلامی شاعر
- پاکستان کے لیے پہلا جہاد
- اسلامی کردار

# فہرست مضامین

## یونٹ کا تعارف

عزیز طلبہ و طالبات!

اس یونٹ میں آپ پانچ مضامین پڑھیں گے جن کے عنوانات حسب ذیل ہیں:

☆ نبی کریم ﷺ کی ہجرت

☆ اسلامی حکومت کا امیر سب کا خادم ہوتا ہے

☆ سب سے بڑا اسلامی شاعر

☆ پاکستان کے لیے پہلا جہاد

☆ اسلامی کردار

## یونٹ کے مقاصد

اس یونٹ کو پڑھنے کے بعد آپ اس قابل ہو جائیں گے کہ

1۔ آپ یہ وضاحت کر سکیں کہ ہجرت کسے کہتے ہیں اور تاریخ میں نبی کریم کی ہجرت کا واقعہ کیا اہمیت رکھتا ہے۔

2۔ حضرت عمر فاروق کے کردار سے واقف ہو سکیں اور بیان کر سکیں۔

3۔ اسلامی شاعر علامہ اقبال کے خیالات پر روشنی ڈال سکیں۔

4۔ جہاد کے مفہوم اور اس کی اہمیت کو سمجھ سکیں۔

5۔ آپ کے اندر اسلامی اخوت پیدا ہو سکے۔

